[خاکا]

عزیز گوپانگ

کویتا پبلیکیشن
حیدرآباد۔ 2013ع

ڪويتا پبليڪيشن جو ڪتاب نمبر_85

ڪتاب جو نالو: **زيرِ عشق پيشِ حسن**
موضوع: خاڪا
ليکڪ: عزيز گوپانگ
ڇاپو: پهريون
سال: © 2013ع
ٽائيٽل: ڪپتان ابڙو
ڇپائيندڙ: ڪويتا پبليڪيشن، 9-ربي چيمبر،
حيدرچوڪ، حيدرآباد، سنڌ. فون: 2721172
ڇپيندڙ: انٽيل ڪميونيڪيشنز حيدرآباد سنڌ
قيمت: 250 روپيا

اسٽاڪسٽ:
**حيدرآباد:** ذوالفقار بڪ ڊپو سنڌيڪا بڪ هائوس، فڪشن هائوس، ڪريمي بڪ ڊپو سنڌي ادبي بورڊ بڪ اسٽال،
سنڌي لئنگئيج اٿارٽي بڪ اسٽال، فرينڊس بڪ پوائنٽ، ڊفينس پلازه، ڪاشف بڪ ڊپو حيدرچوڪ، ڪاشف گاڏهي بلوچ. حيدرچوڪ
**ڪراچي:** ايس. اي بوڪ ڪارنر (اردو بازار)، رائل بڪ هائوس ڪائياواڙ بڪ اسٽور ٿامس اينڊ ٿامس
**ڀٽ شاهه:** شاهه لطيف بوڪ اسٽال، درگاهه ڀٽ شاهه **ميهڙ:** ساحر ڪتاب گهر (ڪوندي) 03468948535
سٽي پريس بڪ شاپ، ثقافت ڪاتو بڪ اسٽال، توڪل بڪ ڊپو **سکر:** عزيز ڪتاب گهر، الفتح نيوز ايجنسي
**اسلام آباد:** سعيد بڪ بئنڪ، **خيرپورميرس:** تهذيب نيوز ايجنسي، نيشنل بڪ اسٽال، **ميرپورماٿيلو:** هائوس آف ناولٽي
**لاڙڪاڻو:** رابيل ڪتاب گهر، مهراڻ ڪتاب گهر سامهون سينا لان، **شڪارپور:** گل ڪتاب گهر، وسيم ڪتاب گهر
**دادو:** ممتاز بڪ ڊيپو **ملي:** ٿر ڪتاب گهر، **عمرڪوٽ:** العزيز بڪ ڊيپو ٿر ڪتاب گهر، **ميرپورخاص:** مڪتبه يوسفيه
**سانگهڙ:** المهراڻ ادبي ڪتاب گهر، **بدين:** مرچو مل بڪ ڊيپو محمد هاشم بڪ اسٽال، پريس ڪلب
**مجاول:** سنڌ ڪتاب گهر، **ڏگهڙي:** اڪرام بڪ ڊپو (03442930628)

ISBN: 978-969-9329-31-9

**Zer-e-Ishq Pesh-e-Husn**
[Profiles]
*By: Aziz Gopang*

First Edition: 2013
Title: Kaptan Abro
Printed by: Intel Communications,
Hyderchowk, Hyderabad. Tel: +92 22-2721172
Published by: Kavita Publication, 9-Rabi Chamber,
court road, hyderchowk, Hyderabad-Sindh.
**www.kavitapublications.com**
Price: Rs. 250-00

## ارپنا

- پنهنجي مني امڙ ڳوري جي نالي
  جنهن، مون اڀوجهه ۽ هيٺن هڏن واري ٻار کي
  وڏي پيار ۽ پاٻوهه سان پالي وڏو ڪيو.
- پنهنجين ڀينرن
  ادي صدوري
  ادي شهزادي
  ڀيڻ زبيده
  ۽ ڀيڻ زاهده جي نالي، جيڪي پنهنجي سياءَ ۽ سرشت ۾
  منهنجي امڙ جو ٻيو روپ آهن!

## فهرست



### خاڪا:

**تاثر:**

# اداري پاران

ويجهڙ ۾ ئي پياري عزيز گوپانگ جي خاڪن جو ڪتاب ’عمر اوڻي اباڻن جا‘ اسان پنهنجي اداري پاران ڇاپي پڌرو ڪيو آهي. انهيءَ ڪتاب ڇپجڻ کان اڳ آئون سندس شاعريءَ جو ڪتاب ’وصال جا آخري ڏينهن‘ نظر مان گذاري چڪو هئس. سندس خاڪن جي پهرئين ڪتاب ڇپجڻ کان اڳ هن مون سان ڪتاب ڇپائڻ بابت ڳالهه ڪئي ته به ٿي خاڪا پڙهي محسوس ٿيو ته عزيز جي نثر جو انداز روايتي نه آهي، هُن جي ذهن جي، هٿ سان ۽ هٿ جي قلم سان هڪ ئي تار ڳنڍيل آهي. ذهن ڪي هڪڙي پاسي ۽ قلم کي ٻئي پاسي ڪرڻ، عزيز گوپانگ جي اصلوب جي خلاف لڳندو.

’عمر اوني اباڻن جا‘ ڪتاب ڇپجي مارڪيٽ ۾ آيو تہ منهنجي هٿ ۾ اُن ڪتاب جي هڪڙي ڪاپي هئي ۽ آئون ڪنهن سفر تي ويل هئس. اتي هڪ دوست مون کان ’عمر اوني اباڻن جا‘ جي گهر ڪئي ۽ آئون هن جي گهُر کي جائز سمجهندي ڪتاب هن جي حوالي ڪري ڇڏيو. هُن اديب دوست ڪتاب پڙهڻ کانپوءِ مون کي فون ڪيو ۽ چوڻ لڳو:

”ادا موهن! عزيز جو نثر تہ 20 سالن کانپوءِ پهريون دفعو دل کي ڇُهندڙ لڳو ۽ اهڙي نثر وڏي عرصي کانپوءِ منهنجون سِڪون لاٿيون آهن.“ دل ۾ سوچيم تہ، باقي ڇا کپي!؟

عزيز گوپانگ وري سندس بيو خاڪن ۽ تاثر جو مواد ڪٺي آيو تہ انهن مان هڪ خاڪو ’ڪاف بڻي ڪائنات منهنجي‘ بهترين نظر آيو ۽ وري ڇپيل ڪتاب کان وڌيڪ ذهن کي سيراب ڪندڙ ڇُهاءُ محسوس ٿيو.

’زيرِ عشق، پيشِ حُسن‘ مجموعي ۾ توهان کي ڪٿي ’ع‘ جو زير نظر ايندو تہ ڪٿي ’ح‘ جو پيش. هن مجموعي ۾ ڪل 18 خاڪا ۽ 14 تاثرات شامل آهن. وڌيڪ پڙهندڙ جي راءِ ئي ڀاري ٿيندي آهي، ائين جيئن اڪثر Sony TV تي اميتاڀ بچن جي پروگرام ’ڪون بني گا ڪروڙ پتي‘ ۾ عوام جي راءِ هميشہ ڀاري ئي ٿيندي آئي آهي. هاڻي اچو تہ ڪتاب ’زيرِ عِشق پيُشِ حُسن‘ پڙهون ۽ ڏسون تہ ڇا واقعي ائين آهي!؟

**موهن مدهوش**

حيدرآباد،
31_آڪٽوبر، 2013ع

# پنهنجي پاران

منهنجو پهريون ڪتاب ”وصال جا آخري ڏينهن“ شاعريءَ تي ٻڌل هو. منهنجي گُمان ۾ به ڪونه هو ته مان شاعريءَ جا گُل توڙيندي توڙيندي نثرجي ڪنڊن جا گهاءُ به کائيندس! بلڪل گُلن جي شبيهه جهڙا گهاءُ!

شعر ۾ نثر ۽ نثر ۾ شعر لکڻ، رڳو ڪنهن شاعر جي ئي وس جي ڳالهه آهي، تڏهن ئي ته لکڻ کان پوءِ ئي مون کي خبر پوندي آهي ته هي جي سِٽون تخليق ٿيون سي نثر آهن يا نظم!! اِهو شايد ان ڪري جو تخليق جي جنس اڳواٽ ٻُڌائڻ جو ڪو ماپو اوزار يا اهڙو ئي ڪم ڪندڙ الٽرا سائونڊ وغيره اڃان مارڪيٽ ۾ ناهي آيو جيڪو تخليق جي سِرجڻ کان اڳ ۾اِهو ٻڌائي سگهي ته ليکڪ جي تخيل ۾ شعر ٿو سرجي يا نثر ٿو پلجي! سو منهنجو ٻيو ڪتاب ”عُمر اوڻي اباڻن جا“ جيڪو ڪُجهه ئي مهينا اڳ ۾ ڪويتا پبليڪيشن پاران ڇپيو آهي سو نثر تي ٻڌل هو جنهن ۾ گهڻا تڻا پروفائيل ۽ ڪجهه تاثر شامل هئا! منهنجي پڙهندڙن ۽ هم عصر لکندڙن ڪتاب جي ايتري ته تعريف ڪئي جو مون کي حجاب ٿيڻ لڳو. مون کي اندازو ڪونه هو ته منهنجي ڪتاب کي ايتري پذيرائي ملندي، اهو ان ڪري نه، ته ڪو مون کي پنهنجن اکرن ۽ احساسن تي اعتبار ڪونه هو، پر اِهوان ڪري ته سنڌي ادب اڃان ”مان“ کان ”تون“ تائينءَ جو سفر بهتر تياريءَ سان شروع ئي ناهي ڪيو! لکندڙن جي گهڻائي پاڻ کان شروع ٿي پاڻ تي ختم ٿئي ٿي جنهن جو وڏي ۾ وڏو سبب رڳو پاڻ لکڻ، رڳو پاڻ کي پڙهڻ ۽ رڳو سنڌي ادب کي ئي دنيا جو عظيم ادب قرار ڏيڻ آهي، اهو پڙهڻ ۽ ڏسڻ کانسواءِ ته دنيا جهان جا اديب ڪيترو گهڻو ڪيترو سُٺو ۽ ڇا لکي رهيا آهن!

اهڙي صورتحال ۾ جڏهن مُنهنجي پڙهندڙن ۽ همعصر دوستن حوالن سان موٽ ڏني تڏهن مون کي پڪ ٿي تہ منهنجو ڪتاب پڙهڻ ڪانپوءِ ئي پسند ڪيو ويو آهي، تڏهن مون کي اڪرن سان پنهنجي عشق جو ادراڪ ٿيو ۽ گڏوگڏ اها تنقيد بہ سُئي لڳي جنهن ۾ مون کي ٻڌايو ويو تہ ڪتاب ۾ شامل سڀ لکڻيون پروفائيل ناهن، اُنهن مان ڪجهہ تاثر آهن. جيڪا بہ ڳالهہ مون کي دل سان لڳي ۽ مون دل سان ئي قبول ڪئي.

۽ هاڻ پروفائيل/ تاثر گڏيل هڪ ڪتاب "زيرِ عِشق — پيشِ حُسن" جي نالي سان اوهان جي پڙهڻ لاءِ حاضر آهي. گڏريل ڪتاب جي تجربي مان، مون پروفائيل ۽ تاثر جي وچ واري فرق کي سمجهي ورتو آهي ۽ ايندڙ وقت ۾ جڏهن بہ پروفائيل يا ڪو خاڪو وغيره لکڻ ٿيو تہ اهڙي فني فرق کي ضرور سامهون رکبو پر ارادي ۾ تہ اهو ئي آهي، تہ اِنهيءَ طريقي ۽ طرز جو هي آخري ڪتاب آهي، مُنهنجو بہ ۽ سنڌي ادب جو بہ! ۽ جيڪڏهن زندگي مون کان اڳيان نہ نڪتي تہ پنهنجي ايندڙ ملاقات اردو شاعريءَ جي هڪ ڪتاب ذريعي ٿيندي، جنهن بعد سنڌي شاعريءَ جي هڪ ٻئي ڪتاب ۽ هڪ ناول ذريعي ملنداسين!

عزيز گوپانگ

قاسم آباد، حيدرآباد.

# ماءُ مارِيندم ڪڏهن، هن پرينءَ جا هورا!!

ڪنهن بہ شخص تي خاڪو لکڻ هڪ فن آهي. فن ان ڪري ٿو چوان، تہ هڪڙي شخص جي زندگيءَ جي اهم رخن کي لفظن ۾ قيد ڪري، هن جو لفظن ذريعي تصوير ڪشي ڪرڻ تمام ڏکيو آهي. تصوير ڪشي بہ اهڙي جو پڙهندڙ جي آڏو هن جي شخصيت اچي آڏو بيهي. سنڌيءَ ۾ ان قسم جا خاڪا تمام گهٽ لکيا ويا آهن. عبدالقادر جوڻيجي، ڪنهن وقت 'شڪليون' جي نالي سان پنهنجن دوستن تي خاڪا لکيا هئا. باقي تہ گهڻن ليکڪن، ٻين اديبن جي حياتيءَ تي مضمون لکيا آهن. پر پروفائيل لکڻ جو رجحان مڙيئي سنڌي ادب ۾ تمام گهٽ آهي.

تازو مشهور اديب هريش واسواڻي، دهليءَ ۾ گذاري ويو. دوست شوڪت حسين شوري، مون کي هريش جي ڌيءَ شنالي واسديو جو خاڪو اِي ميل ڪري اماڻيو. انگريزي ٻوليءَ ۾ لکيل اهو شاندار خاڪو ڌي پنهنجي جينيس پيءَ تي لکيو آهي، پڙهي محسوس ٿيو تہ پروفائيل جي فن جي سنڌي ادب ۾ سخت کوٽ آهي.

اسانجو پيارو ڏاهو دوست عزيز گوپانگ آهي تہ بنيادي طور تي هڪ شاعر پر ڏٺيءَ کيس پروفائيل لکڻ جي ڏات بہ جهڙوڪر ڏيئي ڇڏي آهي. مان هن کي گهٽ ۾ گهٽ 30 سالن کان ضرور سڃاڻان. بلڪ ائين کڻي چئجي تہ ان ۾ ڪو هرويرو وڌاءُ نہ ٿيندو تہ هو منهنجو پراڻو دوست بہ آهي. شروع شروع ۾ مان هن کي بہ 'اينگري ينگ مين' سمجهندو هوس. هو منهنجي دوست حسن مجتبيٰ جو بہ ويجهو دوست رهيو آهي. حيدرآباد جي روزاني 'عبرت' اخبار جي بلڊنگ ۾ هو مون سان ڪنهن وقت گهڻو ملاقات ڪرڻ ايندو هو. سندس والد بہ هڪ وڏو ليکڪ هو. ذاتي طور تي مان هن جي والد جي شخصيت کان متاثر هوندو هوس. سائين محمد ابراهيم جويي وٽ ساڻس ملاقات تي هئي. هڪ وڏي عملدار جو پٽ هوندي بہ ڪڏهن عزيز ڏيکاءُ نہ ڏنو هو تہ هو ڪو وڏي آفيسر جو پٽ آهي. 1996 ۾ سندس ڪيتريون ئي زبردست نظمون عبرت اخبار ۾ شايع ٿيون هيون. اهي پڙهي احساس ٿيندو هو تہ سنڌي شاعري ترقيءَ جي راهہ تي گامزن آهي. حسن مجتبيٰ، حسن درس، عزيز گوپانگ، احمد سولنگي، مون کي ذاتي طور تي شاعر جي حيثيت سان ڏاڍا وڻندا هئا.

هن وقت بہ عزيز شاعريءَ سان گڏ ڏاڍا پيارا ۽ دل کي وڻندڙ خاڪا لکيا آهن. انهن خاڪن ۾ ننڍڙا ننڍا جملا، مختصر پر سگهارو احوال، ڪنهن شخص جو اهڙو خاڪو جو ماڻهو هن کي نہ ڏٺي بہ پنهنجو پيو محسوس ڪري اهو فن جو ڪمال آهي. اڙدوءَ جو شاعر ميران جي اسان اکين نہ ڏٺو پر اڄ کان 45 سال اڳ هن تي لکيل خاڪو پڙهي، مان سندس معتقد ٿي ويو هوس. تازو اڙدوءَ ۾ ڪشور ناهيد پنهنجي دور جي اديبن جهڙوڪ فيض احمد فيض، حبيب جالب، زيڊ اي بخاري ۽ ٻين ڪيترن تي ڀرپور خاڪا لکيا آهن. ان کان اڳ اڙدو جي اديب احمد بشير جا لکيل خاڪا تہ پڙهڻ وٽان آهن. اهي پڙهي احساس ٿو ٿئي تہ هو سڀ لکڻ ۾ ڏاڍا تيز آهن. وٽن ڪي مصلحتون ڪونہ آهن. پر اسان وٽ ائين ڪونهي. ان

ڪري پروفائيل لکڻ جو فن اسان وٽ ايڏو زور نہ وٺي سگهيو تي سگهي ٿو ان ڪري بہ جو گهڻن جي لکيل خاڪن ۾ ذاتيات گهٽي آهي.

پر عزيز گوپانگ جي تيز قلم ۾ ڪابہ مصلحت موجود ڪونهي. "بيوفائي! هڪ حسين حقيقت" سندس شاندار خاڪو آهي. آئون گهڻو ڪري چوندو آهيان تہ، محبت بہ ڪيترن ئي جذبن جيان عارضي آهي. ان ڳالهہ تي ڪجهہ منهنجي دوستن اعتراض واريو هو. چوڻ لڳا، "محبت حاصل نہ ٿي تہ محبت ئي عارضي. پائي واهہ، ڪهڙي ڳالهہ ڪجي اوهان جي حسناڪيءَ جي!"

آئون مُرڪي چپ ٿي ويو هوس. پر عزيز جو اهو خاڪو پڙهي محسوس ٿيو تہ حقيقت ڪجهہ هن قسم جي آهي. هن خاڪي ۾ عزيز اڄ ڪلهہ جي مشهور اڙدو فلمي شاعر جاويد اختر جي پيءُ جانثار اختر ۽ سندس ماءُ صفيہ اختر جو ذڪر ڪيو آهي. صفيہ اختر جا سندس مڙس، ۽ جانثار اختر جا صفيہ ڏي لکيل خطن جو ڪتاب پڙهڻ وٽان آهي. اهي پاڻ ۾ بيحد محبت ڪندا هئا. سندن لکيل خطن جو ڪتاب مون وٽ بہ آهي. ڪجهہ وقت ڪان پوءِ صفيہ ويچاري گذاري ويئي، جانثار اختر پنهنجي زال جي وفات تي هڪ دردناڪ نظم لکي ذري گهٽ چريو ٿي پيو. پر ڪجهہ ڏينهن کانپوءِ هن وڃي پنهنجي هڪ همعصر ليکڪا حاجران سان شادي ڪئي ۽ موجوده شاعر جاويد اختر کي مشهور شاعر ۽ سندس مامون اسرارالحق مجاز پنهنجي گهر وٺي آيو. هو اتي ئي نپجي وڏو ٿيو.

بقول عزيز جي تہ بيوفائيءَ کي بہ پنهنجي هڪ خوبصورتي ٿئي ٿي، نہ ان کي بيوفائي چئي سگهجي نہ وري وفا جي ڪنهن خاني ۾ ٿو ان کي فٽ ڪري سگهجي. مقصد اهو تہ ليکڪ ڏاڍي ڪلاڪاريءَ سان ويهي هن موضوع کي نڀايو آهي. اهوئي هڪ وڏو فن آهي.

مشهور اديب ڪافڪا جي محبت هڪ پرڻيل عورت ميلينا سان هوندي هئي. ڪافڪا تہ مري ويو پر ميلينا ۽ ڪافڪا جا هڪ ٻئي ڏانهن لکيل خط Letter to Millena پڙهڻ جهڙا آهن. قدرت خدا جي، انهيءَ عورت ميلينا کي هٽلر جي زماني ۾ نازي سرڪار يهودي هئڻ جي ڏوهہ ۾ قيد ڪري

ورتو. هو پاڻ تہ يهودي ڪونہ هئي، پر ڪنهن سماجي تنظيم سان گڏ ڪم ڪندي هُئي، اها تنظيم يهودين جي ڀلائيءَ لاءِ پاڻ پتوڙيندي هئي. ويچاري ميلينا! ڪيترو وقت جرمنين جي ڪنسنٽريشن ڪيمپ ۾ رهي ۽ آخرڪار اتي ئي قيد ۾ مري وئي. هن بابت سندس ڏي جو لکيل ڪتاب يا طويل پروفائيل پڙهڻ وٽان آهي.

عزيز جو لکيل هڪ ٻيو خاڪو عبدالجبار لغاري، المعروف ٻٻلي پڙهي منهنجي اکين ۾ ڳوڙها تري آيا. هڪ اخباري هاڪر جي زندگي ڪهڙي هوندي آهي، ان بابت اسان جا گهڻا پڙهندڙ چڱيءَ ريت واقف هوندا. پر عشق ڪرڻ تہ هر ماڻهو جو حق هوندو آهي. بلڪ عشق ڪرڻ ٻي ڳالهہ آهي، پر عشق جو ٿي وڃڻ وري ڏاڍي ڏکوئيندڙ ڳالهہ آهي. ان عشق ٿي وڃڻ جو داستان ڪڏهن طويل تہ ڪڏهن مختصر هوندو آهي. پر اهو سمورو دور چرپائپ جو دور هوندو آهي. ڪي ماڻهو ان دور مان لنگهي پار پوندا آهن، ڪي اهو اٽانگو پنڌ نہ ڪري سگهندا آهن. آئون خود ڪڏهن ڪڏهن پنهنجي ٻانهن تي پنائيءَ جي ميلي ۾ سُين سان لکرايل لفظ 'آر' ۽ ڪاٻي ڪرائيءَ تي سگريٽن سان ساڙڻ جا نشان ڏسي ڪلي پوندو آهيان. اهو بہ ڪو دور هو جڏهن رات کي ڏينهن، ۽ ڏينهن کي رات چوندا هئاسين. نيڻن ۾ انيڪ اوجاڳا ۽ راتين جو رستن تي هلڻ، رابيل جي گلن ۾ زندگي ڳولڻ، سپنا ڏسڻ، آسمان ۾ چنڊ ۽ تارا تڪڻ ۽ پرهہ ڦٽيءَ تائين ڪنهن کي ياد ڪرڻ زندگيءَ جو ڪو ٻيو دور هو.

عزيز گوپانگ جي هن خاڪي جو ڪردار بہ ائين ئي آهي. بس ۾ ڪنهن مہ جبين کي ڏسي هوش وڃائي هن ڪڏهن بہ نہ ايندڙ پرين جو انتظار ڪندي ڪندي، هڪ ڏينهن شاعر حمل فقير جي مقام ۾ سچ وانگر لهي ٿو وڃي. بقول عزيز جي وري ڪنهن ٻئي جنم ۾ رسالا ۽ اخبارون وڪڻڻ لاءِ.

اها ئي زندگي آهي. اهي ئي زندگيءَ جا حقيقي، سچا پچا، ڪرا، جاڳيندڙ ۽ جاڳائيندڙ عام پر ڪڏهن بہ نہ وسرندڙ ڪردار آهن. اهي سمورا ڪردار اسان جي معاشري ۾ موجود آهن. هڪ ذهين ليکڪ جو ڪم آهي،

انهن کي گمناميءَ جي اونداهيءَ مان ڪڍي نروار ڪرڻ. مثال طور عزيز گوپانگ جي هڪ خاڪي "منهنجي مٺي امان" مونکي ڏاڍو متاثر ڪيو. اها عزيز جي منڙي امان هئي. پر مائرون ته مائرون هونديون آهن. سڀ هڪ جهڙيون ماکي ۽ مصريءَ کان به مٺيون. پنهنجي اولاد جو ڏک ڏيکيندڙ. عزيز جو هي خاڪو پڙهي مونکي پنهنجي ماءُ ياد اچي ويئي. ڪيڏي نه سٺي ڳالهه لکي آهي عزيز ته. ماڻهو ننڍ ايستائين ڪري سگهندو آهي، جيستائين سندس ماءُ زنده هوندي آهي ۽ ماني به ان وقت تائين کائي سگهندو جڏهن اها سندس ماءُ پچائيندي آهي. ان ڪانپوءِ نه ڪو سمهي سگهندو آهي، نه ئي وري پيٽ ڀري کائي سگهندو آهي.

اهي مائرون الائي ڪهڙي سپنن جي ديس ۾ هليون ويون. هاڻ ته سندن فقط ياد آهي باقي بچي. سدائين اولاد لاءِ ڦٽڪندڙ پنهنجي رکيل ۽ پاتل پوتين جي پلوئن ۾ ٻڌل ڳنڍيون کوليندي، سندن جائز ۽ ناجائز فرمائش پوري ڪرڻ سندن فرض ۾ شامل هوندو آهي. مون هڪ ڀيرو امان جو سونو لاڪٽ ڪٽي وڃي گفٽ ڪري ڇڏيو. امان کي خبر پئي، پر آخر تائين ڪنهن کي نه ٻڌايائين ته ڪو سندس سڪيلڌي هي ڪم ڪيو. عزيز جي اها ڳالهه ته ڪنهن جي فرمائش پوري ڪرڻ لاءِ وڃي روز امان جي اڳيان ويهندو هوس، ڪيڏي نه سچي ڳالهه آهي.

مقصد ته اهوئي فن آهي، جو ٻئي جي ڳالهه پڙهي ماڻهوءَ کي ٿو اچي پنهنجو سُور جاڳي. مون گهڻ ۾ گهٽ سنڌي ٻوليءَ ۾ پنهنجي امڙ تي اهڙو دل کي وڻندڙ خاڪو نه پڙهيو آهي. عزيز جي قلم جو زور خدا ڪري اڳتي وڌندو رهي. ۽ سنڌي پڙهندڙ سندس لکڻين مان لاڀ پرائيندا رهن. عزيز جا هيءَ خاڪا خوبصورت گلن جهڙا آهن. انهن لاءِ هي لفظ ئي چئي سگهجن ٿا:

Flowers are very soft,
Do not touch with hard hands,
Similarly,
Feelings are soft like
Flowers, do not hurt
Them with hard words.

يا وري سندس خاڪا پڙهي ڪجھ ياد ٿو اچي وڃي:

*وہ یاد آئے کچھ یوں کے لوٹ آئے سب سلسلے،*
*ٹھنڈی ہوا سبز پتے اور نومبر کے یہ پانچ دن۔*

۽ آئون جڏهن هي لکي رهيو آهيان، تہ منهنجيءَ ڪزن جو فون ٿو اچي. پڇي ٿي، اوهين جاڳي رهيا آهيو؟ ڇو پيا جاڳو؟
هاڻ ڪيس ڇا ٻڌايان، تہ اسان جهڙن ماڻهن جي من ۾ الائي ڪهڙا هورا آهن. جو اهي پيا اسان کي جاڳائين. پر هوءَ ٿين ايج جي ڇوڪري آهي، هن کي ڪهڙي خبر تہ ڪنهن پرھ اسان کي پاليو هو ۽ هن رات ٿي تہ اسانکي روليو آهي.

**مدد علي سنڌي**

حيدرآباد، سنڌ.
5۔ نومبر 2013ع.
رات جا سوا چار.

# هي آواز آهي يا اِلهام

عزيز گوبانگ، سنڌي ٻوليءَ جو بهترين شاعر ۽ نثر نويس آهي. هن کان اڳ سنڌس شاعريءَ جو هڪ ڪتاب "وصال جا آخري ڏينهن" ۽ ٻيو تازو ئي ڇپيل پروفائيل ۽ تاثراتي لکڻين تي مشتمل نثر جو ڪتاب "اوني اباڻن جا" ڇپيو آهي. ان ڪتاب ۾ ته ڪجهه شامل پروفائيلن کي پڙهي، انهن مان ڪجهه ڪردارن سان ذاتي ڄاڻ سُڃاڻ رکندڙ دوستن کان ته رڙ نڪري وئي ته يارا عزيز ته ڪمال ڪري ڇڏيو. هوبهو اندران توڙي ٻاهران انهن ڪردارن کي ائين چٽيو اٿس جيئن اُهي پنهنجي زندگيءَ ۾ آهن. اهو عزيز جي تخليقي نثر جو ڪرشمو آهي يا سندس اندر ۾ موجود حُسن جو جلوو آهي. اهو ته عزيز ٻڌائي سگهي ٿو يا سندس نقاد. پر مان فقط اهو سمجهان ٿو ته عزيز ئي وٽ اها اک آهي جنهن سان هُو ڪردارن کي ظاهري زماني جي ڪوڙن معيارن سان نه پر هُو پنهنجي تخليقي خوبصورتي ذريعي

انهن ڪردارن جي اندر جي حُسن کي نکاري ٻاهر ڪڍي اچي ٿو ۽ هن وٽ انهن ڪردارن کي پرکڻ جا پنهنجا معيار آهن. زماني جي نگاهن ۾ اُهي ڪردار ڀلي تہ نڪما ۽ غير اهم هُجن پر عزيز وٽ اُهي اهم، خوبصورت ۽ ڪارائتا آهن. اهوئي سندس تخليق جو گڻ آهي، جيڪو سندس هن ٽئين ڪتاب ”زيرِ عِشق پيشِ حُسن“ ۾ موجود پروفائيلن ۾ پڻ ڀرپور تخليقي سگهہ سان موجود آهي. ڪتاب جي ٽائٽل وارو مضمون عزيز جي ڀرپور تخليقي فنڪاراڻہ ۽ فڪري سگهہ جو ڪُليل اظهار آهي. هن شاهہ لطيف جي شاعري، ڪلاسيڪي ڪردارن ۽ فڪر کي اڄوڪي سنڌ جي تناظر ۾ پيش ڪري اعليٰ ۽ سهڻين تشبيهن ۽ استعارن سان نثر لکي، پڙهندڙن جي دلين کي ڇُهي ورتو آهي ۽ انهن آڏو لطيف جي شاعراڻين ۽ فڪري خوبين ۽ عظمتن کي اُجاگر ڪري منجهن هن عظيم شاعر تي فخر جي احساس کي اُڀاريو آهي.

هڪ محقق لطيف تي وڏين ۽ طويل شرحن سان گهڻو ڪجهہ لکي سگهي ٿو پر هڪ حساس ۽ باشعور شاعر جي لطيفيات تي تحقيق ۽ تخليق ائين هوندي آهي، جيئن عزيز هن مضمون ۾ بيان ڪئي آهي. سندس جملو ”سنڌ جي ريل عشق جي پٽڙي تان ڪڏهن لٿي“ اڄوڪي دردمند سنڌ جي عڪاسي ڪري ٿي. هُو نوجوانن کي ”لطيف جي سنڌ“ ڏيکاري ٿوءِ ان مان پرائڻ ۽سکڻ جي صلاح ڏئي ٿو.

”سنڌ جي ريل عشق جي پٽڙي تان ڪڏهن لٿي“ ان جا سبب ۽ جواب عزيز وٽ واضح، حقيقي ۽ چٽا آهن. هو لکي ٿو تہ، ”اڄ جڏهن زندگيءَ جو مقصد پنهنجي ذات ۽ زنده رهڻ جي چوڌاري گهمي ٿو تہ اسان کي تڏهن ئي لڳي ٿو تہ سنڌ عشق جي پٽڙيءَ تان لهي ويئي آهي.“

عزيز جو هيءُ مضمون/پروفائيل پڙهندي لڳي ٿو تہ هن جي روح ۾ واقعي حيدر بخش جتوئي ٻولي رهيو آهي. جنهن جو نالو عزيز تي رکيل آهي. جيڪو سنڌ جو سدا عاشق هو. خبر ناهي تہ ڇو عزيز پنهنجي نالي ”حيدر بخش“کان وڌ تخلص ”عزيز“ سڏائيندو ۽ لکندو رهيو آهي. اهو

سندس ذاتي حق آهي، سو پاڻ ڄاڻي. اسان جو واسطو سندس آواز سان آهي، جيڪو آواز بہ آهي تہ الهام بہ.

خير، عزيز ايڏو ظالم ليکڪ بہ آهي، جو هُو پڙهندڙ کي پنهنجي مُٺ ۾ قابو ڪري هيڏانهن هوڏانهن ساهہ کڻڻ جي مُهلت بہ نٿو ڏئي! اهو هن جي لکڻيءَ جو ڪمال آهي يا سندس پُرخلوص ۽ سچن جذبن جي اظهار جو! يا وري زيرِ عِشق ۽ پيشِ حُسن جو سو تہ ڪو صوفي يا ساڌو سمجهائي. اعتبار نہ اچي تہ سندس هن ڪتاب ۾ "ڪاف بڻي ڪائنات منهنجي"، "محمد لائق ايم.اي انگريزي پاس"، "عبدالجبار لغاري المعروف ببلي" جي عنوانن هيٺ پروفائيل پڙهي ڏسو. هنن پروفائيلن ۾ ڪيئي ڪهاڻيون آهن ۽ انهن جا ڇرڪائيندڙ ڪلائمڪس آهن. عزيز جو پنهنجي منڙي امڙ تي لکيل نظم گهڻو وقت اڳ مون سنڌ لائين ۾ ڇپيو هو جنهن ۾ ماءُ جي وڇوڙي جو درد هو ۽ هن ڪتاب ۾ لکيل پروفائيل ۾ پڻ ماءُ سان عظيم وابستگي جو اظهار آهي جيڪو پروفائيل جي عنوان مان ظاهر آهي، "منهنجي منڙي امان."

باقي سندس امڙ تي لکيل پروفائيل ۾ گوپانگ عورتن جا نالا پڙهي، جيڪڏهن ڪي گوپانگ اکيون ڳاڙهيون ڪري ڪيس ڇون تہ "اسانڏي مايان دي ڪتاب وچ نالي ڪيوں لکئي نين..." تہ ان ۾ منهنجو ڪجهہ بہ نہ وڃي. عزيز پاڻ ڄاڻي، پاڻ مُنهن ڏئي. (۽ گهڻي وقت کان هو مُنهن ڏيندو بہ رهيو آهي)

عزيز جو هن ڪتاب ۾ هڪ پروفائيل پنهنجن مانوارن استادن بابت عزت ۽ احترام سان ضرور لکيل آهي پر ان دور جي تعليمي نظام جي بهتر ۽ ڪمزور پاسن کي پڻ عزيز واضح ڪيو آهي. هن استادن جي پيار دوست ۽ سخت رَوين جي پڻ نشاندهي ڪئي آهي.

پڙهندڙن کي هن ڪتاب ۾ اها ڳالهہ ضرور حيران ڪندي تہ "زيرِ عِشق ۽ پيشِ حُسن" جهڙي پروفائيل جو ليکڪ "بيوفائي! هڪ حسين حقيقت" جهڙو پروفائيل ڪيئن لکي سگهيو آهي. جيڪو هن اڙدو جي خوبصورت شاعر جَان نثار اختر، صفيہ اختر، حاجره اختر ۽ شبانہ اعظمي

بابت لکيو آهي. سچ پچ، عزيز بادشاھ ليکڪ آهي، جيئن مون شروع ۾ لکيو آهي تہ هُو شين کي زماني جي معيارن تي نہ پر پنهنجي اک سان ڏسندو آهي. اها عزيز جي پنهنجي اک ئي تہ آهي جيڪا "بيوفائي" ۾ بہ ڪيئن حُسن کي ڳولي ٿي لهي ۽ زندگيءَ جي حقيقت سان روبرو بيهي ٿي.

مان وڌيڪ هن ڪالم بابت ڪجھ نٿو چوان جو عزيز پاڻ هن جي پُڇاڻي هنن لفظن سان ڪئي آهي:

"منهنجي هن خيال سان، اوهان مان جن کي اختلاف آهي يا اُهي جيڪي مون سان بحث ڪرڻ چاهين ٿا، انهن کان معذرت! ڇو تہ مون کي اڄ هڪ بيوفا سان گڏ مصروف رهڻو آهي!"

سو عزيز تہ بيوفا سان گڏ مصروف آهي، پر مون کي ڪويتا پبليڪيشن جي سرواڻ موهن مدهوش جو حڪم آهي تہ پنهنجو ليک جلد پُڄاءِ مان ڪراچي وڃان پيو. ان ڪري آخر ۾ پڙهندڙن کي بس اها گذارش ڪجي ٿي تہ عزيز جي تخليق ڪيل هن ڪتاب ۾ جيڪي بہ پروفائيل، ڪالم يا تاثراتي لکڻيون موجود آهن، جيڪي عزيز نور نچوئي لکيون آهن، انهن جي لفظن ۽ اکرن کي پڙهڻ سان گڏ ان ۾ جيڪو اندر جو آواز يا الهام موجود آهي، ان کي بہ ضرور ڪنائجو!

ادريس جتوئي

ڄامشورو

27_سيپٽمبر، 2013ع

# منهنجي مٺي امان

رشتا بہ فصلن وانگر ٿيندا آهن. ھڪڙا پيا لڀا آهن ۽ ٻيا پيا ڦٽندا آهن. پر ڪُجهہ رشتا اهڙا هوندا آهن جيڪي ڦٽا تہ لڀا ڪونہ جيڪڏهن هِڪ ڀيرو لڀيا ويا تہ وري ڪڏهن ڦٽندا ڪو نہ! اهڙا رشتا مختلف ماڻهن وٽ الڳ الڳ معنائن سان هوندا پر مان جنهن رشتي جي ڳالهہ ٿو ڪريان اُهو رشتو اهڙو رشتو آهي جنهن کان جيڪڏهن الڳ ٿي ٻيهان تہ ائين لڳندس ڄڻ ڪو اکر نقطي کانسواءِ يا ڄڻ ڪو نقطو اکر کان سواءِ صفا "ندارد" صفا ڪُجهہ بہ نہ!

مان پنهنجي ماءُ جي ئي ڳالهہ ٿو ڪريان. جنهن کي اسان ٻائر ڀينر "امان" ڪري پڪاريندا هُئاسين. اِهو انهيءَ ڪري بہ ٻُڌايان ٿو جو گهڻا ماڻهو پنهنجي امڙ کي "امي" ڪري سڏيندا آهن! سو اسان تہ پنهنجي ماءُ کي "امان" ڪري مخاطب ٿيندا هُئاسين!

امان. بابي جي سڳي سؤٽ هئي. بابا (ڊاڪٽر محمد صالح گوپانگ) 1932ع ۾ پيدا ٿيو امان کائنس پنج سال کن ننڍي هئي. ٻئي گڏ کيڏيا ۽ وڏا ٿيا. سندس سڳ. بابا ٻڌائيندو هو تہ هُن وڏا ڪيتا ڪري. ڏاڏي جي واتان. ناني کان گهريو هو نانا اسان جي ڏاڏي جو ننڍو ڀاءُ هو هُو ٻائر تہ هُئا ئي. پر روين ۾ بہ هِڪ ول جون ٻہ گُريون هُئا. انڪار جو تہ سوال ئي پيدا ڪونہ ٿئي ٿيو سو اسان جي ناني سڳ ڏيڻ جي "ها" ڪئي ۽ سندن رشتو جُڙيو بابا جو امان سان اِهو رشتو امان کي ڪلهي ڏيڻ تائين قائم رهيو.

اسان جي ناني جو نالو جادم هو. ڪيس مِٽ مائٽ جادو گوپانگ ڪري سڏيندا هئا. هي اسان جي سٽن پيڙهين مان واحد شخص هو جنهن کي نماز پڙهڻ ايندي هئي. پهريون حج بہ هُن ئي ڪيو. پيرين پنڌ! اِهو پنجاهہ وارو ڏهاڪو هو.

اسان جي ناني کي پنج ڌيئرن ۽ ٻن پٽن جو اولاد ٿيو. امان کان هِڪ ڀاءُ ۽ ٻہ ڀينرون وڏيون هيون. ستن ڀينرن ۽ ڀائرن جا نالا ترتيب وار هِن ريت هُئا. در محمد، بصران، زينب، ڳوُري، آمُل، جمال خاتون ۽ منٺار. قسمت چوندي ڳوُري کي اسان جي ماءُ بڻايو! بابا کي هُن ڇئن پٽن ۽ ڇئن ڌيئرن جو اولاد ڏنو جيڪي وري ترتيب وار هن ريت آهن. صدوري، شهزادي، حيدر بخش (راقم الحروف)، زبيده، امداد علي، حاجي خان، زاهده ۽ مير محمد.

بابا اڳتي هلي سنڌ جي گهڻ پڙهيل چوندڙ ماڻهن ۾ شمار ٿيڻ لڳو. امڙ اکرن کان اڻ واقف هُئي، بابا کي ڪتابن ڇنڊي ڇاڻي درست سٽن وانگر سِڌو ڪري بيهاريو ۽ امان بابا جي ڪتابن مان هِڪ ڪتاب ئي بڻجي ويئي ۽ اُتي ئي پڙهجي رهي جتي بابا کيس رکيو.

امان کي هِڪ ئي ناڙي پهريان پنج پُٽ ڄاوا هئا. جيڪي ڄمڻ واري وِٿيءَ سان ئي الله سائين ڪاٺونس موٽائي ورتا! بابا ٻُڌائيندو هو تہ اولاد جي نہ بچي سگهڻ ڪري هُو ڇال مان ڦري ڇرڪ ٿي پيئي، اولاد لاءِ باسون باسيندي ۽ دستگير کي سڏيندي هُئي، پوءِ جڏهن ادي صدوري جنم ورتو تہ هُن کيس دُنيا ۽ اُن جي نظر کان ڇڪي ڇني پري رکڻ شروع ڪيو ۽ اهڙي ريت ادي صدوري کان وٺي مير محمد تائين هُن پنهنجن سيني ٻارن کي وهنجارڻ، سينڊون ڪيڻ ۽ سُرما پارائڻ سان گڏ ساڃاهہ بہ سيکاري وڏو ڪيو.

ادي صدوري سندس وڏي ڌيءَ ۽ مان سندس وڏو پُٽ. سو اسان ٻنهي وڏي هجڻ جو هر ممڪن فائدو ورتو. ادي کي بابا بہ گهڻو ڀائيندو هو پر مان تہ امان جو دادلو هوس. مون کي پاڻ سان سندس شديد مُحبت جو شديد احساس تڏهن ٿيو جڏهن هُن جي اکين ٻوٽڻ سان دنيا اکيون ٻوٽيون.

امان 1994ع ۾ دم ڏنو. تادم منهنجو دم گهُٽيل آهي، ٻار ماءُ جي پيٽ ۾ ساهہ کڻندا آهن. امان تہ دنيا ۾ بہ مون کي ساهہ ٿي کڻايو. دنيا جنهن ۾ ساهہ ڪيڻ سولو ۽ کڻائڻ ڏکيو هوندو آهي.

امان سدائين چوندي هُئي "منهنجو حيدر سادو آهي" اِهو چئي هو مون کي ماني کان وٺي خرچي تائين، هر شيءِ ٻين ٻارن کان وڌيڪ

ڏيندي هُئي، اصل ۾ سادو مان نہ. سندس اُهو پيار هو جيڪو پُٽ جي اولاد لاءِ سڪندو هو سو مان ڇا ڄاڻس، امان جي تہ ڄڻ عيد ٿي وئي ۽ اُها عيد هُن پوري عُمر ملهائي.

مان اڃان پرائمري ئي پڙهندو هوس تہ امان منهنجي لاءِ موڙ ٺهرايو. اُنهيءَ موڙ ۾ هُن لونگ ڦوٽا بہ مڙهايا. ستن رنگن جو سٽ بہ سيڙايو. ڏاڳن سان موتين جون لڙيون ائين ڳنڍيون جيئن هٿ سان آڱريون ڳنڍيل هونديون آهن ۽ آخر ۾ هُن منهنجي شاديءَ لاءِ سوچي رکيل ڳيچ ۽ جهمريون پائي نچڻ کي بہ اُنهيءَ موڙ سان ڳنڍيون ڏئي ٻڌي رکيو!

قسمت اُنهيءَ موڙ ۽ منهنجي نرڙ جي وچ تي جو اچي بيٺي تہ آخر تائين بيٺي رهي، اُهو موڙ اڃان بہ ادي صدوري وٽ پانيان ٿو سنڀاليل آهي، موڙ ۾ جڙيل موتي پنهنجي اندر ۾ گم ٿي ويل رنگن جي ڳولا ۾ الائجي ڪيڏانهن نڪري ويا آهن. ستن رنگن وارا سُٽ ائين سُسي ويا آهن جيئن جواني پيريءَ ۾ سُسندي آهي ۽ منهنجي شادي لاءِ سوچيل ڳيچ ۽ جهمريون موڙ جي ٽوپن سان گڏ ٽوپجي ويون آهن.

بابا نوڪري سانگي گهڻو وقت اسان کان پري رهيو ڳوٺ ۾ اسان جو گڏيل خاندان هِڪ ئي ويڙهي جي صورت رهندو هو تڏهن ان پيهڻ واسطي سيني وٽ پنهنجا جنڊ هوندا هئا. ڪُڪڙ دس هٽندا هُئا تہ امان وڃي جنڊ تي ويهندي هُئي، هُو ”جان مرد“ هُئي، ڏاڳهن جهڙن ڏيرن جي ٻي واڃبين کي اَن سان ٻُڪ پري پري پيهندي ويندي هُئي، هو جنڊ ايترو تہ تيز ۽ تکو جوٽيندي هُئي جو مون کي لڳندو هو تہ جنهن بہ جنڊ ۾ مٺو ڏنو پيسجي ويندو اَن ڇا پيهندي هُئي، ڄڻ ٻي وڙي دنيا کي جنڊ جي پُڙن وچ ۾ ڏئي پنهنجي ڪاوڙ جو اظهار ڪندي هُئي!

اسان جو نانو جادو گوپانگ، چون ٿا تہ تمام گهڻو سگهو هوندو هو هُن جي لٺ ۾ موت ٻڌل هوندو هو جنهن کي هٽندو هو سو بچي ڪونہ سگهندو هو پيرين پنڌ حج واري سفر دوران ڪيس بہ بدُو ڦُرڻ لاءِ ڦري آيا. هُن سرائيڪي ۾ کين گهڻو ئي چيو تہ توهان عرب سڳورا آهيو مان اوهان جو خيال ٿو رکان، مون سان نہ وڙهو مان وڙهيس تہ پوءِ توهان وڙهڻ تہ ڇا پر رڙهڻ جهڙا بہ نہ رهندا. پر بدوئن جن کي انسانيت

ڪڏهن سمجهه ۾ ڪونه آئي، سي سرائيڪي ڪتي تي سمجهي سگهيا. سو بدو عرب گڏجي نانا کي قرڻ ۽ مارڻ ۾ لڳي ويا. نيٺ نانا عربن جي پيٽ ۾ قِتل ڏاچين جي ڪير جو جواب ڪُنڍين جي ڪير سان ڏنو. نانا وٽ لوڙهه ساڻ هيو هڪِ مٿو هڪ ڏڪ! ٻه ئي بدو ٺڏي تي ٺڏا ڪري اڳتي حج لاءِ روانو ٿيو. هِڪ سفر ۾ ٻه حج ڪري آيو ٻُڌائيندو هو تہ واپسيءَ تي اُٺان لنگهندي بدبوءَ وچان سندس نڪ پڻ سڙيو هُن مڙي ڪونہ ڏٺو اُنهيءَ جاءِ مٿان سرٽين کي لامارا پائيندي ضرور ڏٺو هُئائين!

سو اسان جو نانو سگهو تہ گهٽو هو پر پنهنجي وڏي ياءُ حاجي خان (اسان جو ڏاڏو) جي اڳيان ڪُجي پُڇي ڪونہ سگهندو هو. اسان جي ناناڻن جي سادگي، اسان جي ڏاڏاڻن کي "ڏاهو" ڪري ڇڏيو هو اُنهيءَ ڏاهپ جو نتيجو اِهو نڪتو جو اسان جو هر ياڱو ياڱا ياڱا تي پوءِ اسان وٽ پهچندو هو. اسان کي مانيءَ جو چوتاڙ ڏيندي امان اندران ئي اندران چار اڌ ٿيندي هُئي! پر صابرين اهڙي جو ڪڏهن بہ بابا کي ڪنهن جي شڪايت ڪونہ ڪيائين، اصل گهٽو ڪاوڙيي هُئي تہ اسان کي نانا ڏي اماڻي ڇڏيندي هُئي، جيڪو پنهنجي هڪڙي نَنهن جهڙي وڏيل نُنهن کان لڪائي رکيل مانيون اسان کي کارائي ڇڏيندو هو.

۽ پوءِ ڪجهہ ئي سالن بعد جڏهن بابا آفيسر بڻيو تہ اسان کي سامان سان گڏي سانگهڙ ڪٽي آيو بابا شيشي وانگر سخت هو ۽ امان لاوي وانگر نرم. واهہ جو جوڙ هو! گهٽو پوءِ پيريءَ ۾ جڏهن بابا جي وجود جي جواني وارين سرسبر لامن مٿان ويٺل رنگين جهرڪيون اڏامي چڪيون تڏهن سندس ڏيان امان ڏانهن ويو جيڪا تڏهن ٻہ سندس سيني موسمن ۽ مزاجن جي ساٿياڻي هُئي!

جڏهن جواني ٿيڙ ڪائڻ ڏانهن مائل هوندي آهي، تڏهن مان بہ گهٽو ئي ٽڙيس ٽاپڙيس! ڪنهن جي فرمائش پوري ڪرڻ لاءِ روز امان اڳيان اچي بيهندو هُوس ۽ هو پنهنجي رکيل ۽ پاٽل پوتين جي پلوئن ۾ ٻڌل ڳنڍيون کوليندي ويئي، اِهو سلسلو سندس اکيون ٻوٽڻ ۽ منهنجي هوش ۾ اچڻ تائين جاري رهيو!

ماڻهو ننڊ رکو ايستائين ڪري سگهندو آهي جيستائين سندس ماءُ زنده هوندي آهي ۽ ماني به اُن وقت تائين پيٽ ڀري کائي سگهندو آهي جيستائين اُها سندس ماءُ پچائيندي آهي، اُن کانپوءِ نه ڪو سمهي سگهندو آهي ۽ نه ئي ڪو پيٽ ڀري کائي سگهندو آهي! 6 مئي 1994ع کانپوءِ مان به ناهيان سُمهي سگهيو منهنجي ننڊ به اُن ڪٽ سان گڏ ڪنئي ويئي هئي، جنهن تي سِڏو سمهي امان پنهنجي آخري سفر تي رواني ٿي هئي، امان سان گڏ مون پنهنجي ننڊ ڪي به ڪلهو ڏنو هو!

جادم گوپانگ جي ڏيءَ نالي گوٺ، ڪنڊياري کان چار ڪلو ميٽر اولهه طرف ڳوٺ حاجي خان گوپانگ جي پير ڪير واري مُقام ۾ پنهنجي ماءُ پيءُ جي ويجهو ۽ پنهنجي گهرواري محمد صالح گوپانگ جي پير ۾ ان ابدي ننڊ ۾ ستل آهي، جنهن ننڊ جي خوشبو لونگ ڦوٽن سان مڙهيل اُن موڙ مان به ايندي آهي، جيڪو هُن منهنجي ماٿي تي ٻڌڻ لاءِ جوڙايو هو!

## ”ڪاف“ بڻي ڪائنات منهنجي!

2002ع جي هِڪ سخت گرم منجهند جو اسڪول جو پورو اسٽاف ٽيچرز ٽريننگ سيشن ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ اسڪول ۾ گڏ ٿيل هو. گرمين جي موڪلن دوران اهڙا سيشن منعقد ڪرائڻ، اسڪول انتظاميہ جي معمول وارن ڪمن جو حِصو هو. اسڪول جيئن تہ فوج جي انتظام هيٺ هلندڙ هو. ان سبب ڪري ضابطو ۽ استادن جي حاضري حتمي ۽ يقيني هوندي هئي، مون لاءِ اهڙو تعليمي ماحول ۽ ادارو اِن ڪري بہ نئون ڪونہ هو جو مان ان کان اڳ ڪجهہ سال ڪيڊٽ ڪاليج سانگهڙ ۾ بہ بطور استاد جي گذاري چُڪو هئس، سو اِنهيءَ ڪري بہ هِن اداري ۾ مون کي نوڪري ڪندي ڪا ڏکيائي ڪونہ پئہ ٿي، هي اِنهيءَ اسڪول ۾ منهنجو ٻيو سال هو.

نوڪري ڇڏڻ وارو منهنجو مزاج، هي اسڪول پڻ ڇڏي وڃڻ لاءِ گهڻو مائل ٿي چُڪو هو پر اُنهيءَ ڏينهن ورڪشاپ هلندي، مُون سان هِڪ اهڙو معاملو درپيش آيو جيڪو سر تي اچي تہ سولي ۽ دِل مٿان اچي تہ سيج سجائي ٿو.

اُنهيءَ ڏينهن مختلف مضمونن جا استاد ڪلاس ۾ ويٺل هُئا، ڪلاس ٽيهہ- چاليهہ استادن سان ڀريل هو. اسڪول جو سيڪريٽري، جيڪو هِڪ ميجر هو، ليڪچر ڏئي رهيو هو. ڌيمي لهجي ۽ خوبصورت انگريزيءَ سان هُن ڪلاس جو پورو ڌيان، هِڪ ڌاڳي جيان پنهنجي لفظن سان ٻَڌي ڇڏيو هو مان هميشہ جيان آخري بئنچ تي ويٺي سندس ليڪچر ٻُڌو!

استادن کي ڌيان سان ٻُڌڻ جي عادت، مون ۾ اصل کان هُئي، پر اُن ڏينهن الائجي ڇو منهنجون اکيون ڪنهن ٻئي هنڌ ونگيون ۽ وچڙيون پئہ! مون کان بہ بئنچون اڳ واري بئنچ تي هُوءَ ويٺل هُئي، مون

هُن کي، اِن کان اڳ ۾، ڪڏهن بہ ڪونہ ڏٺو هو. شايد هوءَ نئين مُقرر ٿيل ٽيچر هُئي. هوءَ مون کان چند فوٽ اڳيان پُنيري ويٺل هُئي. هڪ چوٽيءَ ۾ ڳُتل سنڌس وارن جو ويڙهو پويان ڪياڙيءَ کان لهي، پٺيءَ کان ٿيندو بئنچ کان هيٺ زمين کي ڇُهي رهيو هو. سنڌس ڪن کان پاسي وارا وار، پگهر ۾ ڪيترن ئي ننڍڙن ڇلڙن جي صورت وٺي سنڌس گُلابي ڳچي تي پکڙيا پيا هُئا. پوري هٿ کي گول ڪنگڻ جي صورت ڏئي سنڌس ڳُت جي ويڙهي کي ونجي ها تہ بہ اُهو مُٺ ۾ ماپي نہ سگهي ها. هُوءَ منهنجي اڳيان ويٺل هُئي، پر سنڌس چهرو مون کان اوجهل هو! جبل پنهنجي اوچائي ۽ سمنڊ پنهنجي گهرائيءَ سان گڏ تصور ۾ ايندو آهي، سو منهنجي تصور ۾ سنڌس صورت جا سوين هزارين عڪس جُڙڻ لڳا!

اکين کي پير هُجن ها تہ منهنجي نرڙ جو هٿ ڇڏائي، سڌو وڃي سنڌس اڳيان بيهن ها ۽ دم دم ديدار ڪن ها پر مان بئنچ ۽ هو منهنجي ڇهري ۾ قيد هيون. تڏهن مون کي سخت اضطراب محسوس ٿيو مون کي لڳو تہ الائجي ڪيترن ورهين کان هي ليڪچر هلي رهيو آهي. منهنجي اندر ۾ ڪيس ڏسڻ جو شوق پنهنجي پوري زور سان مون کي ڇچولڻ لڳو مون هِڪ لمحي لاءِ سوچيو تہ اڳتي وڌي ليڪچر ڏيندڙ ميجر جي وات تي هٿ رکان، پر اِهو ممڪن نہ هو. دِل اهڙي ڪنهن امڪان لاءِ گهٽو ئي واجهايو تہ من هُوءَ لوٽو هٽي پوئتي ڏسي، پر سو بہ ڪونہ ٿيو. هُوءَ چوڪري هُئي يا درويش جو سجدو جنهن ۾ نہ ڪنڌ مٿي ڪٽبو آ ۽ نہ ئي ساڄي پاسي لوٽا هٽي سلام ورائبو آ. سو سنڌس ديدار جو شوق منهنجي پوري وجود کي سُڪل ڪانئين جيان ڪرڙات ڪري توڙي رهيو هو. مون پنهنجي اندر جي پيچ ڊاهہ پنهنجن ڪنن سان ٻُڌي. منهنجي بيقرار ديد جا قافلا دِل کان اٿي، اکين کان ٿي، پنبڻين جي پاسن کان ائين اچي بيٺا جيئن آديسي مسافر اچاتي سفر جي سنبت ڪندا هُجن! مون کان رهيو نہ ٿيو ۽ مان ڪلاس کان ٻاهر نڪري آيس!

ليڪچر ختم ٿيڻ ۾ اجان بہ، الائجي ڪيترو وقت باقي هو. مان تڪڙا قدم کڻندو ايڊمن بلاڪ جي پويان اچي ڪيسي مان

سگريٽ ڪيڍي ڏڪايو. پنج منٽ عُمر واري سگريٽ کي هِڪ منٽ ۾ پورو ڪري وري ڪلاس ڏانهن موٽ ڪاڏم. ميجر اجان ليڪچر ڏنو پئہ. مان اندر وڃڻ بجاءِ ڪاريڊور ۾ هيڏانهن هوڏانهن ڦيرا پائڻ لڳس. اِنهيءَ دوران ليڪچر جي پوري ٿيڻ جو احساس تڏهن ٿيو جڏهن ڪلاس ۾ استادن جي ڳالهائڻ جا آواز اچڻ لڳا! ورڪشاپ پورو ٿيو هو. سڀ ڪان اڳ ۾ ميجر ٻاهر آيو پوءِ هِڪ هِڪ ٿي استاد ٻاهر اچڻ لڳا. مان سيني ڪان بي نياز ائين بيٺو رهيس ڄڻ پنهنجي ٻاهر اچڻ جو انتظار ڪندو هجان ۽ پوءِ هُوءَ ٻاهر آئي!

اُها عجيبٌ گهڙي هُئي! مون هڪ ٿي وقت ٻاڻ کي، پٿر ۽ برف ٿيندي محسوس ڪيو. پنهنجي ٿي اندر ۾ تپي لوهہ ٻہ ٽيس پئہ ۽ ڳري برف ٻہ ٻٽيس پئہ. مون کي لڳو تہ مان زمين ۽ آسمان واري. ٻاڻ ۾ ملجندڙ لڪير ٻڻجي. ڪائنات جي ڪنڊ ڪُڙڇ ۾ مسلسل ڇڪجندو پيو وڃان. مون کي هُن جي حُسن ۽ پنهنجي پڪڙڻ جي ڪنهن ٻہ ڇيڙي ڇيهہ جو اندازو نہ پئہ ٿيو. سندس چهرو نہ هو هِڪ وحي هُئي، جيڪا منهنجي دِل تي لٿي ۽ مون پهريون ڀيرو عشق جو ڪلمو پڙهيو!

هِڪ لمحي لاءِ مون زمين پڪڙي پنهنجن پيرن تي بيهڻ جي ڪوشش ڪئي، لڳو تہ يا مان زمين تي ڪري پوندس يا آسمان مون مٿان. سو الائجي ڪيئن ڪلاس جي ديوار کي ٽيڪ ڏيئي بيهي رهيس. هو واقعي ڪا نئين ٽيچر هُئي ۽ اُهو اسڪول ۾ سندس پهريون ڏينهن هو!

سندس سونهن کي ڪو اٽو مٿو ڪونہ هو پوري چمن ۾ اڪيلي گلاب جيان پئہ لڳي، سندس ڳچي اُن صراحيءَ مثل هُئي، جنهن جي ڊِڪ ڪولڻ لاءِ عاشق پنهنجا اوجاڳا گروي رکندا آهن. هُن جي ڇپن رندن کي ڊُڪ ڊُڪ ڪري پئہ پيتو سندس پرون اکين مٿان ائين لهندي محسوس پئہ ٿيا جيئن پکي پر پکيڙي ڪنهن ڊِنڊ مٿان لهندا آهن. سندس نيٽن نوريءَ کي اُتر ۾ پئہ ورتو ۽ ڳلن جي افق مٿان ڪهڪشائون لهرن جيان اڀريون ۽ لٿيون پئہ! مون کي تڏهن ائين لڳو تہ ڪا ندي ڪوهہ ڪاف جي جبلن کان لهي سڌو منهنجي دِل ۾ اچي

لڳي آهي. پنهنجي قبيلي جي، هيءَ حسين ڇوڪري بلڪل ڪنهن نديءَ جيان، الائجي ڪٿان آئي ۽ مون ۾ ڇوڙ ڪري ويئي!

اُن ڏينهن مون کي پنهنجي پنڌ پهڻ ٻڌجڻ جو مشاهدو ٿيو هو. منهنجون اکيون منجهس اٽين وڃي کُتيون جيئن محبت ميخ ٻڌجي دِل ۾ کپندي آهي، پر هوءَ مُون کان بي نياز هُئي! هُوءَ سيني کان بي نياز هُئي، ڪلاس مان نڪري وچٿرا قدم کڻندي آهستي آهستي، اسٽاف روم ڏانهن وڌي ويئي!

ورڪشاپ پورو ٿيو استاد هِڪ هڪ ٿي اسڪول کان ٻاهر ويندا رهيا. تڏهن الائجي ڪيتري دير مان اُتي ئي ويٺو رهيس، اسڪول خالي ٿي چڪو تہ مون کي لڳو تہ اسڪول ئي نہ. منهنجو اندر بہ خالي ٿي چُڪو آهي، جيئن ڪا آرام سان ويهي، مون کي مون مان پورو چوندي پاڻ سان گڏ کڻي وئي هجي! هاڻي مان هُجان ها تہ ڪيڏانهن وڃان ها!؟ سو اُتي ئي پيو رهيس، خاموشيءَ سان گڏ!

گهڻي دير ڪانپوءِ چؤڪيدار اچي، مون کي اسڪول بند ٿيڻ جي خبر ٻُڌائي، مون هٿ وٺي پاڻ کي اٿاريو ۽ پنهنجو پورو بدن اکين ۾ جهلي ٻاهر نڪري آيس! اُن ڏينهن مون کي شديد بخار ٿيو هو.

مان جو روز اسڪول دير سان ويندو هئس، ٻئي ڏينهن سينيءَ کان پهرين پُهتس، هُوءَ اڃان ڪونہ آئي هُئي، ۽ اوچتو سندس اچڻ جو احساس ٿيو. چڻ هوءَ رستي مٿان نہ. منهنجي اکين مٿان پير رکندي ايندي هُجي، مون مين گيٽ ڏانهن واجهايو هُن کي سامهون ايندي ڏٺم. تڏهن مون کي لڳو لشڪر ئي نہ حُسن بہ ڪاهہ ڪندو آهي، مُنهنجي دِل ٻيهڻ ۽ اکين رُوئڻ چاهيو مُون هِڪ هٿ سان دِل ۽ ٻئي هٿ سان اکين کي پرچائڻ جي ڪوشش ڪئي!

مان جيڪو هِڪ سال کان مٿي انهيءَ اسڪول ۾ پڙهائي چُڪو هئس ۽ نوڪري ڇڏڻ جا بهانا پئہ ڳوليم. سو ان ڏينهن مون کي نوڪري ڪرڻ جو بهانو ۽ جيئڻ جو سبب مِلي ويو. ڪيترائي مهينا گذري ويا. ڪلاس وٺندي ايندي ويندي مان هُن کي ڏسندو رهيس. هوءَ هِڪ مُڪمل، باشعور ۽ ڪمپوزڊ ڇوڪري هُئي! مان جيڪو ڪنهن سڏ وانگر هر ڪنهن جو ڌيان ڇڪائڻ ۾ ڪامياب ويندو هئس، هُن

جي حوالي سان بتهہ ناپاس ٿيس، هُوءَ چوڪري گهٽ ڪو لمحو پئہ لڳي، آئي پئہ ۽ گذري پئہ ويئي، اِن ڪان بي خبر ۽ بي نياز تہ ڪير سندس انتظار ۾ آهي، ڪير ڪيس واجهائي ٿو.

راڳ، رياض ڪانسواءِ ۽ وصل، صبر ڪانسواءِ ميسر ناهن ايندا. مون سندس ديدار ڪي دِل جو سرمايو تصور ڪيو ۽ پنهنجي دِل ڪي سندس نانءُ جي ناوَ ۾ ڪنڊائتو ويهاري پوئتي موٽي آيس. وقت گذرندو رهيو مُون پنهنجو سياءُ عام رواجي ۽ پيشوراڻو رکيو. وقت سان گڏ هُن ۽ منهنجي وچ ۾ تعليمي موضوعاتي رابطو قائم ٿيو هُوءَ ان اسڪول ۾ اردو ۽ مان سنڌي ادب جو استاد هُئس، سو اسان ڪي غالب، فيض، اياز اقبال ۽ لطيف جي شاعري مٿان ڳالهائڻ جا موقعا ملندا رهيا، بہ سال اسان گڏ نوڪري ڪئي، هُوءَ ”توهان“ ڪان هيٺ نہ لٿي ۽ مان ”تون“ تائين پهچي نہ سگهيس، هِڪ ڀيري مون پنهنجي دِل ڪي ميڙي هِڪ جاءِ تي گڏ ڪيو ۽ شعور جي سموري سگهہ سان عشق جي انتهائي ڪرشمي تي يقين رکندي ڪيس پنهنجو اڌورو اندر سڄو سارو ڏيکاريو! هُوءَ مون ڪي ڏسندي رهي، سندس چهري ڪي پڙهڻ مون لاءِ انتهائي ڏکيو هو هُوءَ چپ رهي ۽ اڳتي گذري ويئي!

هُن جي خاموشي نہ انڪار هُئي نہ اقرار، بس خاموشي هُئي جيڪا هُئي تہ هُن جي پر ڇانئجندي مون مٿان پئہ ويئي، وقت گذرندو رهيو مون راز فاش ڪري خلق کلائڻ ڪان بهتر سمجهيو تہ اسڪول ڇڏي وڃان، سو مان استعيفيٰ ڏيئي هليو ويس! مُنهنجي وڃڻ ڪانپوءِ ٻئي ڏينهن هُوءَ اسڪول ڪارا ڪپڙا پائي ويئي هُئي!

اِها ڳالهہ اڄ ڏهن سالن ڪانپوءِ، هُن فون ڪري مون ڪي ٻُڌائي آهي! هُن ٻُڌايو تہ هُوءَ ڏهن سالن ڪان پنهنجي نانءُ جي ناوَ تي رکيل منهنجي دِل سنڀاليندي سنڀاليندي، پنهنجي دِل وڃائي ويٺي آهي!

مُون هِڪ ڀيري ڪيس چيو هو تہ تنهنجا چپ گلاب جهڙا آهن! تڏهن مون ڪي بلڪل بہ اندازو ڪونہ هو تہ اُهي گلاب نہ گلاب جون پنکڙيون هيون، جن ڪي ٽڙڻ ۾ پورا ڏهہ سال لڳا!!!

# منهنجا مانوارا استاد

اڄ بہ جڏهن صبح جو سوير اُٿي پهريون خيال دل ۾ اهو جاڳندو آهي تہ اسڪول ڪونهي وڃڻو تہ اطمينان جو هڪ ٿڌو ساهہ کڻي، پاسو ورائي سُمهي رهندو آهيان. دنيا ۾ هجي نہ هُجي، اسان وٽ تہ اسڪول اُها واحد جاءِ آهي جتي ٻار ناهن وڃڻ چاهيندا. سنڌ ۾ جڏهن ٻارن.ڪي اسڪول نہ موڪلڻ تي انهن جي والدين کي گرفتار ڪرڻ جا حڪومت دڙڪا ڏيندي هُئي، تڏهن اسڪول نہ ايندڙ يا اسڪول کان ڀڄي ويندڙ ٻارن کي ٽنگو ٽالي ڪري واپس اچي ڪلاس جي بينچن تي استادن جي اڳيان ائين اڇلايو ويندو هو جيئن ڳاهہ جي پروٽي ڪنهن بکايل جانور جي اڳيان ڦٽو ڪئي ويندي هئي! ۽ پوءِ شاگرد جا ڪيڪاٽ هوندا هئا ۽ استاد جي اُستادي!

اُهي سڀ اُستاد، جيڪي شاگردن کي سندن ننڍي هوندي مارون ڪيئندا هُئا، سي وڏي هوندي سيني کان گهٽ ياد ايندا آهن. ياد تہ اُهي استاد بہ ايندا آهن جيڪي پيار ڪندا هُئا، مگر مارڻ وارا استاد انهيءَ ڪري وڌيڪ ياد ايندا آهن جو سندن مار کانپوءِ شاگرد زندگيءَ جي مار کان بچي ويندا آهن.

اڄ مان ماضيءَ جي جهروڪن مان جهاتي پائي جڏهن پنهنجي اسڪول ۽ ڪاليج جي ڏينهن کي ياد ٿو ڪريان تہ مون کي ڏنڊن سان سڄي ويندڙ هٿ ترين سان گڏ پنهنجا ڪلاسي، ڪلاس ۾ رکيل بينچون، پيريڊ شروع ۽ ختم ٿيڻ جا گهنڊ، بليڪ بورڊ تي لکيا ۽ ڊسٽر سان ڊاهيا ويندڙ استادن جا اکر ۽ بدن ۾ پيدا ٿيندڙ اُها ڏڪڻي، شدت سان ياد اچي ٿي، جيڪا حسابن جي استاد جي اچڻ سان پيدا ٿيندي هُئي!

وقت "گذري وڃڻ" جو نالو آهي! جڏهن وقت گُذري دنگ

ڪري ٿو تڏهن ماڻهو گذري ٿو گذرگاهن مان نڪري ٻاهر ايندڙ آخري مسافر جو نالو انسان آهي! اڄ جڏهن مان زندگيءَ جي حيران ڪندڙ احساس کي محسوس ڪري پنهنجن استادن کي ياد ٿو ڪريان تڏهن مون کي پنهنجي ڳوٺ جو اُهو پهريون اسڪول ياد اچي ٿو جتي مون پهريون درجو پڙهيو هو.

سائين محمد طالب رند اسان جو استاد هو. موڙاٽ کان گڏهه تي چڙهي هو اسان جي ڳوٺ ايندو هو. اسان ٻار سندس پهچڻ کان اڳ ۾ ئي وچي بينچن تي ويهندا هئاسون. ٻروچڪي هاني ڪاني ۽ شڪل شبيهه وارو هي استاد انتهائي ٿڌي مزاج ۽ ڏيرج وارو انسان هو. گڏهه تي اِن ڪري چڙهي ايندو هو جو سندس ڳوٺ اسان جي ڳوٺ کان چار ڪلوميٽر پري هوندو هو. سائين وقت بچائڻ لاءِ گڏهه تي چڙهي اسڪول پهچندو هو اُها ٻي ڳالهه آهي ته اڪثر سائينءَ کي شام ۽ ڪڏهن ڪڏهن ته رات به ٿي ويندي هئي مگر هو اسڪول ايندو ضرور هو! دير سوير ٻارن کي گهران گهرائي ۽ ڪڏهن ڪڏهن ٽنگو ٽالي ڪرائي به پڙهائيندو هو! تڏهن پهرئين کان پنجين درجي تائين هڪ ئي استاد پڙهائيندو هو. مار تي پابندي ڪو نه هئي، سو استاد ٻارن کي سٽي ڪُٽي سِڌو ڪندا ۽ پڙهائيندا هئا! مگر سائين محمد طالب ٻارن کي ماريندو ڪو نه هو. هو جهڙو اسان جو چاچو مامو لڳندو هو. ڳوٺ جي هر گهر ۾، گهر ڀاتيءَ جيان ايندو ويندو هو! سنڌ جي سماج مان عزت ۽ احترام جي "پاسنگ آئوٽ پريڊ" اڃان ڪا نه ٿي هُئي، سو استاد محمد طالب رند وڏي مان ۽ شان سان پنهنجي نوڪريءَ جو هڪ وڏو عرصو اسان جي ڳوٺ ۾ ئي مقرر رهيو!

ڳوٺ ۾ اسان واري "ايج گروپ" جو هر شخص وٿانئس به اکر ساڃاهه جا پڙهي اڳتي وڌيڪ اکرن جون ڳنڍيون کولڻ لاءِ نڪتو. سائين محمد طالب رند رٽائرمينٽ کانپوءِ گهڻو وقت حيات رهيو. 90 سالن جي ڄمار ۾ وفات ڪيائين. الله سائين مون کي يقين آهي ته ڪيس بهشت ۾ هڪ عاليشان ڪرسي عطا ڪندو. جنهن جون ٻانهيون ٽٽل ۽ ڪوڪا نڪتل ڪو نه هوندا ۽ اتي سائين پنهنجو ڏنڊو اُنهن طالبان جي مٿن تي ٽوڙيندو جيڪي گلمان ۽ حورن جي حرص ۾ مُبتلا هوندا!

پهريون درجو "فل پاس" ڪري جڏهن اسان سانگهڙ لڏي آياسين تہ مون کي پنهنجن پائرن، پينرن ۽ سؤٽن سان گڏ پي سي اسڪول ۾ پڙهڻ لاءِ ويهاريو ويو. جتي اسان جي ملاقات سائين مير محمد ساند سان ٿي.

سائين مير محمد ساند اسان واري ساهتي پرڳڻي جي شهر نارو شاهہ جو رهاڪو هو. سانگهڙ ۾ نوڪري واسطي رهيل هو. سائين مير محمد ساند جو چهرو اڄ بہ اکين اڳيان گهُمي ٿو.

هاني ڪاني ۾ اُچاترو قد جو ڊگهو اڇا هِرک جا صاف سٿرا ڪپڙا پهريل، مٿي تي سونهري ڪلاباد جي ٽوپيءَ تي ڪلف لڳل ٽُري وارو پٽڪو ۽ رڱيل ڪارا ڪنڊيءَ جي سڱن جهڙا شهپر! ڇا تہ سائين مير محمد ساند جي پرسنلٽي هُئي! سائين اسڪول جو هيڊ ماستر هو ۽ بابا جو دوست بہ. ان ڪري اسان مٿان مهربان بہ هو تہ ساڳئي وقت ڪرڙي نظر بہ رکندو هو. مٿي کان مڙيل لٺ ۽ نيل لڳل بوٽ سان جڏهن ٺڪ ٺڪ ڪري هو اسڪول جو رائونڊ هڻندو هو تڏهن لڳندو هو تہ ڄڻ قضا قريب آهي! ڇا تہ وجيهہ ۽ خوبصورت ڏيک ويک رکندو هو سائين! گهڻو وقت ٿيو جو سائين مير محمد ساند الله سائينءَ کي پيارو ٿيو! مٿس الله جون رحمتون هجن! آمين

ساڳئي اسڪول ۾ سائين محمد حسن بچاڻي بہ پڙهائيندو هو. سائين اصل ۾ سانگهڙ جو ئي هو اسان جي ڪلاسي غلام عباس جو چاچو! غلام عباس اسڪول ۾ اسڪول کان ٻاهر بہ سائينءَ کان ائين ڊڄندو هو جيئن ٻيا ٻار ڊڄندا هئا! سائين محمد حسن بچاڻيءَ جهڙو خوبصورت ۽ وجيهہ استاد مون ٻيو ڪو ورلي ڏٺو هوندو. قد جو ڊگهو هلڪا سنها شهپر، وڏا سِلڪي وار جيڪي سندس نرڙ تي لهي ڪيس پيرين پوڻ جي ڪوشش ڪندا هئا ۽ جن کي هڪ مخصوص جهٽڪي سان مٿي ورائي چڙهيندو هو. اڪثر اڇي ۽ نيوي بِلو رنگ جا ڪپڙا پهريندو هو! سائين محمد حسن ٻارن سان پيار ۽ مار ٻنهيءَ ۾ انتها جو قائل هو مار يندو بہ دل سان هو ۽ پيار بہ دل تي ڪندو هو. پڙهڻ ۾ جڏهن ٻارن کي ماري جيستائين جڏو ڪو نہ ڪندو هو. سائين جي ڪاوڙ ڪو نہ لهندي هئي. ڏسٽي آگر جي اشاري سان جڏهن ڪنهن

ٻار کي سڌ ڪندو هو تہ ٻيا ٻار اُن مٿان قل پڙهندا هئا.

سائين پنهنجي بدني بيهڪ ۾ هالي ووڊ جو اداڪار لڳندو هو. اڳتي هلي هُن اسان کي هاءِ اسڪول ۾ بہ پڙهايو. سائين پڙهايو ڇا، ڪنهن ماهر واڍي جيان رندي سان ويهي شاگردن جا خدوخال سڌا ڪيا. سائين مون کي پانيان ٿو ڪڏهن ڪو نہ ماريو. تڏهن ئي اڳتي پڙهي سگهيس. باقي جن کي سائين محمد حسن ٻچاڻي مار ڏني مون انهن کي هاءِ اسڪول ۾ پڙهندي ڪو نہ ڏٺو! سائين اڳتي هلي .تعليم کاتي ۾ آفيسر بڻيو ۽ هاڻ رٽائر آهي. سائين محمد حسن ٻچاڻي حيات آهي ۽ الله سائينءَ کان دعا آهي تہ کيس صحت سان گڏ وڏي ڄمار عطا ڪري! آمين.

گورنمينٽ هاءِ اسڪول سانگهڙ ۾ اسان جي ملاقات هڪ ٻئي استاد سان بہ ٿئي ٿي ۽ انهيءَ استاد جو نالو هو سائين الهہ جُڙيو چاڪراڻي! سائين ستين درجي ۾ اسان جو ڪلاس ٽيچر بڻيو هو انگريزي جي سبجيڪٽ ۾ مار ڏيڻ ۾ ناميارو استاد ٿي گذريو آهي! سانگهڙ ۾ جيڪي نظاماڻي، خاصخيلي، مگريا، وساڻ ۽ گوپانگ اوهان کي اڄ پڙهيل نظر اچن تہ سمجهي ويجو اُهي سائين الهہ جُڙيي چاڪراڻي جا مار کاڌل شاگرد هُئا! سائين کي ٻارن جي هٿن تي ڏنڊا پيڃڻ جو ڪمال فن ايندو هو. اڳتي هلي سائين سي ايس ايس جو امتحان پاس ڪيو ۽ وڃي آفسر ٿيو اُن کانپوءِ اسڪول ۾ ٻارن جي انرولمينٽ وڌي! سائين حال حيات آهي ۽ اڄڪلهہ حيدرآباد ۾ رٽائرمينٽ واري خوبصورت زندگي گذاري رهيو آهي.

ائين درجي ۾ پهتاسين تہ اسان کي قدرت هڪ استاد سوکڙي طور عطا ڪيو. سائين جو نالو هو ڪشور لال ميرچنداڻي! آهہ! ڇا تہ استاد هو! سائين اصل ميرپورخاص جو هو جو هر هفتي موڪل واري ڏينهن سائين ڳوٺ لاءِ روانو ٿيندو هو. سائين اسان جو ائين درجي ۾ ڪلاس ٽيچر بڻيو هُن اسان کي اکر اکر ائين پڙهايو جيئن پکي پنهنجن ٻچڙن کي داڻو داڻو ڪري چُڳائيندا آهن. مون پنهنجي شاگرديءَ واري سموري دؤر ۾ سائين ڪشور لال مير چنداڻيءَ جهڙو ٻاڻ اربيندڙ استاد نہ ڏٺو. انگريزي گرامر مٿان سندس ڪمال ضابطو هو

اُهي شاگرد جيڪي وڻائنس اٺون درجو پڙهيا. سي ٻين مضمونن ۾ ڪيئن بہ هجن انگريزيءَ ۾ هوشيار نڪتا. سائين انگريزي ڳالهہ ٻولهہ جو بنيادي سبق اهڙو تہ ياد ڪرايو ۽ سمجهايو جو اڄ بہ سندس پڙهيل اڪر اڪر ذهن ڦرهيءَ مٿان ائين چٽيل آهن جيئن جنڊيءَ جي ٽانون مٿان گُل اڪريل هوندا آهن.

سائين ڪشور لال ميرچنداڻي رٽائرمينٽ ڪانپوءِ جلد ئي سرڳ پڌاريو. ڏٽيءَ سڳوري کان دعا آهي تہ سنڌ ۾ هڪ ڀيرو ٻيهر ڪو سائين ڪشور لال ميرچنداڻيءَ جهڙو لائق استاد پيدا ٿئي، جيڪو سنڌ جي هن ڦٽل چمن جي وري آبياري ڪري.

نائين درجي ۾ اسان جو ڪلاس ٽيچر بڻيو سائين محمد عمر چنڙ. سائين اصل سُومر چنڙ، ڪنڊياري جو رهاڪو هو. نوڪري سانگي سانگهڙ آيو ۽ اُتي جو ٿي ويو. سانگهڙ بہ هڪ ننڍڙي سنڌ وانگر آهي، جيڪو هڪ ڀيرو آيو اُهو ڪنهن ڀيري بہ واپس ويندي ڪو نہ ڏٺوسين. سائين محمد عمر جي هڪ فرزند غلام حسين سان بعد ۾ منهنجي دوستي بہ ٿي، مگر گهڻو عرصو ٿيو آهي جو ساڻس ڪا بہ ملاقات نہ ٿي سگهي!

سائين محمد عمر اسان کي ڪتابن کان وڌيڪ اُنهن ۾ لکيل ڪوڙن کان آگاهہ ڪيو سائين ڪتاب ٽيبل تي ڦٽو ڪري اسان کي اُهي سبق پڙهايا جن جي نتيجي ۾ اڳتي هلي اسان کي غلامي ۽ آزاديءَ جي وچواري فرق جو ادراڪ ٿيو سائين پنهنجي خاص فڪري لاڙي جي ڪري تڪليفون بہ ڏاڍيون ڏٺيون پر پنهنجي حصي جي ذميواري انتهائي ايمانداريءَ سان نڀايائين! سائين محمد عمر چنڙ اڃان حال حيات آهي! شايد ڪيس وطن جي آزاديءَ واري انتظار جياري رکيو آهي، نہ تہ سندس هم عمر استاد وغيره مان ورلي ڪو بچيو آهي. الله سائين سندس آزادي واري خواب جي ساڀيان ٿيڻ تائين کيس صحت سميت حياتي عطا ڪري! آمين.

مٿي ذڪر ڪيل استادن کان علاوه بہ اهڙا ڪيترائي محترم استاد ياد ٿا اچن جن مٿان، الڳ الڳ هڪ مڪمل پروفائيل لکڻ ئي جڳائي، زندگيءَ، زندگيءَ وانگر بيوفائي نہ ڪئي تہ اهڙي ڪوشش

هڪ دفعو ضرور ڪندس! اهڙن بين ڪجھ مهربان استادن جو ذڪر نہ ڪرڻ مان گستاخي تصور ڪريان ٿو.

پرائمريءَ کان وٺي ڪاليج تائين پنهنجن ڪجھ اهم استادن جا اسم مبارڪ هتي آهن.

سائين عبدالواحد لانڊر، سائين عبدالرشيد لغاري، سائين دين محمد پنجابي، سائين نور الدين پنجابي، سائين جاويد اختر، سائين محمد خان سيال، سائين مولوي اُميد علي، سائين راجا صابر، سائين عبدالحق سومرو، سائين خالد حسين سومرو، سائين مير محمد سومرو، سائين جان محمد پنهور، سائين نذر محمد پنجابي، سائين حاجي محمد حداد، سائين محمد هاشم چانڊيو، سائين عبيدالله جتوئي، سائين منير سولنگي، سائين اختر جمال، سائين حاجي ولي محمد نظاماڻي، سائين قول محمد، سائين گلزار، سائين غلام حيدر شاھ ۽ سائين امام علي شاھ!! ٻيا بہ ڪجھ استاد هوندا، جن جا نالا ذهن تي چڙهي نٿا اچن پر مٿي ذڪر هيٺ آندل سڀ استاد اُهي ئي آهن، جن مون سميت ٻين ڪيترن ئي اڻ گهڙيل ڪاٺ جهڙن شاگردن کي گهڙي حياتيءَ جي عمارت ۾ ٽنين، ٿوڻين ۽ ڪامڻ جيان هنڊائڻو ٻيهاريو! الله سائين ڪين پنهنجي اختيار ۾ ايندڙ ٻنهي مٿاهون درجو ۽ اجرُ عطا ڪري. آمين!

# محمد لائق

## ايم اي انگريزي پاس

سٺ واري ڏهاڪي جو اهو ئي سال هو جڏهن نيلو جي پهرئين فلم، باڪس آفيس تي هِٽ ويئي هُئي. سندس مٿان فلمايل مشهور گانو "آئي موسم رنگيلي سهاني، جيا نهين ماني، تو ڇُٽي لي ڪي آجا بالما" ٻُڌي سرڪاري ملازم موڪلون وٺي پنهنجي ڳوٺن ۽ شهرن لاءِ روانا ٿي رهيا هئا. سرڪاري دفتر خالي پئي ٿيا. سرڪار موڪلن تي پابندي وڌي! ۽ تڏهن محمد لائق لاهور ۾ فاريسٽ ڊپارٽمينٽ جي گيسٽ هائوس جي ٻه ماڙ ڪمري جي دري کولي، نيلو جي نالي جو هڪ زوردار نعرو هڻي ٽپو ڏنو!

عشق جو اِهو ٽپو کيس ورثي ۾ مليو هو. سندس ويجهو عزيز مرحوم غلام نبي گوپانگ علي ڳڙهه يونيورسٽيءَ مان ماسٽرس ڪري جڏهن واپس ڳوٺ پهتو ته کيس سرڪار هِڪ وڏي نوڪريءَ جي آڇ ڪئي، پر فرسٽ پوزيشن حاصل ڪندڙ غلام نبي ڪابه نوڪري نه ڪئي ۽ وچي پنهنجي اندر ۾ ڪنهن جي ناهيل اوتاري ۾ ويٺو ۽ مرڻ گهڙيءَ تائين اُن در تان نه اٿيو.

سو سٺ واري ڏهاڪي ۾ ايم اي انگريزي پاس ڪندڙ محمد لائق، نيلو جي سڏ تي گيسٽ هائوس جي در مان ٻاهر اچڻ جي بجاءِ دريءَ مان ٽپو ڏنو ۽ گوڏي وٽان ٽنگ ڀڃائي ويٺو.

ٽنگ نيڪ ٿيڻ ڪانپوءِ هُن چانگا مانگا جا سڀ وڻ ڪپائي اُنهيءَ دؤر ۾ هِڪ لک روپيو جمع ڪيو ۽ وڃي نيلو جي سامهون ٽيبل تي ويٺو! سندس مامو نور محمد، جيڪو سندس بورچي به هو ٻُڌائي ٿو ته هُن هِڪ لک جا ڏهه سير تور جيترا نوٽ بيگ مان ڪڍي نيلو جي اڳيان رکيا ۽ کيس سڌي شاديءَ جي پيشڪش ڪيائين! نيلو سندس

پئسن جي ڊيريءَ کي ٻيهر سان پري ڪري چيو تہ مُنهنجي شادي رياض شاهد (لالي ووڊ جي هاٽوڪي مشهور اداڪار شان جو پيءُ) سان ٿيڻ واري آهي، تون پنهنجي هنن پئسن مان هِڪ دکي وٺ ۽ دِل کي ڏوئي اُن ۾ سنڀالي رک!

دريءَ مان ٽپو ڏئي هُن ٽنگ تہ اڳ ۾ ٽوڙائي هُئي، نيلو جي اهڙي جواب سندس دِل بہ ٽوڙي! ڪنڊياري جي ڪچي واري علائقي جو رهواسي، محمد لائق گوپانگ ٽٽل ٽنگ ۽ ڀڳل دِل سان گلبرگ جي ڳلين جي دز ٿي ويو! فاريسٽ آفيسرن کي اُن وقت فوجي ورديءَ جهڙو لباس ڏنو ويندو هو هُن پنهنجي اُها وردي لاهي هِڪ عدد استعفيٰ کيسي ۾ وجهي، آفيس جي ٽيبل تي رکي ۽ لاهور جي فلمي اسٽوڊيوز ٻاهران نيلو جي هِڪ جهلڪ ڏسڻ لاءِ چڪر ڪاٽڻ لڳو!

سندس مامي نور محمد. پهرين تہ اِهو ڀانيو تہ هو نيڪ ٿي ويندو ٽڪجي پوندو ۽ پوئتي موٽ ڪائيندو پر هي جرواري، چندڻ شاخ يا روهڙي ڪئنال ۾ ڏنل ٽپو نہ هو جنهن مان جيئرو يا مئل ماڻهو ٻاهر ڪڍي سگهجي، هي تہ عشق جو ٽپو هو جنهن مان نہ ماڻهو مُئل نڪرندو آهي ۽ نہ ئي جيئرو! بس غرق في سبيل الله!

آهستي آهستي سندس ڪپڙا ميرا ٿيندا ويا. عشق سندس اندر ايترو اُجاريو جو هُن وهنجڻ بہ وساريو تہ تيل قليل بہ ترڪ ڪيا. هُن ڪان ن.ي.ل.و (نيلو) کان علاوه الفابيٽ جا بچيل باقي سمورا لفظ وسري ويا ۽ جڏهن هُن کان پنهنجو نالو بہ وسريو تہ نور محمد کي واقعي بہ پڪ ٿي وئي تہ محمد لائق کي عشق ناهي لڳو هُو وچي عشق ۾ لڳو آهي ۽ سنڌا سنڌا ٿي، ياڳا ياڳا ڪريو آهي، ان ڪري هِن کي اُٿارڻ ائين آهي جيئن اڌ تي وينل اُٺ کي اٿارڻ. سو هُو ٽڪيٽ وٺي اچي ڳوٺ رسيو! هُو محمد لائق کانسواءِ، اڪيلو ڳوٺ ڪڏهن بہ ڪونہ آيو هو سو ساڻس محمد لائق کي گڏ نہ ڏسي سڄو ڳوٺ مٿس اچي مڙيو! لائق ڪٿي آهي!؟ اسان جي وڏي مامي دُر محمد کاؤنس پنهنجي پُٽ جو پڇيو! نور محمد صفا چُپ. ڪچي جهڙي يت! محمد لائق جي امڙ سُور جيان سِري اڳيان وڏي ۽ ساڳيو سوال ڪيائين. نور محمد وري بہ چُپ، صفا چپ. رڳو سندس چپ پئي ڦڙڪيا. ائين جيئن تازي ڪنل

جانور جي گوشت جا ريشا ڦڙڪندا آهن! نيٺ اسان جو ڏاڏو حاجي خان گوپانگ زائفائن ۾ مردن جي هجوم کي ڪپڙي جيان وچان ڏار وجهي اڳيان وڌيو ۽ سانت سماعت واري انداز ۾ ڪاؤنس حال احوال ورتا! هُن وراڻيو!

محمد لائق چريو ٿي ويو آهي! ڪيئن؟ سيني گڏجي پڇيو. هُو جو جواب ڏيئي، ڏاڏي وچ ۾ ڳالهه جي ڳنڍ کوليندي چيو عشق لڳو هوندس ٻيو وري ڪيئن! اِها اسان جي اَڄ آهي، ڪڏهن ٻه، ڪنهن ۾ ٻه اچي سگهي ٿي! جنهن بعد نور محمد سربستو احوال ڪري ٻڌايو. ڳوٺان اسان جي ڏاڏي نور محمد سان گڏ ڏهه ٻارنهن ٻيا جاڻنا جوان گڏي ڏنا. هُن جاتو پئي ته عشق جي ماريل ماڻهوءَ جو لاش چار ماڻهو نٿا کڻي سگهن! گڏوگڏ هُن سيني عزيزن جي پٽڪن جا ور کولي اڌ ٻوري پئسن جي ٻه کين ڏيندي چيو ته جيڪڏهن مائي ”نيلو“ مڃي ته لائق کي پرڻائي اچوءِ جيڪڏهن نه مڃي ته ڪٺائي اچو!

هي ڏهه ٻارنهن جوان لاهور ڏکيو پهتا ۽ نيلو وٽ اچان ٻه ڏکيو! هُنن پئسن جي پت ناهي سندس اڳيان بيهاري، مگر نيلو جي دِل ۾ محمد لائق لاءِ ڪابه جڳهه ڪانه جُڙي، جو رياض شاهد اُن ۾ پنهنجو گهر ڪُجهه اهڙي ريت ناهي چُڪو هو جو اُن ۾ وڏيڪ هِڪ سِر رکڻ جي جاءِ ٻه ڪانه بچي هُئي! سو سيني مايوس ٿي محمد لائق کي، اِن کان اڳ ۾ جو هُو پيچي وڃي، کٽي ٻک وڌو! هُو ٻه گهڻو سگهو هو ڪانئن ڇڏائي پيچي وڃي ها پر ٻنگل خان جي ياڪر مان ڇڏائڻ آسان ڪونه هو هُن جي ياڪر ۾ ته موت جو ساهه ٻه منجهندو هو. سو ائين محمد لائق کي سامان ۾ ويڙهي، ريل ۾ وجهي، ڳوٺ لاءِ روانا ٿيا.

اُنهن محمد لائق جا ڪپڙا ٻه کنيا. بوٽ ٻه. سيرب جو سامان ٻه. پر هڪڙي شيءِ کين نه لڌي سا نه لڌي! ۽ اُها هُئي محمد لائق جي دِل جيڪا عشق جي واچوڙي جي وچ ۾ اچي وئي هئي، جنهن پئي کيس رقص جا نوان سبق سيکاريا!

لاهور مان ڪنڌياري ڪچي آيل محمد لائق جون اکيون، ڳوٺ وارا ٻڌائن ٿا ته تڏهن تاندن جيان ٻريون پئي، ڳِگ چپن جي بند ۾ روٽيون پئي وڌيون. نيلو جي نالي جا نعرا هَڻي هُن اپ ۾ ڏار پئي وڌا.

ڇرڪِ سان پئي واڏون ڇنايائين، سو سيني گڏجي ڪيس ٻہر جي وڻ سان ٻَڌو! ٻڌجڻ ڪانپوءِ هُن جي ڦٿڪڻ سان ٻہر جو ٻور سندس پيرن ۾ ڪرندو ۽ ڍير ٿيندو رهيو. نيلو سان سندس عشق ڪي، ٻہر پاران ڏنل اِها ڦهرين پيٽا هُئي!

سڄ مٿس ايرندو لهندو رهيو. راتيون مٿس ڪرنديون رهيون. ڏينهن ڪيس پري ڪان ڏسندا رهيا. هُن ڦهرئين ڪاڻڻ ۽ پوءِ پيئڻ ڇڏيو. بدن ۾ بچيل سندس اُها طاقت. جيڪا ماڪي، لسي ۽ مکڻ جي چاٽن جي صورت ۾ سندس ماءُ ڪيس ننڍي لاڪئون ڏيندي آئي هُئي، اُها سندس سرير ڪان الڳ ٿي بيهي رهي، هُن لڇڻ ڪڇڻ ڇڏيو تہ ماڻٽن بہ ڪيس ٻہر مان ائين ڇوڙيو جيئن مُئل مينهن کي ڪلي مان ڇوڙي الڳ ڪبو آهي.

۽ پوءِ هيون حڪيمن، طبيبن ۽ فقيرن جون ڦڪيون! سي بہ فرق ڪن ها، جيڪڏهن سندس عشق ۾ ڪو فرق هُجي ها. هُن تہ دِل انهيءَ حد تائين نيلو کي نذراني ۾ ڏني هئي، جيستائين اُن جون سرحدون هيون. پاڻ وٽ تہ خالي سينو رهجي ويو هئس، جنهن جي رستي رڳو ساهہ پئي کنيائين! ڳوٺ وارن اِهو ڦهريون پيرو ڏنو جڏهن دِل لاهور ۾ ڌڙڪي ۽ اُن جو آواز ڪنڌياري ۾ ٻُڌجي.

محمد لائق تہ ايم اي انگريزي پاس ڪري لاهور نوڪري ڪرڻ ويو هو. پاس ڪرڻ لاءِ قسمت وري ڪيس ڪهڙي امتحان ۾ ويهاريو هو. جنهن ۾ نہ ڪو پنو هو نہ پين. نہ ڪو سوال هو نہ ڪو جواب. نہ پاس ٿيڻ جي خوشي ۽ نہ فيل ٿيڻ جو صدمو! هِڪ اهڙو امتحان جنهن ۾ پنا لکجن تہ لوهہ ۽ خالي ڇڏجن تہ ڊوهہ!

حڪيمن ۽ طبيبن ٿڪجي مٿن تي هٿ رکيا. درد جون سيئي دوائون، محمد لائق جي نڙيءَ مان هيٺ لهي، اکين مان ٿي، واپس لڙڪ لڙڪ ٿي سندس اُنهيءَ سيني تي ڪريون پئي، جنهن مٿان، نيلو جو مٿو رکي هُن سندس وارن ۾ آڱرين ڦيرڻ جا خواب ڏٺا هُئا!

روز صبح جو ڳوٺ جي ويجهو کان گذرندڙ فيډر نالي ريل گاڏي ۾ نيلو جي نالي هجر جا پارسل موڪلڻ لاءِ هو ڊوڙون پائيندو هو. پر نيلو نيلو جي پُڪار ۽ ريل جي ڇڪ ڇڪ پاڻ ۾ ملي درد جي هڪ

اهڙي تراني ۾ تبديل ٿي ويندي هئي، جنهن کي ٻڌي عاشق پنهنجي نئين ڏينهن جي سبق جي شروعات ڪندا هُئا!

وقت گذرندو رهيو نيلو فلمن مٿان فلمون ڪندي ويئي، محمد لائق جواني جي ڪومي مان نڪري پيريءَ جي هوش ۾ اچڻ لڳو. سندس هوش ۾ اچڻ ۽ نيلو جي سج لهڻ جي وچ وارو عرصو ٽيهن سالن تي ٻڌل هو!

۽ اج جڏهن محمد لائق 75 سالن جي عمر ۾ دِل ڪانسواءِ جيئندڙ دنيا جي اڪيلي انسان طور، عشق جي پهرئين ٽپي ۾ پيچايل ٽنگ سان ڳوٺ حاجي خان گوپانگ ۾ لٺ جهلي، هلندي ڏسندو آهيان تڏهن منهنجي هِڪ نگاهہ لاهور جي گلبرگ ٽائون ڏانهن بہ ويندي آهي، جتي ڪنهن بنگلي جي اڪيلي ڪمري ۾ نيلو سُتل هوندي ۽ سندس پلنگ جي پاسي ۾ نيڪ اُن جاءِ تي محمد لائق جي دِل بہ رکيل هوندي، جتي سندن پهرئين ملاقات ٿي هُئي!!!

## طارق عالم ابڙو

### جنهن کي ڄامشوري جون هوائون ڳولين ٿيون

طارق مون کي پنهنجو دوست ۽ مان پاڻ کي سندس پرستار سمجهندو هوس. هُو عمر ۾ مون کان پنج ڇهه سال وڏو ۽ شعور ۾ مون سميت پنهنجي سموري ٿهيءَ کان پُورا نوانوي سال وڏو هو. هُن نه شاعري سکي ۽ نه ئي ڪهاڻي لکڻ جو ڪو شارٽ ڪورس ڪيو ۽ نه ئي ڊرامه رائيٽنگ جي تربيت ورتي. هو عُمر ۾ ادب ۾ ساڳي رفتار سان وڏو ٿيندو ۽ وڌندو رهيو ۽ جيستائين پُهتو اُهو سندس عمر ۽ تخليق جو آخري ماڳ ثابت ٿيو.

سچي پيار ۽ وڏي فنڪار جو "ڪلائيميڪس" تڪليف وارو ٿيندو آهي، سسئي جي پير واري لڦ عاشق جي دل مٿان ظاهر ٿيندي آهي. اهڙي ئي هڪڙي لڦ طارق جي دل مٿان به ظاهر ٿي هُئي!

وڏن ماڻهن ۽ وڏن شهرن ۾ ڪوڙ هڪ جهڙايون ٿين ٿيون. شديد شور ۽ خوفناڪ حادثن کان وٺي ڀرپور زندگيءَ تائين گهڻو ڪجهه هڪ ئي وقت منجهن موجود هوندو آهي. طارق عالم به ڪنهن وڏي شهر جيان هو پئه پنهنجي پڪيڙ ۾ وڊيو ۽ ويجهيو پر دردن جي انڪروچمينٽ ڪيس والاري ويئي ۽ هو پنهنجي اندر ۾ ئي گهيرجي ويو پاڻ مان اٿيو ڪجهه وقت لاءِ ڪنڌ ڪٽي دنيا کي ڏنو ۽ واپس پاڻ ۾ ويهي رهيو! بس ڪنهن خيال وانگر. جيئن ڪو خيال، ڪنهن خيال مان اُٿي، وري ڪنهن خيال ۾ گم ٿي ويندو آهي.

سنڌ جي چار ڪروڙ جاندارن سان گڏ رهي انسان واري زندگي گذارڻ الاءِ جي ڪيترو ڏکيو هو پر طارق اِهو ڪم ڪري ڏيکاريو. هُن اکيون ڀوٽڻ تائين اکيون کولي رکيون ته جيئن ڪائنس ڪو منظر رهجي نه وڃي! زندگي گذارڻ ۽ زندگيءَ مان گذرڻ ٿوري فرق سان به الڳ لقاءَ

آهن، هُو ڄامشوري جهڙي خوبصورت ۽ ڄامشورائين جهڙن سخت ماڻهن جهڙي زندگي مان گذريو!

هڪ ڀيري فون ڪري چيومانس "يار طارق! خبر اٿئي پنهنجو فلاڻو سنگتي، منهنجا شعر ٿوري فرق سان تبديل ڪري پنهنجي نالي سان ڇپرائي ۽ فيس بوڪ تي پيو رکي، اِن کي ڇا ڪجي؟" کلي چيائين "ظالم! اِهو ڪو مسئلو آهي، تون شاعري ڪرڻ ڇڏي ڏي، هو چوري ڪرڻ ڇڏي ڏيندو". هو مون کي اڪثر ظالم ڪري پڪاريندو هو! وڏيڪ چيائين تہ "تو وٽ. شڪر ڪر جو شاعري آهي، مينهون هجن ها تہ اُهي بہ چوري ٿي وڃن ها!"

سنڌ ٽيڪسٽ بوڪ بورڊ ۾ نوڪري واري عرصي دوران منهنجون ساڻس اڪثر ملاقاتون ٿينديون هيون. هڪ ڀيري مهراڻ لاءِ شاعري ڏيڻ واسطي چيائين. بہ ٽي غزل لکي ڪٽي ويومانس. تڏهن هو مهراڻ ۾ سب ايڊيٽر طور ڪم ڪندو هو. ايڊيٽر، منهنجا غزل، اهو چئي کيس واپس ڪيا تہ هي وزن تي پورا نٿا لهن. طارق سخت ڪاوڙيو ۽ کيس چيائين "۽ تون ماڻهپي تي پورو نٿو لهين." طارق جو کيس اجان وڏيڪ ڪجھ چئي ها، ايڊيٽر غزل واپس وٺي ڪمپوزنگ لاءِ موڪلي ڏنا!

تاريخ سنڌ کي لطيف ۽ ڄامشوري کي طارق سان گڏ لکندي ۽ ڪو اهڙو ڏينهن بہ ايندو جو انهن چئني جي معنيٰ وچي ساڳي بيهندي.

سنڌ يونيورسٽي طارق جي "انسپريشن" هُئي. هُن لشڪر اديبن جيان رڳو اکر گڏ ڪو نہ ڪيا ۽ نہ ئي خچرن کي ڪيرا ڪارايا. هُن لکيو ۽ ائين لکيو جيئن کيس لکڻ جڳائي ها! پر زندگي ساڻس ائين ڪيو جيڪو موت بہ ماڻهو سان ناهي ڪندو. هُن رستن جي ٽڪنڊن تي ويهي تہ سٽا لکيا، نظم ۽ ڪهاڻيون تخليق ڪيون، روزاني زندگيءَ ۾ پاڻ سان ٿيندڙ ڊرامن مان ستون سوري ناٽڪ لکيا ۽ ناول لکيو جنهن جو ذڪر اڳتي هلي ڪبو!

اسان اسي واري ڏهاڪي ۾ گهڻو گڏ هوندا هُئاسين. ريڊيو پاڪستان اسان جو پهريون، الائي جي ٻيو پر هڪ گهر ضرور هوندو هو صبح کي ڇڪي شام ڪرڻ ۽ شام کي صبح تائين گهلي ڪٽي

اچڻ واري پوري عرصي ۾ پڻ اسان جون دليون چؤرس ۽ مُستطيل ٽينديون هيون. ريڊيو پاڪستان حيدرآباد جي ڪوريڊورز ڪان اندر اسٽوڊيوز تائين پيا ڪڏهن سڙي رکَ تہ ڪڏهن برف ٿيندا هُئاسين!

اسان سڀ ريڊيو جا صداڪار هُئاسين يا ڪي هالي ووڊ جا اداڪار! ڇا تہ ڪيفيت هُئي، ضرور بيان ڪريان ها، جيڪڏهن ڪري سگهان ها. طارق جي دل آويز شخصيت پڻ جوان دلين کي ونگيو ۽ وٽيو ۽ ٻئي پاسي ويچارا ايم اي پاس پروڊيوسر اندر ئي اندر ۾ پڻ پلاسٽڪ وانگي رجيا ۽ پنهنجي اندر ۾ ئي ڳڙيا!

طارق پنهنجي "اپيرنس"، لهجي ۽ بيان ۾ انتهائي حيرت ناڪ حد تائين آرٽسٽ هو. اهو ئي سبب آهي جو سنڌ يونيورسٽي جي حدن اندر لکيل هزارين ٽن پنن مان بس اهي ئي پنا ڪم جا آهن، جيڪي سندس ناول "رهجي ويل منظر" ۾ شامل آهن.

اڳي طارق عالم ڄامشوري جي هوائن پويان هلندو هو ۽ هاڻي ڄامشوري جون هوائون ڪيس ڳولين ٿيون! عشق ۾ پلاند ائين ئي ٿيندا آهن!

## سنڌ جي اک جو سُرمو
# حسن درس

ڪجهه خبرون بہ باهہ وانگر ئي ٽينديون آهن. هيڪر زبان مان نڪري يا نظر مان گذري وڃن تہ دِلين جي ڳوٺن کي اک ڇنڀ ۾ وڪوڙي وينديون آهن. حسن درس جي بنهہ يقين ۾ نہ ايندڙ موت واري خبر بہ سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ بلڪل ائين ئي ڦهلجي ويئي. زندگيءَ کي زندگيءَ جو نالو مليو ئي موت جي ڪري آهي، جيڪڏهن موت نہ هجي ها تہ زندگيءَ جو نالو ڪجهہ بہ هُجي ها، پر زندگيءَ نہ هُجي ها. اِها بہ حقيقت ۽ اِها بہ حقيقت تہ هر نفس کي موت جو ذائقو چکڻو آهي، پر ڪڏهن ڪڏهن موت جو هي ذائقو چکيندو تہ هِڪ ماڻهو آهي، پر اُن جي ڪڙاڻ پوري نسل ۽ قوم جي نڙي مان لهي سنڌس سموري وجود جي رڳ رڳ ۾ ڊوڙڻ لڳندي آهي. ڪالهہ اڌ رات جو جڏهن حسن درس پنهنجي هڪ دوست کان ٿي واپس سٽيزن ڪالوني پنهنجي گهر اچي رهيو هو تہ قاسم آباد جي فِلنگ اسٽيشن وٽ سنڌس ڪار سان حادثو پيش آيو جنهن جي نتيجي ۾ هو فوت ٿي ويو.

حسن درس جي موت جي خبر ڪجهہ مٿين ريت جُڙي ٿي، مگر انهيءَ خبر کي، جيڪڏهن قاسم آباد ۽ جي او آر ڪالوني جي پوليس چاهي ها تہ حسن جي ٿوري گهڻي زخمي ٿيڻ ۽ بعد ۾ خيريت سان گهر پهچي وڃڻ تائين محدود ڪري يا گهٽائي سگهي پئي. مگر ائين نہ ٿيو ۽ حسن درس جيڪو لطيف ۽ اياز کان پوءِ سنڌي شاعريءَ جو ٽيون آفتاب ٿي اڀرڻ اُڀريو ئي پئي تہ پوليس جي بي ڌيانيءَ جي گرهڻ جو شڪار ٿي ويو! انهيءَ رات بہ گرهڻ لڳا. هڪ چنڊ کي، جيڪو پوري دُنيا ڏٺو ۽ ٻيو حسن جي زندگيءَ کي جنهن کي سموري سنڌ پنهنجي اکين ۾ لهندي محسوس ڪيو. حسن جي اندوهناڪ موت جي حوالي سان پوليس جي قِصي جي حقيقت ڪجهہ هن

ريت آهي تہ حسن جي گاڏي سان حادثي پيش اچڻ کان فوراً بعد قاسم آباد جي پوليس اچي ويئي. پوليس وارن سان پريل موبائيل اِهو چئي واپس هلي ويئي تہ هي حد اسان جي ناهي، جنهن کان پوءِ هڪ ڪلاڪ بعد جي.او.آر ڪالوني ٿاڻي جي پوليس آئي ۽ اها بہ اِهو چئي واپس هلي ويئي تہ هي حد اسان جي ناهي. ڏيڍ - ٻن ڪلاڪن تائين پوليس پنهنجي حدن ۾ رهندي، حسن کي فوري طبي امداد واسطي اسپتال تائين نہ پهچايو ۽ جڏهن ڏيڍ - ٻن ڪلاڪن جي دير کان پوءِ راهہ ويندڙ ڪجهہ نوجوانن ڪيس سجاڻي اسپتال تائين پهچايو تڏهن گهڻي دير ٿي چُڪي هئي ۽ هُن اسپتال ۾ پنهنجو معصوم روح ساڳي حالت ۾ خدا کي ائين واپس ڪيو جيئن امانت سلامت واپس ڪبي آهي.

هاڻي حسن درس باقي ناهي رهيو سياڻي جڏهن سنڌ پنهنجي شاعريءَ جي اتهاس جا پنا ورائيندي ۽ حسن کي پڙهندي تہ هو نہ فقط سندس شاعري ۾ ان جي آفاقيت تي ڳالهائيندي پر سندس ذهن ۾ اِهو سوال بہ اُڀرندو تہ 21 هين صديءَ جو هي بي مثال سنڌي شاعر طبعي زندگيءَ جون باقي بچيل بهارون ڇو نہ ماڻي سگهيو؟! ايندڙ دور ۾ وڏن ۽ سونهري اکرن سان ڇپيل سندس شاعريءَ جي هيٺان ڇا اهڙو ڪو فوٽ نوٽ ڇپيل هوندو جنهن ۾ اِهو بہ لکيل هُجي تہ پوليس جي حدن واري تڪرار جي نتيجي ۾ ٿي ويل دير حسن کان زنده رهڻ جو حق ڦري ورتو.

حسن درس جو موت حادثو آهي، مگر ڪيس پوليس پاران وقت تي طبي امداد لاءِ اسپتال نہ پهچائڻ وارو عمل هڪ سانحو آهي. سورهين تاريخ رات جو ساڍي ٽين وڳي ڏاري جنهن جاءِ تي حسن سان هي حادثو پيش آيو هو نيڪ انهيءَ جاءِ کان ڪجهہ قدم اڳيان قاسم آباد جون ٻہ وڏيون اسپتالون موجود هيون، جتي اگر ڪيس وقت تي پهچائجي ها تہ هو بچي سگهيو پئي. انهن ٻئي اسپتالن جي پاسي ۾ قاسم آباد ٿاڻو هو جتي جي پوليس ڪيس ڪار ۾ قاتل حالت ۾ ڏسي ۽ اِهو چئي واپس هلي ويئي هئي تہ هي سندن حد ناهي ۽ اِهو ٿي جي.او.آر ڪالوني جي پوليس جو فرمان هو.

ڪوبہ ماڻهو پوءِ اُهو ڪير بہ هجي، ڪهڙي بہ قوم ۽ قبيلي جو هجي، جيڪڏهن اُن جي زندگي بچائڻ جو وقت يا موقعو پوليس کي ملي ۽ اُها اِهو

چئي اُن کي موت جي هنج ۾ آرام سان وجهڻ ڏيئي ته هي حد سندن ناهي ته پوءِ پوليس جي اهڙي موقف کي کهڙو جواز هجي ٿو ۽ اهو به تڏهن جڏهن سپريم ڪورٽ پنهنجي هڪ رولنگ ۾ پوليس لاءِ اهو لازمي قرار ڏنو هو ته هو پهريائين ڪنهن به زخمي يا حادثي جي شڪار ٿيل ماڻهن کي طبي امداد واسطي اسپتال آڻي ۽ حدن جو فيصلو بعد ۾ ڪري. مگر پوليس وارا ڇا ايترا پڙهيل آهن جو هو سپريم ڪورٽ جي اهڙي ڪنهن حڪمنامي کان باخبر هجن ۽ جيڪڏهن طبي امداد. حسن درس جهڙي ماڻهو کي گهربل هُجي ۽ تڏهن به پوليس "حد" جو جواز ڄاڻائي سندس مدد نه ڪري ته پوءِ سوال اِهو ٿو پيدا ٿئي ته پوليس جي آخر حد ڪهڙي آهي؟!! پوليس، ٻيو ته ٺهيو پنهنجي ئي واسطي طئہ ڪيل "ڪوڊ آف ڪنڊڪٽ" جون حدون اورانگهي سنڌ ۾ هڪ الڳ "اسٽيٽ آف ٽيرر" جوڙي ويٺي آهي، جتي قانون، اخلاق، اختيار ۽ انسانيت جي حد اتان ئي شروع ٿئي ٿي، جتان کان پوليس لڪير ڇڪي ٿي، پوءِ هي ڪهڙي حد هئي، جيڪا قاسم آباد ۾ جي.او.آر ٿاڻي جي پوليس پنهنجي نه ڪئي ۽ حسن درس جيڪو سنڌ جي اک جو سرمو هو سو لڙڪ بڻجي وڃي سنڌ جي ئي سيني ۾ سُتو.

(سترنهن جون 2011ع. روزاني ڪاوش)

## عبدالجبار لغاري

## المعروف "ببلي"

تڏهن سنڌ ۾ اجان ڪوچ سروس شروع ڪانہ ٿي هئي، نہ ئي ڪي "بائي پاس" نهيا هئا. جي ٽي ايس "گورنمينٽ ٽرانسپورٽ سروس"، جيڪا بعد ۾ ايس آر ٽي سي "سنڌ روڊ ٽرانسپورٽ سروس" ۾ تبديل ٿي هئي ۽ بيون خانگي بسون روڊن تي ڊوڙنديون هيون. انهن ئي ڏينهن ۾ گول باڊي واريون بسون بہ رواج ۾ اچي ويون هيون. تڏهن سڪرنڊ جي بس اسٽاپ تي هڪ اڌڙوٽ عُمر جو شخص ڪڇ ۾ هٿن ۾ اخبارن جا ٿها ۽ ڪُجھہ رسالا ڪٽي هر بيهندڙ بس ۾ چڙهي ايندو هو!

ڪلفيون، ماوا، شربت، ڪنمنڙا، ڳنڊيريون، لائي جي هوڪن جا آواز ننڊ پيل مسافرن کي ڪنهن نئين شهر يا اسٽاپ جي اچڻ جو اطلاع ڏيندا هُئا. تڏهن اهڙن هوڪن جي وچان هِڪڙو آواز الڳ ٿي بيهندو هو ڪتاب ۽ اخبارون کپائڻ وارو آواز! سنڌ جيڪا اڄ بہ 75 سيڪڙو اڻ پڙهيل آهي، اُها اڄ کان ٽيھہ- پنجٽيھہ سال اڳ 90 سيڪڙو اڻ پڙهيل هئي، ضياءَ جي ذليل دؤر ۾ اخبارون سينسر ٿيل هونديون هيون ۽ رسالن جو معدو مواد کان خالي هوندو هو. اِن لاءِ ماڻهو اخبار پڙهڻ کان وڌيڪ قُلفي کائڻ کي ترجيح ڏيندا هُئا. سو سڪرنڊ جي بس اسٽاپ تي سالن جا سال گاڏين ۾ چڙهي اخبارون ۽ رسالا وڪرو ڪندڙ شخص سمورو ڏينهن ايترا تہ هوڪا ڏيندو هو جيترا سندس اخبارن ۾ اکر بہ ڪونہ هوندا هئا. ڪو ورلي ئي ڪاؤنس اخبار وغيره خريد ڪندو هو! هڪڙي اخبار پوري بس جا مسافر پڙهي وٺندا هئا ۽ جيڪي بچندا هئا سي لوٽا هٽي بئي جي هٿ ۾ جهليل اخبار پڙهي وٺندا هُئا. تڏهن ئي هِڪ ڏينهن اخبارن جا هوڪا ڏيندي، هُن کان بس مان لهڻ وسري ويو ۽ هو سانگهڙ ۾ اچي لٿو.

اُن ڏينهن هُن سان عجب لقاءَ ٿيو! بس جي هلڻ سان ٿي هو
ڇوهو ٿي هلندڙ بس جي گيٽ کان ٽپو ڏيئي هيٺ لهي ويندو هو ۽
پوپان آيل ڪنهن ٻي بس ۾ چڙهي ويندو هو پر اُن ڏينهن هو بس مان
پاڻمرادو نه لٿو يا لهي نه سگهيو ڪجهه نٿو چئي سگهجي، الائجي
ڪيئن ڪاؤنس سپ ڳجهه وسري ويو. اخبارون، رسالا، هوڪا، بس،
بس ۾ چڙهڻ ۽ ٽپو ڏئي لهڻ، نه رڳو ايترو پر اُن ڏينهن هو پاڻ کان به
وسري ويو بس جي وچ تي ڪتل ڏنڊي سان سڌو ٿي جو بيٺو ته اچي
سانگهڙ لٿو بس مان هِڪ هِڪ ٿي سڀ مسافر لهي ويا، هي بيٺو ئي
رهيو بس جو ڪلينر جڏهن بس جون دريون بند ڪرڻ لڳو تڏهن هُن
جي اندر جي دري کُلي! هُن پهرئين پاڻ کي ڏٺو خالي بس ۾ هُن ۽
سندس پيرن وٽ ڪريل اخبارن ۽ رسالن کان علاوه ٻيو ڪير به ڪو نه
هو هو جيڪو ڇوهو هوندو هو ۽ ٽپا ڏئي بسن ۾ چڙهندو ۽ لهندو هو اُن
ڏينهن آهستي آهستي در ڏانهن وڌيو ۽ بس کان لهي هيٺ ٿي بيٺو هُن
ڪا اخبار کنئي ۽ نه ئي هيٺ ڪريل ڪو رسالو اصل ۾ هُن پاڻ کي به
ڪو نه کنيو ۽ بنا پنهنجي، اچي سانگهڙ جي روڊ تي بيٺو.

سانگهڙ ۾ رقيبن جي جمڻ جي شرح عاشقن کان چئوڻ تي
هوندي آهي، اُن شهر ۾ لهندي ئي هُن پاسي واري ڪيسي مان ڪنهن دؤر
۾ سڪرنڊ مان ورتل رومال ڪڍي پنهنجون اکيون اگهيون! لڙڪ هُئا
يا اجاتا مهمان، الائجي ڪٿان پئه آيا. هُن روڊ ڪراس ڪري هِڪ
هوٽل جي ڪنڊ ورتي ۽ گوڏن پر ويهي رهيو ائين جيئن عاشق اڏيءَ تي
ڪنڌ رکڻ وقت ويهندا آهن! هُن گهڻي دير تائين پئه پنهنجيون اکيون
اگهيون، ننڍڙن ٻارن وانگيان ڪاؤنس روئڻ کي روڪڻ وسري ويو رومال
جڏهن پورو پُسي آلو ٿيو ته هُن قميص جو اڳ ڪڍي مُنهن تي ورايو.
تڏهن سانگهڙ ڪيس پهريون ڀيرو گهوري ڏٺو.

هو ڪيترائي ڏينهن بيگانگيءَ کي گڏ ڪڍي شهر جي روڊن
رستن تي هلندو رهيو. ٻُڪ وڏي وجي ته ماڻهو پيٽ سان پٽر به ٻڌي
ڇڏيندا آهن پر جي ڏک وڏي وجي ته اکيون پاڻ پٽر ٿي وينديون آهن!
پٽرايل اکيون ڪٽي هُو حيرانيءَ وچان سانگهڙ جي روڊن، رستن ۽
گهٽين ۾ رُلندو رهيو. ڪيس ڪنهن جي ڳولا هئي، هُن ڪجهه نه پئه

ڄاتو بس هُن کي ايتري خبر هئي تہ ڪا هٿ وڏائي ڪيس پنهنجي ئي اندران ڇڪي ڪڍي پاڻ سان گڏ ڪٺي وئي آهي، جيئن ڪنهن ريشمي ڪپڙي جي وچان ڌاڳو ڇڪي ڪڍي ونجي!

اِهو ڪيئن ٿيو؟ هُن کي ڪابہ خبر ڪانهي. بس ڪيس ايترو ئي ياد رهيو تہ اُن ڏينهن جڏهن هو سڪرنڊ بس اسٽاپ تي اخبارون ۽ رسالا ڪٺي سانگهڙ ڏانهن ويندڙ هِڪ بس ۾ چڙهيو هو تہ ليڊيز سيٽ تي ويٺل هِڪ ڇوڪري هٿ وڏائي ڪاؤنس رسالا ڏسڻ لاءِ ورتا هُئا. ان ڇوڪري رسالا اُٿلائي پُٿلائي ڏٺا! وڌيڪ هُن کي ڪُجهہ بہ ياد ڪونهي تہ هُن انهن رسالن مان ڪو رسالو ورتو بہ هو يا نہ. ڪيس واپس ڪيا بہ هُئا يا نہ! بس هو ڪنهن پُراڻي گهر جيان پنهنجي اندر ۾ ئي ڪرندو ڍير ٿيندو رهيو ۽ ان وقت هوش ۾ آيو جڏهن سانگهڙ پُهچڻ تي ڪلينر بس جون دريون بند ڪرڻ لڳو!

اهو ڏينهن سندس حياتيءَ ۾ ائين آيو هو جيئن دري کولڻ تي هوا گهر ۾ ڪاهي ايندي آهي، جنهن جي زور سان ابتيون سبتيون رکيل شيون ٽڙي پکڙي وينديون آهن! هُن جو اندر بہ اُن ڇوڪريءَ جي پهرين نگاهہ سان پنهنجي ترتيب وڃائي وينو! جتي دِل هُئي اُتي درد، جتي اکيون اُتي اوسيئڙو ۽ جتي زندگي هُئي اُتي ويراڳ اچي وينو! هُن کان سڪرنڊ وسريو، مِٽ مائٽ وسريا، ڪم ڪار، وهنوار وسريا ۽ پاڻ کان بہ وسريو!

وقت گذرندو رهيو. سانگهڙ جون هوائون ڪيس ڏُڌڙ سان ڏوئينديون، وهنجاريندون رهيون. گهنبيدار وار ويتر ويڙهجي ڳنڍيون ٻڌجي ويا! وچولي قد، پريل هاٺي، وڏي مُنهن ۾ ڳوڙي آواز وارو هي ماڻهو مٽي ۾ ملڻ کان اڳ ۾ مِٽي مِٽي ٿي ويو. تڏهن ڪجهہ ماڻهن ڪيس ڇڪي حمام تي وٺي آيا. ڪيس وهنجاري ڏاڙهي، مڇون ۽ وار سنوت ۾ آڻي، هٿن سان ماني کارائي، پاڻي پياري، سانهن ستيءَ ۾ ڪاؤنس سندس نالو پُڇيو!

هُو ڪيتري دير تائين سينيءَ کي ڇتائي ڏسندو رهيو. رکي رکي هُن سامهون پٽ تي ٽنگيل شيشي ۾ پاڻ کي بہ ٿيڌي اک سان نهاريو ٿي ۽ پاڻ کي سڃاڻڻ جي ڪوشش پئہ ڪيائين تہ ڪڏهن

ڪڏهن ٽپو ڏئي اٿين اٿڻ جي ڪوشش پئي ڪيائين جيئن جهوڪ ۾ وينل انن مان ڪو اٺ اوچتي پوُر پورڻ تي ٽپ ڏئي اُٿندو آهي! سندس اهڙي ڪوشش تي ڪيس حمام تي وٺي ايندڙ همراهن ڪلهن کان جهلي وري ويهاري ٿي ڇڏيو.

"بابا تنهنجو نالو ڇاهي؟" ڪيس گهيرو ڪري وينل همراهن مان هڪ جٽي ڪاؤنس پُڇيو. هُن اکين جا ڇپر زور سان مٿي کڻي ڪيس نهاري ۽ بي ساخته چيو عبدالجبار! هُن پنهنجو نالو ائين ڪنيو جيئن ڪو ٻار ڪنهن سائن بورڊ تي لکيل تحرير پڙهندو آهي. اڌ ڪليل ڇپن مان سندس نالو ائين نڪتو جيئن ڪو قيدي جيل جي دروازي مان ٻاهر نڪرندو آهي! اِهو ٻيو لمحو هو جڏهن ڪيس سڀ ڪُجهہ ياد اچڻ لڳو!

هُن ٻڌايو "منهنجو نالو عبدالجبار آهي. مان ذات جو لغاري آهيان. حمل فقير لغاري مُنهنجو ويجهو سيڻ آهي. مان بسن ۾ اخبارون ۽ رسالا کپائيندو آهيان. ايترو ٻُڌائي هو ڇپ ٿي ويو. ڪيس حمام تي وٺي آيل همراهہ هِڪ هِڪ تي روانا ٿي ويا. هي حجم جي دڪان تان اُٿي آهستي آهستي اڳتي وڌيو!

ڪيترن ئي ڏينهن کانپوءِ آيل هوش ڪيس هِڪ ٻي بيهوشيءَ ۾ وٺي ويو. هُن سانگهڙ کي پنهنجو گهر ڪري ڇڏيو. ڪتاب گهرن تان رسالا ۽ اخبارون کڻي وري بسن ۾ کپائڻ لڳو فرق فقط ايترو هو جو اڳ ۾ هُو هر ڪنهن کي کپائڻ لاءِ هوڪا ڏيندو هو پر هاڻي هُو فقط اُن "ماهِ جبين" لاءِ هوڪا ڏيندو هو. جنهن سڪرنڊ جي بس اسٽاپ تي ڪاؤنس هٿ وڌائي رسالا ورتا هُئا! اُها ڇوڪري وري ڪيس نظر نہ آئي.

هو هڪ بس مان ٻي بس تي چڙهندو رهيو شهر جي سياڻن هن ديواني تي "ٻبلي" نالو رکيو ۽ هُن قبولي ورتو وقت گذرندو رهيو هُن کان اِهو بہ وسري ويندو هو تہ ڪِچ ۾ ڪنيل اخبارون ڪيترن ئي ڏينهن جون پراڻيون آهن. جن کي ڪير بہ وٺڻ وارو ناهي. رسالا بہ سندس ڪپڙن وانگر ميرا ٿي چُڪا آهن. هُو اجنبي ڇوڪريءَ کي ماهِ جبين جي نالي سان پڪاريندو ۽ في البديع شاعري ڪندو رهندو هو. جنهن جو خاندان سندس ديوانگيءَ جي جن کان لڪي وڃي ڪراچي وسيو! اِها خبر وڄ وانگي سندس مٿان وٺجي سَنجي ڪري. هو سڙيو تہ اڳ ۾

پيو هو پوءِ ڪوئلو ٿيو ۽ سانگهڙ جي ماڻهن ڪيس خاڪ ٿيندي به ڏٺو!

۽ پوءِ هِڪ ڏينهن سالن ڪان بعد وري بس ۾ ويٺو سڪرنڊ مان ٿي پنهنجي اباڻي ڳوٺ جي قبرستان ۾ حمل فقير جي پاسي منجهه سج وانگي لهي ويو! بيهر ڪنهن بئي جنم ۾ وري رسالا ۽ اخبارون ڪپائڻ لاءِ! پر سانگهڙ، سندس رومال ۽ اُن سان اگهيل لڙڪن جو اجان قرضي آهي، جيڪو هُن ڪڏهن سڪرنڊ مان خريد ڪيو هو!

# چاچا شاهنواز جوڻيجو

ڇهه فوٽ قد، اُچاتري بدن، سنڌي ٽوپي يا ڪڏهن ڪڏهن بوسڪيءَ جي پٽڪي سان جڏهن بہ ڪيس ڏسبو هو تہ ائين پاسندو هو ڄڻ موهن جي دڙي جو دراوڙ سامهون بيٺو آهي! هاڻي ڪاڻي ۾ شڪل شبيهہ ۾ پروقار ڏيک ڏيندڙ ۽ روزاني زندگيءَ ۾ اعليٰ سماجي قدر ساڻ کڻي هلندڙ جنهن شخص بابت پاڻ هي سِٽون پڙهي رهيا آهيون سو شاهنواز جوڻيجي کان علاوه ڪو ٻيو ٿي نہ ٿو سگهي!

هي 1994ع جي ڳالهہ آهي، اُن وقت محترمہ شهيد بينظر ڀٽو جي ٻيهرين دور ۾ منظور ڪيل ڪيڊٽ ڪاليج سانگهڙ، جيڪو هن شهدادپور ۽ نوابشاهہ جي وچواري ڪنهن علائقي لاءِ منظور ڪرايو هو سو ڄام صادق علي جي وزارت اعليٰ دوران سندس ڳوٺ ڄام نواز علي ۾ تعمير ٿي رهيو هو. محترم بينظير پنهنجي حڪومت هوندي بہ اُنهيءَ ڪاليج جي قيام ڪي "رول بيڪ" ڪرڻ مناسب نہ سمجهيو ۽ سنڌ جي نئين نسل جي بهتري خاطر سياسي بنيادن تي ڄام صادق عليءَ پاران پنهنجي ڳوٺ شفٽ ڪرايل ڪاليج جي قيام کي قائم رکندي اُن جي تعمير جي تڪڙي ۽ اعليٰ معيار واري ڪم جي شروعات ڪرائي. اُنهيءَ سال ڪاليج جي پهرئين پرنسپال ڊاڪٽر محبوب علي شيخ ۽ سندس اسٽاف جي اڻ ٿڪ محنتن سان ڪاليج ڪميشن حاصل ڪري پنهنجي پهرين بيچ گهرائي ورتي. ائين درجي ۾ داخل ٿيندڙ سٺ سترڪيڊٽس ۾ هڪ ڪيڊٽ انيل گل جوڻيجو بہ هو. جيڪو گل جوڻيجي جو وڏو پٽ ۽ شاهنواز جو پوٽو هو.

ڪاليج جي باقاعده شروع ٿيڻ واري تقريب جي سلسلي ۾ هڪ گڏجاڻي جو بندوبست پڻ ڪيو ويو هو. جنهن ۾ شاگردن جي والدين

۽ علائقي جي معزز شهرين کي پڻ دعوت ڏني ويئي هئي، اهو پهريون موقعو هو جڏهن منهنجي پيرو ملاقات شاهنواز جوڻيجو صاحب سان ٿي هئي.

شاهنواز جوڻيجو جنهن کي عام خلق چاچا شاهنواز جي نالي سان سڃاڻي ٿي. مون کي پهرين ئي ملاقات ۾ هڪ سنجيدو برجستو ۽ پُروقار انسان طور نظر آيو. سنڌ ۾ سردارن، جاگيردارن، وڏيرن، پيرن۽ ميرن جي ڪا بہ ڪمي نہ آهي. جيڪڏهن ڪمي آهي تہ اهڙن ماڻهن جي ڪمي آهي جيڪي سردار يا وڏيرا هوندي بہ ماڻهپي جي بنيادي ۽ ضروري معيار تي پورا لهندا هجن.اسان جيڪڏهن اهڙن ئي املهہ ماڻهن جو شمار ڪنداسين تہ اسانکي بنهہ آڱرين تي ڳڻڻ جيترائي ماڻهو ملي سگهندا، جن چڱن عملن ۽ سماجي وهنوار ۾ ايمانداريءَ سان ادا ڪيل پنهنجي ڪردار جي ڪري چڱو نالو ڪمايو آهي، چاچا، شاهنواز جوڻيجو پڻ انهن ئي املهہ ماڻهن ۾ شمار ٿئي ٿو جن پنهنجي سياسي ۽ ذاتي سگهہ ۽ مرتبي کان مٿيرو ٿي پنهنجي اصل فضيلت پريي انسان هجڻ واري ضروري شرط کي پورو ڪيو هو نہ فقط هڪ سنڌي وڏيرو هو پر صحيح معنيٰ ۾ هڪ اهڙو سنڌي مٽيادار مڙس هو جنهن پنهنجي ابن ڏاڏن جي روايتن کي زندهہ رکندي پنهنجي پاڙي، شهر، ضلعي ۽ پوري سنڌ ۾ هڪ عزت پريو مقام ماڻيو. محترمہ شهيد بينظر ڀٽو کي سياسي طور ويجهو هجڻ جي باوجود هُن ڪڏهن بہ غير ضروري ۽ قانون کان مٿانهان فائدا حاصل نہ ڪيا، مملڪتي وزير هجڻ جي باوجود بہ سندس ذات تائين عام ماڻهن جي رسائي ڪا ڏکي ڪانہ هئي، هو پنهنجي راڄ ڀاڳ ۾ تہ مشهور هو پر ست ڏارين وٽ بہ سندس نالو عزت ۽ احترام سان ورتو ويندو هو. مرحوم چاچا شاهنواز جوڻيجو سنڌ جو اهو ڪردار هو. جنهن کي اسان علامتي طور تي هڪ ماڊل سنڌي طور پيش ڪري سگهون ٿا. جيڪو پنهنجي قول ۽ فعل ۾ بنا ڪنهن تضاد جي هر وقت هر دم جتي بہ سندس ضرورت هوندي هئي حاضر هوندو هو. پاڪستان جي سياست جيڪا پاڙ وڪڙ جي شرم ناڪ بنيادن جي بيٺل آهي. اُتي هن مانجهي مرد ڪڏهن بہ ڪنهن بہ لمحي

پنهنجي ضمير ۽ اصولن کي زنگ لڳڻ نہ ڏنو ۽ اهڙو ڪو بہ ڪم نہ
ڪيو جنهن سان سندس ڪردار مٿان ڪو آڱر کڻي سگهي. اهوئي
سبب آهي جو اڄ سندس ورسي جي موقعي تي هزار مصروفيتن جي
باوجود منهنجي دل چاهيو تہ مان ڪيس لفظن جو خراج پيش ڪيان،
هونئن بہ اسان جهڙا معاشرا جن ۾ ان ۽ ايمان جو ختم نہ ٿيندڙ ڏڪار
موجود هجي اتي جيڪڏهن چاچا شاهنواز جهڙا ماڻهو پيدا ٿين تہ ان
کي مان قدرت جو تحفو تصور ڪريان ٿو. منهن تي سچ چوڻ، ڪنهن
بہ ڏاڍي کان نہ ڊڄڻ، اصولن تي قائم رهڻ ۽ خدا ڪارڻ انصاف ڀريا
فيصلا ڪرڻ سندس وڙ هيو اڄ جڏهن هو اسان منجهہ نہ آهي تڏهن
بہ سندس يادون اسان سان گڏ آهن ۽ جڏهن بہ سنڌ جي تاريخ نئين
سري سان لکي ويندي تہ مان يقين سان چوان ٿو تہ چاچا شاهنواز
جوڻيجي بابت درسي ڪتابن ۾ سبق شامل هوندو، جنهن ۾ نئين نسل
کي اهو ٻڌائڻ جي ڪوشش ڪيل هوندي تہ مثالي سنڌي ڪهڙا ۽
ڪيئن ٿيندا آهن. گهوڙي سواري، مخصوص سنڌي لباس ۽ انصاف
وارن فيصلن جي ڪري سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ناماچاري ماڻيندڙ
چاچا شاهنواز پنهنجي اولاد جي صورت ۾ اڄ بہ اسان وٽ موجود آهي
۽ اسان اميد ٿا رکون تہ سندس پٽ ۽ پوٽا پنهنجي انهيءَ عظيم بزرگ
جي روايتن کي نہ رڳو ياد ڪندا پر انهن مٿان عمل ڪري سندس
نالي ۽ ناماچاري جو مان پڻ رکندا. سندس ذات کي جيڪڏهن شاهہ
عبداللطيف رحہ جي لفظن ۾ بيان ڪجي تہ اُهي الفاظ ڪجهہ هن
طرح هوندا.

مون سي ڏٺا ماءُ، جنين ڏٺو پرين کي،
تنين سندي ڪاءُ، ڪري نہ سگهان ڳالهڙي.

# رسول بخش درس

## دوستيءَ جو استعارو

اڄ مان توهان جي ملاقات هڪ اهڙي شخص سان ڪرايان ٿو جنهن کي هن جا دوست رسول بخش درس جي نالي سان سڃاڻن ٿا. جيڪو ادبي توڙي جسماني قدبت ۾ پنهنجو جيس ۾ جوڙ نٿو رکي ۽ رهي ٿو پنهنجي ئي مزاج جهڙي ٺٽي ضلعي جي هڪ ننڍڙي نماڻي شهر جهمپير ۾، جنهن جو نالو پڻ سندس ئي نالي سان گڏ ورتو ويندو آهي.

رسول بخش جي باري ۾ وڏيڪ لکڻ کان اڳ ۾ مان انهيءَ ڳالهه جي وضاحت ڪندو هلان ته اڄ کان ڪجهه سال اڳ ۾ جڏهن مون پنهنجي ويجهن دوستن ۽ عزيزن بابت لکڻ جو سلسلو شروع ڪيو هو ته مون کي انهيءَ ڳالهه جو بلڪل به اندازو نه هو ته هي ڪم ڪيڏو نه مشڪل آهي. پهرين مشڪل جيڪا مون کي درپيش هئي سا هُئي اهڙن ڪردارن جي چونڊ ڪرڻ جيڪي مون کي ويجها هئا يا جن تي ڪجهه لکڻ واجب هو. بهرحال جڏهن مون اهو سلسلو باقاعده شروع ڪيو تڏهن ڪجهه اهڙا ڪردار به سامهون اچڻ لڳا جن جي زندگيءَ جي انداز ڪنهن نه ڪنهن طريقي سان منهنجي شعور کي متاثر ڪيو هو. حالانڪ اهڙن ڪردارن تي لکڻ منهنجي مقصد ۾ شامل نه هو جيئن ڪيڊٽ ڪاليج سانگهڙ جو پٽيوالو مير محمد مري جيڪو منهنجي سفارش تي سرڪاري ملازم ٿيو هو پر سندس نوڪريءَ کي اڃا پڪو ٿيڻو هو. هو هڪ اڌ ڏينهن ڇڏي مسلسل مون وٽ ايندو هو ۽ اهو پڇندو هو ته ڪيس پڪو ڪڏهن ڪيو ويندو ۽ اوچتو هڪ ڏينهن جڏهن پنهنجي گهر ۾ ڪم ڪندي سندس مٿان ڪام ڪري هئي ته هو سخت زخمي ٿيو هو ۽ ٽورن ئي ڏينهن ۾ گذاري ويو هو. سندس اهڙي

موت مون کي صفا لوڏي ڇڏيو هو. مون سنڌس ڪچي نوڪري ۽ پڪي موت تي هڪ تاثر لکيو هو. اهڙيءَ طرح ان ٻيڙيءَ عورت تي بہ لکڻ کان سواءِ رهي نہ سگهيو هئس جنهن جي جوان پُٽ کي پوليس ڏاڙيل ڪري ماريو هو جيڪا پنهنجي پٽ جو لاش ۽ ڪفن دفن ڏسڻ جي باوجود مسلسل اچا تائين بہ در جي هڪ ڪڙڪي تي ٽپ ڏيئي اٿندي آهي ۽ اهو ڀائيندي آهي تہ سنڌس پٽ موٽي آيو آهي. اهڙيءَ طرح منياٽي جي رمضان چانڊئي جي زندگيءَ تي پڻ لکٽو پيو هو جنهن فلمن ۾ هيري بڻجڻ جي شوق ۾ پنهنجو الهہ تلهہ ناس ڪري ڇڏيو هو ۽ ننگ هدايتڪارن کي فلمن جي خرچ پکي لاءِ پنهنجون مينهون وڪڻي پئسا ڏيندو هو. جيڪو آخر ۾ هوٽلن تي ماني پچائي بہ پنهنجي شوق جي پورائي جا خواب ڏسندو هو. اهي ۽ ان طرح جا ٻيا اهڙا ڪوڙ سارا ڪردار منهنجي تحرير هيٺ آيا، جن تي لکڻ جو مون اڳواٽ سوچيو بہ نہ هو ۽ ٻئي طرف اُهي ڪردار هئا جن تي لکڻ لاءِ مان سدائين سوچيندو رهندو هئس پر ان لکڻ واري تجربي اها حقيقت پڌري ڪئي تہ سڄڻ ۽ ساٿيهہ تي لکڻ ڪو آسان ڪم نہ آهي ۽ جڏهن اهو رسول بخش درس هجي تہ پوءِ بنهہ گهٽو ڏکيو ٿي پوي ٿو. ڇو تہ رسول بخش منهنجو اهو سڄڻ آهي جنهن ۾ مون کي سموري سنڌ هڪ نقطي وانگر نظر ايندي آهي ۽ ان طرح هڪ ئي وقت سڄڻ ۽ ساٿيهہ تي لکڻ ڇا ڏکيو ڪم نہ آهي!

رسول بخش جي دوستيءَ جي دعويٰ ڪرڻ لاءِ بہ هڪ وڏي حوصلي جي ضرورت محسوس ٿئي ٿي، ڇو تہ هو لفظ دوست جي ڇئني حرفن جي حرمت کان نہ رڳو واقف آهي بلڪہ انهن جي نياءُ جا سيئي توڙ جوڙ ۽ هنر بہ واهہ جو ڄاڻي ٿو ۽ ٻئي طرف آئون آهيان جيڪو سدائين محبتن ۾ ملنڊڙ ميارن تي گذارو ڪندو آهيان ۽ انهن جي شرطن ۽ ضابطن جي ڪڏهن بہ پاسداري ڪري ناهيان سگهيو. ان جي باوجود بہ رسول بخش ڪڏهن بہ مَنو نہ ٿيو. سنڌس مِٺي هجڻ جو اهو ئي وڏو ثبوت آهي.

مون کي چڱيءَ طرح ياد نٿو پئي تہ ساڻس منهنجي پهرين ملاقات ڪڏهن ۽ ڪٿي ٿي ۽ اِها ڳالهہ ايتري ضروري بہ نہ آهي پر

ايترو ضرور ياد آهي تہ پهرين ملاقات کان وٺي هن تحرير تائين هو مون کان هڪ پل بہ وسريو ناهي ۽ نہ ئي پري ٿيو آهي. انهيءَ جو سبب اهو بہ ٿي سگهي ٿو تہ هو ڪهاڻيڪار آهي ۽ مان شاعر. هڪ ڪهاڻيڪار جي دوستي جيڪڏهن ڪنهن شاعر سان ٿي پئي تہ ان جي ختم ٿيڻ يا ٽٽڻ جا ڪتي بہ امڪان نٿا رهن چو تہ منهنجي خيال ۾ جنهن جي سيني ۾ شاعر جي دل ڌڙڪندي آهي اهو ئي ڪهاڻيون سوچي سگهندو آهي ۽ جنهن جي تحت الشعور ۾ ڪهاڻين جون ڪهڪشائون هونديون آهن سو ئي شاعري تخليق ڪندو آهي. آرٽ جي اها Equation ڪنهن جي سمجهہ ۾ اچي يا نہ اچي، گهٽ ۾ گهٽ مان تہ اهو ئي سمجهان ٿو ۽ ان ڪري مون کي اڪثر پاڻ مٿان حيدر بخش جي بجاءِ رسول بخش هجڻ جو گمان ٿيندو آهي ۽ اصل ۾ منهنجي دوستي انهيءَ گمان سان ئي آهي، جيڪو اسان ٻنهي جي دوستيءَ واري رشتي جي وچ ۾ پُل جو ڪردار ادا ڪري ٿو جنهن مٿان گذرندي هر "مان" اڳتي هلي "تون" ۾ تبديل ٿي ويندي آهي. منهنجي بخت ۽ ڀاڳ مان جيڪڏهن دوستن کي ڪڍيو وڃي تہ پاڇي ۾ اها رڃ ۽ ويراني ملندي جيڪا شاعرن جو ڏيج تصور ڪئي ويندي آهي. پر مون سموري حياتي شاعر هوندي بہ شاعرن وانگر ناهي گذاري. منهنجي حياتي ڪجهہ اهڙن نالن سان مالا مال آهي جن لاءِ لغت ۾ دوست جو لفظ ئي ملي سگهي ٿو.

اُهي شهر جيڪي ڪن ماڻهن جي ڪري سڃاتا وڃن ٿا. جهمپير بہ اهڙن ئي شهرن ۾ شمار ڪري سگهجي ٿو. جهمپير جي نالي کڻڻ سان ئي جنهن شخص جو نانءُ ذهن تي تري اچي ٿو سو رسول بخش درس ئي آهي. بلڪہ جيڪڏهن اِهو چئجي تہ رسول بخش جي نالي کڻڻ سان جيڪو شهر ذهن تي تري اچي ٿو سو جهمپير ئي آهي. جهمپير شهر کي پنهنجي هڪ عجيب پراسراريت ۽ دلفريبي آهي، هي شهر ڪينجهر جي ڪپ تي آباد آهي ۽ هي اُها ئي جاءِ آهي جتي نوريءَ جي ناز لهرون لهرون بنجي تماچيءَ جي دل جي ڀڏنڌڙ ٻيڙي تاري هئي ۽ جتان جا شب و روز اڄ بہ ڪينجهر جي هندوري ۾ لڏندي محسوس ٿيندا آهن. اهڙي حيران ڪندڙ شهر ۾ رسول بخش درس جي

موجودگي مون سميت سنڌ جي سمورن اهل دل ماڻهن لاءِ بنهه گهڻو اتساهيندڙ آهي. اُتر توڙي لاڙ جا توائي توٽي ٿڏا ٿائنرا اديب، شاعر ۽ ناٽڪي جڏهن پاڻ ۾ پنهنجن معاملن کان بيزار ٿي جهمپير ڏانهن ويندا آهن، تڏهن شهر جي رستن کان اڳ ۾ رسول بخش جا نيڻ سندن آڌر ڀاءُ ڪندا آهن، جن ۾ ڪينجهر جي گهرائي ماپي ناهي سگهندي، هو دوستن جي حاضريءَ ۾ ايترو تہ محو ٿي ويندو آهي جو پنهنجي ذات کان بہ غير حاضر رهڻ لڳندو آهي. سندس اهو ورتاءُ ۽ سلوڪ فقط دوستن سان ئي نہ بلڪ هر آئي وئي سان هوندو آهي. مان اڪثر سوچيندو آهيان تہ اخلاق ۽ اخلاص جي رستي تي هلندڙ هن بنهہ پلوڙ شخص جو خمير انسان ذات جي ڪهڙي اتساهہ مان جڙيو آهي جنهن کي نہ ڪي اسباب آهن ۽ نہ ئي ڪي جواز جن کي احساس وانگر رڳو محسوس ڪري سگهجي ٿو. ڇهي يا بيان ڪري نٿو سگهجي.

ماڻهوءَ جي اوڻاين ۽ عيبن جا سبب ۽ ڪارڻ تہ آسانيءَ سان ٻڌائي ۽ ڳڻائي سگهجن ٿا پر ڪنهن ماڻهوءَ جي چڱائين ۽ ڳڻن جا سبب بيان ڪري نٿا سگهجن. اهو ئي سبب آهي جو مان رسول بخش درس جي ذات ۾ موجود خوبين ۽ چڱائين جو ڇيد ڪري نٿو سگهان ۽ اهو منهنجي وس ۾ بہ ڪونهي ڇو تہ مان پنهنجي هن محبوب دوست کي سِٽن ۾ ماپڻ ساڻس ناانصافي تصور ڪريان ٿو.

سنڌ ۾ ان جي جوان ذهن سان هي شخص تمام گهڻو پيار ڪندو آهي. پختي سياسي سوچ رکندڙ هي حساس دل ڪهاڻيڪار ڪرت جي لحاظ کان استاد آهي ۽ منهنجي خواهش آهي تہ مان ڪڏهن ڪلاس جي آخري بئنچ تي ويهي سندس ليڪچر ٻڌان. اهو موقعو هو مون کي شايد ڪڏهن بہ نہ ڏيئي ها، البتہ هڪ بينچ تي ويهي ساڻس گڏ امتحان ڏيڻ جو اتفاق ضرور ٿيو آهي.

اڄ کان پندرنهن سورنهن سال اڳ اسان ايم اي سنڌيءَ جو امتحان گڏ ڏنو هو. اسان سان عزيز سولنگي (اٿر سنڌي) بہ امتحان ۾ وينل هو. امتحان جو جڏهن نتيجو پڌرو ٿيو تہ رسول بخش مون کان وڌيڪ مارڪون کڻي پوزيشن حاصل ڪئي ۽ منهنجي عزت فقط فرسٽ ڪلاس ۾ ئي قائم رهي ۽ هيءَ ڳالهہ انتهائي ايمانداريءَ سان

لکان ٿو تہ رسول بخش انهيءَ کان بہ وڌيڪ حقدار هو ۽ مان اڃا بہ گهٽ درجي تي اچڻ گهربو هئس. ڇو تہ سنڌي ادب ۾ ايم. اي. جو امتحان اهڙي شخص لاءِ آخر ڪيئن ڏکيو ٿي سگهي ٿو جيڪو شاهہ جي شاعريءَ کي تمر فقير جيان گهرائيءَ سان سمجهندو ۽ ان جو ادراڪ رکندو هجي!

رسول بخش جڏهن بہ مون سان ملندو آهي تہ سندس پهريون جملو اهو ئي هوندو آهي تہ "تو مون کي وساري ڇڏيو آهي". سندس انهيءَ جملي جي جواب ۾ مان سدائين اهو ئي چوندو رهيو آهيان تہ "ڇا اهو ممڪن آهي!"

۽ پيارا رسول بخش! اهو واقعي بہ ممڪن ناهي تہ توکي مان وساري سگهان. اهو منهنجي وس ۾ ئي ناهي. ڇو تہ مان نٿو سمجهان تہ ڪو هڪ دفعو رسول بخش سان مليو هجي ۽ پوءِ ان کي وساري سگهيو هجي. رسول بخش کي ياد رکڻ لاءِ هڪ ننڍڙي دل ۾ ٿورڙو ايمان ئي ڪافي آهي ۽ مون وٽ انهن ٻن شين کان علاوه ٻيو ڪجهہ آهي بہ ڪونہ! سو هاڻي تون ئي ٻڌاءِ دوست! ڇا توکي وساري سگهجي ٿو!

# رسول بخش بروهي

هُن کي جڏهن پوليس واري ٻانهن مان جهلي بس مان هيٺ لاٿو هوندو تہ هُن اِهو ئي سمجهيو هوندو تہ پوليس وارا معمول واري تلاشي وٺڻ کان پوءِ کيس ڇڏي ڏيندا. پر هُن اِهو ڪٿي پئي ڄاتو تہ سندس سڃاڻپ اهڙي ڏاڙيل طور ڪئي ويندي، جنهن مٿان لکن جو انعام رکيل هو. هُن کي جڏهن اِهو ٻڌايو ويو هوندو تہ تون ڏاڙيل معشوق بروهي آهين تہ هُن پاڻ کي رسول بخش بروهي ثابت ڪرڻ لاءِ پنهنجو شناختي ڪارڊ بہ ضرور ڏيکاريو هوندو. پنهنجي ۽ ڪارڊ جي سچي هئڻ جا قسم بہ کاڌا هوندا. اُنهن پيرن تي ڪريو بہ ضرور هوندو جن سان پوليس کيس ٿُڏا هنيا هوندا. هُن اِهو بہ ضرور چيو هوندو تہ مان غريب ٻچڙيوال آهيان، مون تي رحم ڪريو ۽ پاڻ کي بيگناهہ ۽ معصوم ثابت ڪرڻ لاءِ هُن ڇا ڇا نہ چيو ۽ ڪيو هوندو.

پر پوليس کي مٿس رحم نہ آيو. پوليس جي وردي شايد رحم ۽ انصاف جي احساس کي جذب ناهي ڪري سگهندي، هُنن اڳ ۾ طئہ ڪري ڇڏيو هو تہ اڄ ڏاڙيل معشوق بروهيءَ کي ڳولهڻو آهي، هُن کي ڪنهن نہ ڪنهن گاڏي مان ڇڪي هيٺ لاهڻو آهي، هُو يلي پنهنجو کهڙو بہ نالو ٻڌائي، کهڙي بہ سڃاڻپ ڪرائي، کهڙي بہ ذات جو هُجي، پر کيس ڏاڙيل معشوق بروهي بنائڻو آهي. هُن جي ميڙ ۽ نہ ميڙ سان ڇا ٿيندو؟ سندس ڇاتي ۾ لڳندڙ هڪڙي گوليءَ کان پوءِ پوليس جي ڪيل پريس ڪانفرنس کيس ڏاڙيل معشوق بروهي ثابت ڪري ڇڏيندي. کيس بس مان لاهڻ واري کان وٺي ڇڪي نُنهن لاهڻ، بندوق جي قنداق سان ڏند ڀڃڻ، جسم مٿان سگريٽ جا ڏنب ڏيڻ ۽ آخر ۾ گولي هڻڻ واري هر پوليس واري جو اُن جي ڪارڪردگيءَ جي بنياد تي پروموشن پڻ ٿي ويندو. جنهن رسول بخش بروهي کي بس مان لاٿو هو سو سپاهيءَ مان جمعدار بڻبو جنهن کيس ٿڏا هنيا سو جمعدار مان اي ايس آءِ بنايو ويندو. جنهن اي ايس آءِ سندس ڏند ڀڳا

سو سب انسپيڪٽر بڻايو ويندو ۽ جنهن بہ پوليس واري ڪيس گولي هنئي هئي اُن کي پروموشن سان گڏوگڏ روڪ انعام بہ ڏنو ويندو پروموشن ۽ انعامن جي انهي مقابلي ۾ هڪ پروموشن اهڙو بہ ٿيو جنهن جو ذڪر ڪٿي بہ نٿو اچي اُهو پروموشن آهي رسول بخش جي معصوم پٽ جو جيڪو يتيم ٿي ويو.

ڪُلهن مٿان سجايل صوبيداريءَ جا نوان ڦُول ڪجهہ وقت ڪان پوءِ پنهنجي چمڪ ڏمڪ وڃائي ويهندا پر رسول بخش بروهيءَ جي يتيم بڻايل معصوم پُٽ جا لڙڪ قيامت تائين روشن رهندا. جن جي گرمي قدرت جي سموري ڪارخاني کي لوڏيندي رهندي. رسول بخش بروهي جي بيواهہ بڻايل ونيءَ جون دانهون بندوقن جي نڪائن سان جهيڙيندي‌يون رهنديون ۽ رسول بخش جي امڙ جي خالي ٿي ويل جهولي مان، دعائن جي بدران پِٽن ۽ پاراتن جا فصل ڦٽندا. جن جو ڦل اول يا آخر اُنهن پوليس وارن کي ئي ڪاٽڻو پوندو جن سندس بيگناهہ پُٽ کي ڏاڙيل ڄاڻائي ماري ڇڏيو آهي.

رسول بخش بروهي، ڪوٽڙيءَ جو رهاڪو هو. هُواِن ڪان اڳ ۾ محنت مزدوري ڪري، پنهنجن ٻچڙن جو پيٽ پاليندو هو. ڪجهہ سالن ڪان هُو ڪراچيءَ جي ويجهو ڪنهن زميندار وٽ هاريو ڪندو هو. اهڙي طرح هو اڪثر ڪراچي ڪان ڪوٽڙي ۽ ڪوٽڙي ڪان ڪراچي ايندو ويندو هو. پوليس جڏهن ڪيس بس مان لاهي پاڻ سان ڪٽي ويئي تہ ڪنهن کي بہ اِهو اندازو ڪونہ هو تہ ساٽس ڇا ٿيڻ وارو آهي. ها البتہ پوليس کي اِها خبر هُئي تہ هُو ڇا ڪرڻ واري آهي، پوليس کي نوڙيءَ مان نانگ ڪرڻ ۽ رسول بخش کي معشوق بنائڻ چڱي طرح اچي ٿو ۽ هُن اِهو ئي ڪري ڏيکاريو. پوري دنيا ڏٺو تہ رسول بخش بروهي، ڪيئن نہ معشوق بروهي بنجي ويو. نہ رڳو ايترو پر مقابلي ۾ مارجي بہ ويو. اهڙو مقابلو جنهن ۾ ڪنهن هڪ بہ پوليس واري کي معمولي رهنڊ بہ نہ آئي ۽ ٻئي پاسي رسول بخش بروهيءَ جا ڏند بہ ڀڄي پيا. سندس جسم تي سگريٽن جا ڏنڀ بہ آيا ۽ مٿائنس گولين جو مينهن بہ وسيو.

سلام آهي ڪراچي جي پوليس کي ۽ خاص ڪري سي پي او ڪراچي نياز احمد صديقيءَ کي، جنهن صحافين سان ڳالهائيندي

هڪڙي خطرناڪ ڌاڙيل کي مارڻ جي دعويٰ ڪندي ٻڌايو تہ اسان
ڌاڙيل معشوق بروهيءَ کي ماريو آهي!

ڪجھہ ئي ڏينهن ۾ جڏهن اِهو ظاهر ٿيو تہ پوليس ڌاڙيل معشوق
نہ پر پورهيت رسول بخش کي ماريو آهي تہ ڪمال نڪ جي ڏاڍائي
سان ڪراچيءَ پوليس پنهنجي مؤقف تي قائم رهي ۽ اِهو ئي
ورجائيندي رهي تہ مارجي ويل شخص ڌاڙيل ئي آهي ۽ اُن جو لاش
مائٽن کي اُن صورت ۾ ڏبو جڏهن هو سندس سڃاڻپ ڌاڙيل طور
ڪندا. بهرحال ائين نہ ٿيو ميڊيا ۽ سڄاڻ ڌرين جي تکڙي ردعمل
جي نتيجي ۾ پوليس کي لاش اُن جي عزيزن حوالي ڪرڻو پيو جن
هُن جي جواني ۽ پنهنجي بدنصيبيءَ جو ماتم ڪري کيس دفنائي
ڇڏيو. ۽ هاڻ جڏهن اِهو ثابت ٿي چڪو آهي تہ ڪراچي جي پوليس
ڌاڙيل نہ پر هڪ پورهيت جو قتل ڪيو آهي ۽ اهڙي رپورٽ آءِ جي
پوليس جي جوڙيل ڪاميٽي بہ ڏيئي چُڪي آهي، تڏهن ڇا سنڌ
حڪومت مان اها اُميد رکي سگهجي ٿي تہ هو رسول بخش بروهيءَ
جي انهيءَ ناحق قتل ۾ شامل پوليس اهلڪارن کي انصاف جي
ڪٺهڙي ۾ آڻي بيهاريندي، جن جي ٿڏن لڳڻ سان رسول بخش
پنهنجي ماءُ کي ياد ڪيو هوندو جيڪا ننڍي هوندي سندس ٿيڙ
ڪائڻ تي جهجي جهُري پوندي هئي ۽ اهڙن پوليس وارن ڪان رائفلون
ڦري سندن هٿن ۾ هٿڪڙيون هنيون ويندون، جن جي گولين سان
رسول بخش جو اُهو سينو پروڻ ٿيو هوندو جنهن مٿان، مٿو رکي
سندس معصوم پُٽ آرام ڪندو هو ۽ کيس اهڙي ننڊ ايندي هئي،
جهڙي پکين کي آکيرن ۾ ايندي آهي! ۽ ڇا انهن پوليس وارن جي
ڪلهن تي سڄايل ڦول ڇڪي لاٿا ويندا جن رسول بخش کي ڇڪي
بس مان لاٿو هو ۽ مارڻ کان پوءِ سندس لاش کي ڪيترن ئي ڏينهن
تائين، لاوارث سرد خاني ۾ رکيو هو جنهن کي سيءَ کان بچائڻ لاءِ
سندس امڙ ڏهہ ڏهہ پيرا رات جو سندس مٿان رليون وڌيون هونديون ۽
اُنهن پوليس وارن جي اکين مٿان چڙهيل بي حسيءَ جا ڪوپا لاٿا ويندا،
جن جي سخت تشدد رسول بخش جو اکيون پٿرائي ڇڏيون هُيون،
اُهي اکيون جن ۾ سندس وني پنهنجي هٿن سان سرمو وجهندي
هوندي!!

بهرحال ائين ڪُجهہ بہ نہ ٿيندو انڪوائري ڪرڻ لاءِ ڪاميٽيون جوڙيون ويندون، پوءِ اُنهن ڪاميٽين جي رپورٽ جاچڻ لاءِ وڏيڪ ٻيون ڪاميٽيون جوڙيون وينديون ۽ ائين رپورٽون جُڙنديون رهنديون، ڪاميٽيون ويهنديون رهنديون، وڪيل ۽ پوليس وارا پاڻ ۾ معاملا طئہ ڪندا رهندا ۽ اهو ئي ڪجهہ سرڪار ڪندي.

رسول بخش بروهي جي قبر تي وهايل سندس ماءُ جا لڙڪ، فقط لڙڪ ئي آهن، هڪ ماءُ جا لڙڪ، جيڪي اکين ۾ هُجن ٿا تہ خواب ۽ وهي نڪرن تہ لڙڪن جو روپ وٺن ٿا، جن جي وهي نڪرڻ تي ڪا بہ پريس ڪانفرنس نٿي ڪوٺائي وڃي، ڪنهن بہ عدالت طرفان ڪو بہ پاڻ مرادو نوٽيس نٿو ورتو وڃي.

(روزانہ "عبرت" حيدرآباد، 23 جولاءِ 2006ع)

# بشير خان قريشي

سنڌ جي دل ۾ ڪيترين ئي قبرون قطار در قطار جُرئيل آهن جن ۾ شهيد الله بخش سومري کان وٺي شهيد بشير خان قريشيءَ جهڙا گُل دفن آهن جن جي وجود مان سنڌ سان سندن محبت جي خوشبو ايندي هئي.

بشير خان قريشي جو اڄ چاليهو آهي، ايئن چوڻ درست آهي يا ايئن چئجي تہ اڄ سنڌ سان محبت جو چاليهو آهي! اهڙي محبت جنهن جي شروعات سندس زندگي کان شروع ٿي ۽ موت تي ختم ٿي، اهڙو موت جيڪو ڪنهن بہ صورت ۾ شڪست نہ کائيندڙ هيروز کي نصيب ٿيندو آهي، جڏهن ڪنهن کي گولي هڻڻ يا ڦاهي چاڙهڻ ڏکيو بڻجي ويندو آهي تڏهن جڳ جهان جا سازشي ذهن گڏجي پنهنجي اندر جي خوف ۽ بزدلي کي زهر جي شيشي ۾ لاهيندا آهن ۽ اهو زهر ڪڏهن سقراط جي نڙيءَ ۾ اوتيو ويندوآهي تہ ڪڏهن بشيرخان جهڙي اصلوئن اشراف جي رڳن ۾ لاٿو ويندو آهي.

مان بشير خان کي انهيءَ دؤر کان سڃاڻان جڏهن هو زرعي يونيورسٽيءَ ۾ پڙهندو هو. انهيءَ دؤر ۾ سندس شهادت واري عرصي جي وچ ۾ سندس زندگيءَ جو تجزيو ڪجي تہ ان ۾ سنڌ ۽ ان سان محبت کان علاوه ٻيو ڪجهہ بہ نظر نٿو اچي. اڄ جڏهن مان سندس چاليهي جي موقعي تي هي بہ اکر لکي رهيو آهيان تڏهن بہ منهنجي اڳيان سنڌ سان سندس محبت وارو ئي نقطو نمايان آهي، جنهن تي هُن ڪڏهن بہ سمجهوتو ڪونہ ڪيو ۽ جڏهن اصل سودو ڪرڻ لازمي ٿي پيو تہ هُن حياتي هٿن ۾ کڻي سنڌ کي دان ۾ ڏيئي ڇڏي.

قومپرستي جي سياست ڪرڻ تہ آهي ئي اسان وٽ هڪ لازمي قرار ڏنل ڏوهہ پر انهيءَ سان نياڻڻ ان کان بہ وڌيڪ ڏکيو ۽ وڏو پاپ آهي. بشير

خان اهڙو ڏوهہ نہ رڳو ڪيو پر ان سان سچو بہ رهيو زندگيءَ جي آخري ساهہ تائين! سندس زندگيءَ ۾ اهڙا ڪيترائي لمحا آيا هوندا جڏهن ڪانئس ساهہ جي بدلي ويساهہ گهريو ويو هوندو مگر هُن ويساهہ ڪونہ وڪيو. سندس هٿ ۾ ساهہ هُيو جيڪو هُن ڏنو ۽ سُرخرو ٿيو.

منهنجي هي تحرير سنڌ سان محبت ڪندڙ اهڙي شخص جي باري ۾ آهي جيڪو پنهنجي شعوري زندگيءَ جي پوري عرصي ۾ سائين جي. ايم. سيد جي فڪر ۽ سنڌ جي ذڪر کان هڪ لمحي لاءِ بہ غافل نہ رهيو هُن پنهنجي محبتن جا الڳ ئي اصول ٺاهي رکيا هئا، جنهن جا مول متا سنڌ کان شروع ٿي سنڌ تي ئي ختم پئي ٿيا. سنڌ سان محبت واري، سندس دل مٿان رقم ڪيل عهد نامي واري تحرير ۾ نہ ڪا دم جي نشاني هئي نہ ئي اڌ دم جي نہ ڪو خال هو ۽ نہ ئي عجب جو ڪو اشارو هڪ سنئين سڌي تحرير هُئي، جنهن ۾ هڪ هو پاڻ هو ۽ ٻي هئي سنڌ! پيار جو اهڙو سليقو هُن پنهنجي جنهن فڪري استاد کان سکيو هو اُهو ڪو ٻيو نہ سائين جي. ايم. سيد ئي هو.

شهيد بشير خان قريشي جيترو عرصو سنڌ جي سياست ڪئي ايتري عرصي ۾ سندس ڪيترائي همر عصر سياست ڇڏي ”سياست“ ڪرڻ لڳا، وزير ٿيا، ايم اين ايز ٿيا، ايم پي ايز ٿيا، سفير مشير ٿيا پر هو فقط بشير خان ئي رهيو هڪ اهڙو بشير خان جنهن جي نالي وٺڻ سان ذهن مٿان آزاد سنڌ جو نقشو تري ايندو هو.

سنڌ جي نقشي کي باقي ٽن اضافي نقشن کان ڌار ڪري، الڳ سڃاڻپ ڏيارڻ جي جڏهن هو ويجهو پهتو جڏهن هُن ڪراچيءَ ۾ سنڌ جي نجات واري اصولي سوال جو لکين ماڻهن کان هاڪاري جواب ورتو تڏهن ئي سندس بابت فيصلو ڪيو ويو ۽ اُهو فيصلو هڪ اهڙي قبر جوڙڻ بابت هو. جنهن ۾ بشير خان کي دفنائي سگهجي. ٺيڪ ڪراچيءَ واري جلسي کانپوءِ ئي شهر جا سڀ گورک گڏجي هڪ ٿيا، اُنهن هڪ وڏي چالاڪي ۽ مڪاريءَ سان موت جو ڄار وڇايو ۽ ان ۾ بشير خان کي ڦاسايو. بشير خان جيڪو اڃا ”سياست“ سکيو ئي ڪو نہ هو سو هُن ڄار کان ڪيئن ٿي بچي سگهيو هو ڪنهن معصوم پکيءَ جيان نہ رڳو ان ۾ ڦاٿو پر ساهہ بہ ڏيئي ڇڏيائين.

موت جيڪو سندس دل ۾ ڪڏهن بہ ”دهڪو يا دهمان“ پيدا ڪري نہ سگهيو هو سو سندس خاموش ڇهري تي بہ پنهنجي اذيت جا نقش يا پاڇا ڇڏي ڪو نہ سگهيو سندس ڇهرو سندس شهادت پڇاڻان ايئن پئي لڳو ڄڻ سنڌ جي نقشي کي ڪٽ تي وڇايو ويو هو پُرسڪون، آرام ۽ امن واري سنڌ، جنهن جي نالي وٺڻ جي ڏوهہ ۾ ڪڏهن الله بخش سومري کي شهيد ڪيو ويو، ڪڏهن عبدالرزاق کي تہ ڪڏهن وري بشير خان قريشي کي.

سنڌ جي نجات خاطر زندگين جا نذرانا ڏيندڙ شهيدن جي ڳڻپ ڪجي تہ اوهان سيني کي حيراني ٿيندي تہ آخر ايترن جوان سان پٽن جي قربانيءَ ڪانپوءِ بہ سنڌ جي پکي پيچري مان آزاد ڇو ڪونہ ٿي سگهيو آهي تہ انهيءَ جو جواب ڳولڻ گهڻو ڏکيو ڪو نہ ٿيندو. سنڌ سان هڪ عجيب لقاءُ درپيش آهي ۽ اُهو ايترو ئي پراڻو آهي جيتري سنڌ.

جتي سنڌ سان ديوانگي جي حد تائين پيار ڪندڙن جي لهوءَ سان لٽ پت تاريخ رقم ٿيل آهي اُتي سنڌ کي نشانئون متائڻ واري ذليل ذهنيت بہ پنهنجي پوري ڪراهت سان موجود آهي. سنڌ جي ووٽ تي ”پرادو“ پلاٽيل بورين جهڙا وزير ڪبير سنڌ جو سودو اکين سان ڏسن ويٺا مگر انهن جي غيرت کي ايترو بہ گواره ناهي تہ هو اسيمبليءَ جي اجلاس دوران پنهنجي وزن ڪٽڻ جيتري طاقت گڏ ڪري پنهنجن بئنچن تان اُٿي ٿورو ئي اعتراض واري سگهن. سنڌ، جنهن جو نقشو ئي پلٽي هٽي ويئل ماءُ جهڙو لڳندو آهي، اُها اسان سيني جي امڙ ئي تہ آهي مگر اهو سنڌ جي ننڍين توڙي وڏن وزيرن کي ڪير سمجهائي، ڪين ڪير سمجهائي تہ هڪڙي زندگي اُها آهي جيڪا هو گذاري رهيا آهن جنهن جي تشريح ڪجي تہ اُها بدترين موت کان بہ وڌيڪ ذلت ڀري آهي. اهڙي زندگي جمڻ سان ئي ختم ٿي ويندي آهي ۽ ٻي زندگي بشير خان قريشي واري آهي جيڪا ختم ٿيڻ ڪانپوءِ ئي شروع ٿيندي آهي. اها ڳالهہ سمجهڻ ڪيتري بہ ڏکي ڇو نہ هجي پر پنهنجي سرشت ۾ سادي ۽ نج سنڌي سياويڪ قدرن جي آخري وارث بشير خان زندگي ۽ موت جي اصل مفهوم کي چڱي طرح سمجهيو پئي ۽ اهو ئي سبب آهي جو هن جا قدم ڪنهن اقتداري ايوان بجاءِ هميشہ مقتل ڏانهن ئي وڌندا رهيا!

ستر، اسي ۽ نوي وارن ڏهاڪن جا جڏهن گهڻا تڻا ڪامريڊ سنڌ جي اصولي، اخلاقي ۽ تاريخي ذميوارين کان فارغ ٿي وجي اين جي اوز جو سامان ۽ نجي چئنلز جا ميزبان بڻيا. تڏهن بہ بشير خان اهو ٿي رهيو جيڪو هو زرعي يونيورسٽيءَ ۾ پڙهڻ واري دؤر ۾ هوندو هو. انٽرنيٽ ڪيفيز ۽ گيمز زون ۾ ڪن مٿان چاڙهيل هيڊ فونز جي ڪري جڏهن سنڌ جون آهون ڪنهن کي ٻڌڻ ۾ نٿي آيون تڏهن بہ بشير خان سنڌ جي "وارو ڙي وارو" جي جواب ۾ "پهتو ڙي پُهتو" چوندو رهيو ۽ سنڌ جي اهڙي سڏ تي جڏهن هو پنهنجي شهادت کان ڪجهہ ئي ڏينهن اڳ ڪراچي پهتو تڏهن هو اڪيلو ڪونہ هو ساڻس هزارين، لکين سنڌي گڏ هئا ۽ اُهو ئي ڏينهن هيو جڏهن سندس لاءِ حتمي، ڪڙي ۽ فيصلہ ڪُن زهر جي چونڊ ڪئي ويئي!

## حيدر بخش جتوئي

# جنين ڏاند نہ ٻج، تنين تنهنجو آسرو

لاڙڪاڻو سنڌ جو اُهو ضلعو آهي، جنهن سنڌ کي نہ رڳو سارين جا سٺا فصل ڏنا آهن، پر ماڻهن جا ڪجهہ اهڙا عظيم اسم بہ ڏنا آهن، جن پنهنجي ڏاهپ ۽ بصيرت سان هتان جي مظلوم طبقن جي حقن جي پاسداري پڻ ڪئي آهي. ماڻهن جي اهڙي زرخيز کيپ ۾ هڪڙو نالو اهڙو بہ آهي جنهن کي اسان حيدر بخش جتوئي ۽ سياسي ڏريون "باباءِ سنڌ" جي نالي سان ياد ڪن ٿيون.

لاڙڪاڻي جي ويجهي، بائو ديري ۾ جنم وٺندڙ حيدر بخش جتوئي سنڌ جو اُهو سپوت هيو جنهن پنهنجي ڪيريئر جي شروعات روينيو آفيسر طور ڪئي. ذاتي محنت ۽ ذهانت جي بنياد تي هن پنهنجي ڪاتي ۾ ممڪن حد تائين وڏيون ڪاميابيون حاصل ڪيون ۽ ڊپٽي ڪليڪٽر جي عهدي تائين پهتو. هي اُهو دور هيو جڏهن ٽپيدار کي پڻ سماجي طور تي وڏو رتبو حاصل هوندو هو ۽ مختيارڪارن کي پڻ خانصاحبن جهڙا لقب ڏنا ويندا هئا. ڊپٽي ڪليڪٽر، انگريزن جي جوڙيل هن سرشتي ۾ "لٽي اُيريءَ" جا مالڪ هوندا هئا. هو ضلعن جا نہ رڳو اعليٰ ترين انتظامي سربراهہ هوندا هئا، بلڪ فرسٽ ڪلاس مئجسٽريٽ جا اختيار پڻ وندرائيندا هئا. وڏي پروٽوڪول، سماجي دٻدٻي ۽ اٽڪٽ اختيارن جي باوجود، حيدر بخش جتوئي پنهنجي نوڪريءَ مان مطمئن نہ هو. سندس اندر ۾ هڪ اهڙي ويڙهہ شروع ٿي چڪي هئي، جيڪا اُن وقت تائين ماٺي نہ ٿي، جيستائين هن پنهنجي استعيفا سرڪار کي موڪلي نہ ڏني.

حيدر بخش جتوئي جي استعيفا سموري سنڌ ۾ هڪ وڏي خبر طور ڦهلجي ويئي. اُهي سيئي ماڻهو سڪتي ۾ اچي ويا، جيڪي ٽپيداري ۽ مختيارڪاريءَ جا خواب ڏسندا هئا. اُنهن سيني ماڻهن تي اها خبر ڪنوڻ وانگر ڪري، جيڪي هڪ سٽيي عهدي لاءِ سڄي سنڌ کپائڻ لاءِ بيقرار نظر ايندا هئا. مگر سندس سرڪاري نوڪري ڇڏڻ واري انهيءَ فيصلي ثابت ڪري ڏيکاريو تہ عظيم مقصدن آڏو وڏي کان وڏيون نوڪريون بہ تڇ نظر ايندڙيون آهن. پر انهيءَ لاءِ ضروري آهي تہ اکيون بہ حيدر بخش جتوئي جهڙيون ئي هجن.

هُن اِهو فيصلو وڏي سوچ ويچار کان پوءِ ڪيو هو. هن سرڪاري نوڪري ڪرڻ بجاءِ ڪا اهڙي نوڪري ڪرڻ پئي چاهي، جنهن سان سندس دماغ ۽ ضمير

ڪي سڪون ميسر اچي سگهي. انهيءَ مقصد کي اڳيان رکي هن سنڌ جي هارين واسطي پنهنجي حياتي وقف ڪئي ۽ سندن حقن واسطي ڪجهه اهڙي طرح جاکوڙيو جو سنڌ ۽ سنڌ جي تاريخ ڪيس ڪڏهن به فراموش نه ڪري سگهندي. جتي اها ڳالهه هڪ حقيقت آهي ته پاڪستان هڪ زرعي ملڪ آهي، سنڌس آباديءَ جو اڌ کان وڌيڪ حصو زراعت جي پيشي سان واڳيل آهي، اُتي اها پڻ حقيقت آهي ته انهيءَ پيشي سان واڳيل سمورو طبقو مظلوميت واري زندگي بسر ڪري رهيو آهي. هڪ سرڪاري ڪاموري جي حيثيت سان حيدر بخش جتوئي جڏهن محسوس ڪيو ته سنڌ جو هاري پڻ وڏيري ۽ سرڪار جي ٻه پڙي جنڊ ۾ پيسجي رهيو آهي ته سندس ضمير کيس بي چئن ڪري وڌو ۽ هن سرڪاري نوڪري ڇڏي سنڌ جي هارين جي نوڪري ڪرڻ جو فيصلو ڪري ڇڏيو. نوڪري ڇڏڻ کان پوءِ هن "سنڌ هاري ڪميٽي" جو بنياد وڌو ۽ انهيءَ پليٽ فارم تان هڪ ڀرپور تحريڪ شروع ڪئي. سندس تحريڪ جا بنيادي محرڪ هارين جا اُهي حق هئا، جن کان خود هاري پڻ بي خبر هئا. وڏيرو جيڪو سنڌ ۽ سنڌي ماڻهن جي استحصال جو هڪ خاص ڪردار هو حيدر بخش سڀ کان پهريائين اُنهيءَ کي للڪاريو ۽ کيس ياد ڏياريو ته سندس ڀريل پيٽ ۾ ڪاڏي سان گڏ هارين جي محنت ۽ اوجاڳا به شامل آهن. جيڪي رات ڏينهن هڪ ڪري، لنديون لتاڙي کيتن ۾ سونهري فصل ته پوکين ٿا پر سندن ٻچا هڪ وقت جي ماني به پيٽ ڀري نٿا کائي سگهن. سردي توڙي گرميءَ ۾ محنت ڪري اَنُ اپائڻ وارو هاري، ٻنائيءَ وقت خالي ٻوريون کڻي گهر موٽندو هو ته اهڙو ڪوبه نه هو جيڪو سندس اهڙي بيوسي ۾ ڀرجهلو ٿئي. نيڪ انهيءَ دور ۾ هارين جي حقن جي ڳالهه ڪري، حيدر بخش جتوئي، دراصل بيٺل پاڻيءَ ۾ رڳو پٿر نه پر پهاڙ ڦٽو ڪيو جنهن مان اُٿندڙ لهرن شاهي ايوانن ۾ ٿرٿلو مچائي ڇڏيو ۽ پهريون دفعو سنڌ جي وڏيرن کي ننڊ نه اچڻ واري بيماري لڳي ۽ جن ميڊيڪل اسٽورن تان هو "شهه زوريءَ" جا ڪيپسول وٺندا هئا، اتان هو ننڊ جون گوريون وٺڻ لڳا.

هاري سماج جو دراصل اُهو ڏر ڏٺي آهي جيڪو تبديليءَ جي حوالي سان ڪوبه فيصلائتو نتيجو ڏيئي سگهي ٿو. انهيءَ ڳالهه کان هتان جو حڪمران طبقو چڱيءَ ريت واقف آهي. کيس خبر آهي ته هاريءَ جو حصو هضم ڪرڻ لاءِ سخت ڪل وارا وڏيرا ئي ڪافي ناهن. انهيءَ لاءِ قانون جي انڌي لٺ جو به سهارو وٺڻ لازمي بنجي پوي ٿو. انهيءَ ڳالهه کي محسوس ڪندي سرڪاري ادارن، خاص ڪري روينيو کاتي ۽ وڏيرن هڪ وڏي عرصي تائين سنڌ جي هارين کي سخت پورهئي ۽ استحصال جي جنڊ ۾ ڏاري جيان پئي پيٺو. انهيءَ ساڳئي سرشتي ۾ هڪ وڏي عهدي تي فائز هئڻ جي حيثيت سان، حيدر بخش جتوئي اصل معاملن ۽ حقيقتن

ڪي چڱيءَ ريت سمجهيو پئي. بجاءِ ان جي تہ هُو انهيءَ سرشتي جو حصو بنجي، هو ان سموري نظام جي خلاف ٿي بينو ۽ هارين جي حقن ڪي پهريون پيرو عوامي ۽ سرڪاري ايوانن تائين ڪٺي آيو.

سنڌ هڪ صوبو ئي سهي، پر سندس جاگرافيائي بيهڪ ۽ قدرتي وسيلا، ٻين ٽنهي صوبن کان نہ رڳو مختلف پر اهم پڻ آهن. سنڌ زرعي توڙي صنعتي حوالي سان پاڪستان جي پالڻهار آهي. نہ رڳو پاڪستان پر ويجهن پاڙيسري ملڪن جا ديس ڏڪاريل لکين ماڻهو پڻ سنڌ جي مختلف شهرن ۾ هتان جي اصل رهاڪن جي معاشي وسيلن مٿان قابض آهن، جتي هتان جون ملٽي نيشنل ڪمپنيون، صنعتي مزدورن جو استحصال ڪري رهيون آهن، اتي هتان جا وڏيرا ۽ جاگيردار پڻ ڪيت مزدور جو حق ماري رهيا آهن. سنڌ جوهاري رڳو مظلوم ئي نہ، پر بدترين مظلوم جي علامت طور سامهون آيو آهي. اڳي ساڻس رڳو ٻنائيءَ ۾ ٻي ايماني ڪئي ويندي هئي، پر هاڻي هو وڏيرن جي غنده گرديءَ جو بہ شڪار آهي. سندس غريبي هن وقت غلاميءَ جي درجي تي پهچي چڪي آهي. جتي هاري پنهنجي پوري خاندان سان گڏ پورهيو ڪري ٿو انڪار يا احتجاج جي صورت ۾ هو نہ رڳو وڏيري پر رياستي جبر جو بہ شڪار بنجي ٿو جنهن ۾ هتان جي پوليس، وڏيري جي ڪمدار جو ڪردار ادا ڪري ٿي.

صورتحال جيڪڏهن ان حد تائين محدود هجي ها تہ خير هو پر سنڌ جي انهن پراسرار بندن جي حالت ان کان بہ بدتر آهي. سنڌ ۾ ظاهر ٿيندڙ وڏيرن جون نجي جيلون، انهيءَ حوالي سان هڪ چرڪائيندڙ مثال طور سامهون آيون آهن، جتي هارين کي پوري خاندان سميت قيد ڪري، جبري پورهيو ڪرايو وڃي ٿو ۽ جيڪڏهن هو انهيءَ قيد ۽ ذلت کان انڪار ڪري ٿو تہ سندس سمورن گهر ڀاتين کي گم ڪيو وڃي ٿو. مثال طور ڏسو منو ڀيل وارو ڪيس، جنهن موجب، جهول ضلعي سانگهڙ جي وڏيري عبدالرحمان مري، پنهنجي هاري منو ڀيل جي پوري عيال کي غائب ڪري ڇڏيو آهي ۽ انهيءَ ۾ ڪو عجب نہ هوندو تہ هن سندس پوري خاندان کي ماري بہ ڇڏيو هجي.

سنڌ ۾ هڪڙو منو ڀيل ڪونهي. هي تہ فقط سنڌ جو اُهو هاري آهي جنهن جي خبر اخبار تائين پهتي آهي. ٻيا نہ ڄاڻ ڪيترائي منو ڀيل، عبدالرحمان مري جهڙن وڏيرن جو شڪار بنجي چڪا يا بنجي رهيا هوندا، جن جي نہ محنت محفوظ آهي ۽ نہ ئي عزت، جن جا خواب سندن ئي ڪوڏر جي وار سان روز اڏو اڏ ٿيندا رهن ٿا. هو وڏيرن جي نجي جيلن ۾ قيد هجن يا پنهنجي غريبيءَ جا اسير، سندن حالت انتهائي تشويشناڪ آهي. سنڌ ۾ هاريءَ جو نہ حال آهي نہ ئي ڪو مستقبل. سندن ٻار تعليم تہ ڇا پر ٻن وقتن جي مانيءَ کان بہ محروم آهن. اهڙي صورتحال ۾

جيڪو سوال ذهن ۾ ايري ٿو اُهو اِهو آهي تہ سنڌ مان آخر ڪا اهڙي قيادت ڇو نٿي اُبري، جيڪا حيدر بخش جتوئيءَ وانگيان انتهائي اثرائتي نموني، هارين جي حقن جي ڳالهہ ڪري، سنڌ جيڪا هن وقت موت ۽ زندگيءَ واري انتهائي حساس دؤر مان گذري رهي آهي، ڇا زراعت جي بحاليءَ سان هڪ دفعو وري زندگيءَ ڏانهن موٽي اچي سگهي ٿي؟ اهو سڀ ممڪن آهي پر ان واسطي ضروري آهي تہ ڪالاباغ ڊيم توڙي بين اعلانيل ڊيمن جون اڏاوتون هڪدم روڪيون وڃن. سنڌ کي پاڻيءَ جو جائز ۽ منصفاڻو حق ڏنو وڃي. پنجاب پاران ڪئي ويندڙ پاڻيءَ جي چوري بند ڪئي وڃي ۽ هيل تائين چورايل پاڻيءَ جو ڏنڊ ڀريو وڃي. رٽائر ٿيندڙ فوجين کي سنڌ ۾ زمينون ڏيڻ بند ڪيون وڃن. صنعتي مزدورن وانگيان کيت مزدورن لاءِ پڻ روزاني ڪم جو وقت اٺ ڪلاڪ مقرر ڪيو وڃي ۽ وڌيڪ ڪم جي اضافي اجرت ڏني وڃي. هارين جي حقن جي حفاظت لاءِ قانون جوڙيا وڃن ۽ اُنهن تي عمل ڪرڻ لازمي بڻايو وڃي. نجي جيلن جو خاتمو آڻي، هارين کي حق ڏنو وڃي تہ هو پنهنجي مرضي ۽ مفاد وٽان ڪنهن بہ زميندار وٽ ڪم ڪري سگهن. هارين جي اولاد لاءِ تعليم کي ٻارهين درجي تائين مفت ڪيو وڃي ۽ کين مفت طبي سهولتون ڏنيون وڃن. نانگ بلا کان ڏنگجڻ جي صورت ۾ کين معاوضو ڏنو وڃي ۽ سندن اولاد کي محفوظ مستقبل ڏنو وڃي. اهي ۽ ان جهڙيون ٻيون ڪيتريون ئي سهولتون آهن جن جي ملڻ کان پوءِ هاري سنڌ جي سموري مٽيءَ کي سون تہ ڇا پر هيرن ۾ تبديل ڪري سگهن ٿا. پر انهيءَ لاءِ حيدر بخش جتوئيءَ جهڙو جذبو گهربل آهي، جنهن پنهنجي ڪليڪٽري هاريءَ جي هڪ لڙڪ مٿان قربان ڪري ڇڏي هئي.

باقي جيستائين جهول جي عبدالرحمان مري جو تعلق آهي تہ مان سمجهان ٿو تہ پنجاب پڻ اسان لاءِ عبدالرحمان مري ئي آهي. هڪڙي عبدالرحمان منو ڀيل جا گهر ڀاتي غائب ڪيا آهن تہ ٻئي عبدالرحمان پورو سنڌو درياهہ يرغمال ڪيو آهي.

(روزانہ "عبرت" حيدرآباد، 21 مئي 2006ع)

# علي محمد هنگورو

## اداس قبر تي لفظن جا گلاب

اج محرم جي نائين تاريخ آهي ۽ منهنجين اکين مان اوپرا لڙڪ ائين ڳڙي رهيا آهن، جيئن دور ديس جون بي سبب هوائون پرائي نصيب ۾ لکيل بادلن کي ڪنهن ٻئي ديس تي آڻي وسائينديون آهن. روئڻ جي هن منڊ ۾ يادون ذهن تي ائين تري آيون آهن، جيئن تازا لاش پاتال مان نڪري لهرن تي اپري ايندا آهن. لاش ۽ لڙڪ سدائين مون کي معصوم لڳا آهن ۽ بدقسمتيءَ سان اسان جي ملڪ ۾ اهي ٻئي شيون عام جام لڀن ٿيون.

مان بنيادي طور تي اديب رهيو آهيان، جلسا، جلوس ۽ نعرا تہ پري رهيا، ٿوري گوڙ ۾ بہ گهبرائجي ويندو آهيان، ان لاءِ مون اڪثر زندگي ڪنڊ پاسي ۾ رهي ڪري گذارڻ کي ئي ترجيح ڏني آهي، جنهن لاءِ توهان ڪو بہ سبب سوچي سگهو ٿا، پر ڪڏهن ڪڏهن پنهنجي چوڌاري ٿيندڙ وارتائون ۽ حادثا شعر لکڻ کان وڌيڪ نعري هڻڻ تي مجبور ڪندا آهن ۽ دل چوندي آهي تہ قلم کان قلم جو ڪم وٺجي جو ان ۾ ئي ضمير جي نجات آهي يا شايد اهو بہ هڪ شاعر جي فرض ۾ شامل آهي.

هينئر اسان ويهين صديءَ جي آخري ڏهاڪي ۾ ساهہ کڻي رهيا آهيون. ايڪهين صديءَ جي دستڪ اسان کي بي چين ڪري رهي آهي. انسانيت جو ضمير جاڳي چڪو آهي، آزادي ۽ غلامي جي معنيٰ ڊڪشنري ۾ نون نالن سان سامهون اچي رهي آهي، دنيا انسانن جي بنيادي حقن لاءِ سراپا احتجاج بنجي چڪي آهي. هزار چاهڻ جي باوجود بہ يورپي اتحادي ملڪ بوسنيا ۾ مارجي ويندڙ بيگناهہ شهرين جي قتل عام کي هضم ڪري نہ سگهيا آهن. طاقت جي بنياد تي حڪومت ڪرڻ جو پراڻو ۽ فرسوده محاورو پنهنجي پراڻي ۽ تاريخي اهميت وڃائي رهيو آهي، قومون گمراهيءَ جي ننڊ مان ائين جاڳي اٿيون آهن، جيئن عاشق آڌيءَ جو ٽپ ڏيئي جاڳي ويهندا آهن ۽ اهڙي وقت اسان جي ملڪ ۾ سياست جي نالي تي انسانن جي زندگين سان ائين ڪيڏيو پيو وڃي، جيئن روزمره جي زندگيءَ ۾ ٽائيم ٽيبل کي فالو ڪيو ويندو آهي.

پاڪستان جي ويجهي تاريخ اسان کي ٻڌائي ٿي تہ هن ملڪ جا بنياد نظرين جي بجاءِ عقيدن تي ٻڌا ويا آهن ۽ اهڙو ملڪ جيڪو عقيدن جي پس منظر

۾ قائم ٿيو هجي، اُتي اظهار جي آزادي ۽ پنهنجي مرضي واري زندگي گذارڻ ڪيترو ممڪن ٿي سگهي ٿو اهو سڀ ڪجهه سمجهڻ، ڪو گهڻو مشڪل نہ آهي. مگر تڪليف تڏهن ٿيندي آهي، جڏهن انساني حقن جا وڏا علمبردار انساني عظمت ۽ بنيادي حقن جون ڌجيون اڏائي ڇڏين ۽ جمهوريت جي آڙ ۾ مارشل لا کي بہ شرمائي ڇڏين.

مان ڪڏهن بہ مارشل لا جي حق ۾ نہ رهيو آهيان. مارشل لا انساني حقن جي موت جو ٻيو نالو آهي، منهنجو ايمان آهي تہ جمهوريت ڪيڏي بہ ڪمزور ۽ نالي ماتر ڇو نہ ڪٽي هجي، هر قسم جي مارشل لا کان وڌيڪ بہ بهتر آهي. بلڪل ائين جيئڻ تلخ ترين زندگي بهر صورت موت کان بهتر ٿي ٿيندي آهي.

اسان وٽ مارشل لا ۽ جمهوريت جي اکپوٽ اڌ صديءَ تائين جاري رهي آهي. ان راند ۾ ملڪ جو نقصان تہ هر صورت ۾ ٿيڻو هو پر ماڻهن جو جيڪو ذاتي نقصان ٿيو آهي، ان جي تلافي ڪا بہ ۽ ڪنهن ڊر جي حڪومت ڪري نہ ٿي سگهي. اهو نقصان مال کان وڌيڪ جان جو آهي ۽ جان جي ڪا بہ قيمت نہ آهي.

حسن ناصر کي، ايوب جي دور ۾ ماريو ويجي يا ضياءَ جي ڏينهن ۾ پٽي صاحب کي ڦاسي تي چاڙهيو ويجي يا محترمہ بينظير جي حڪومت ۾ علي محمد هنگوري کي اسپتال ۾ (آخري وقت ۾) اڪيلو ڪري ماريو اهي سڀ جا سڀ سياسي قتل آهن.

حسن ناصر شهيد کان وٺي هنگوري تائين سيني سياسي مقتولن جو ڏوهہ اختلاف راءِ رکڻ کان علاوه ٻيو ڪجهه بہ ڏسڻ ۾ نہ ٿو اچي، ڇو تہ متين تمام پس منظر ۾ حڪومتن جي مسند تي ويٺل حاڪمن جا چهرا تبديل ٿيا آهن، اختلاف رکندڙ ماڻهو تبديل ٿيا آهن، مگر رويا ۽ انداز ساڳيا آهن. بگهڙ کي ٻڪري جي کل پارائي ٻڪري نہ ٿو بنائي سگهجي، قتل جا طريقا تبديل ڪرڻ سان قوم حڪومت جي ساراهہ جا ڍڪ ڪونہ پريندي، ڪورٽن، عمارتن کي نئين رنگ ڏيارڻ سان انصاف پلئہ نہ پوندو آهي. مري وڃڻ جي آزادي کي آزادي ۽ ذلت جي زندگي پنهنجي مرضي سان گذارڻ کي جمهوريت نہ ٿو چئي سگهجي، جمهوريت لاءِ ضروري ڳالهہ ۽ پهرئين شرط اها آهي تہ پنهنجن مخالفن کي برداشت ڪيو ويجي نہ ٿي جمهوريت دشمن قرار ڏئي زندان پويان واڙيو ويجي ۽ اهڙي حالت ۾ سندن موت کي حادثو قرار ڏنو ويجي.

جن ڏينهن ۾ علي محمد هنگورو، جمهوريت جا تاب نہ سهي گذاري ويو ان وقت مون کي ڄام صادق عليءَ جو دور ياد آيو جڏهن آصف علي زرداري بيشمار ڪيسن ۾ اندر هو تڏهن بينظير ڀٽو پيپلزپارٽيءَ جي سيني اڳواڻن کي هن ملڪ جو آئيندو خطري ۾ نظر ٿي آيو ۽ جمهوريت جي بقا لاءِ انهن سيني ضروري ٿي

سمجهيو تہ آصف علي زرداريءَ کي غير مشروط طور تي آزاد ڪيو ويجي، ڇو تہ سندن خيال ۾ متس مڙهيل ڪيس ڪوڙا ۽ من گهڙت هئا ۽ اهڙي صورتحال جڏهن علي محمد هنگوري سان هئي تہ بينظير صاحبہ جمهوريت جي روشن مستقبل خاطر ان هيٺي ۽ بيمار سياسي قيديءَ کي علاج جون سهوليتون بہ ميسر ڪري نہ ڏنيون ڇو تہ ائين ڪرڻ سان جمهوريت جو تابناڪ مستقبل خطري ۾ پئجي پئي سگهيو.

مان اهو نہ ٿو چوان تہ ڪو هنگوري کي ڪوڙن ڪيسن ۾ ڦاسايو ويو هو مگر ڪيس علاج جون سهولتون نہ ڏيڻ ڪٿان جو انصاف هو ڪٿان جي جمهوريت هئي.

جنهن واقعي کي مان چوري وينو آهيان، سو ماضي بنجي چڪو آهي پر اهڙا حادثا ۽ اهڙا واقعا اسان جي سماج ۾ روز رونما ٿين ٿا. حسن ناصر مارجي يا نذير عباسي، ذوالفقارعلي ڀٽو ڦاسي چڙهي يا جي ايم سيد اسيريءَ جي حالت ۾ موت جي آغوش ۾ هليو وڃي، يوسف جکراڻي کي ماريو وڃي يا علي محمد هنگوري کي . اهي ۽ ان جهڙا سمورا موت سياسي قتل آهن. ڀلي اهي ايوب جي دور ۾ يا ضياءَ جي دور ۾ ٿيا هجن يا بينظير جي وقت ۾ ٿيندا هجن. اهڙن قتلن کي رڪجڻ کپي، عوام اڳيان ڪو بہ حڪمران جواب ڏيڻ کان متثنيٰ قرار ڏيئي نہ ٿو سگهجي.

وقت اچي چڪو آهي تہ مارشل لا ۽ جمهوريت جي فرق کي ڇنڻو ڪجي. ڇو تہ اسان لاءِ قدر ۽ رويا اهميت رکن ٿا. ماڻهو نہ. سياست جي شاگرد جي حيثيت سان، مان ضروري سمجهان ٿو تہ جمهوريت جي نالي تي عوام کي آفيم جي گوري ڏيئي وڌيڪ سمهاري نہ ٿو سگهجي، ڇو تہ ايڪيهين صديءَ جي دستڪ ماڻهن کي ننڊ مان اٿڻ لاءِ بيچين ڪري رهي آهي ۽ ايڪهين صديءَ جي ڳالھ هن ملڪ ۾ وڏ کان وڏ محترمہ بينظير ئي ڪندي رهي آهي ۽ اها ئي واحد قومي اڳواڻ آهي، جنهن ۾ عوام جون اُميدون قدري گهٽيون آهن.

*(روزانہ "خلق" حيدرآباد، 8 جون 1995ع)*

## فقير محمد لاشاري ۽ ڊاڪٽر اسماعيل اديجو

# روشنيءَ جو انت

اخبارن ۾ ڇپجندڙ ڪجهه خبرون، ڇهرن تي درد ۽ پيڙاءَ جا ڪجهه اهڙا تاثر ڇڏي وينديون آهن، جن جا اولڙا صدين تائين متجي ناهن سگهندا. اڙهين جولاءِ جون سپيئي اخبارون هڪ اٿاهه درد جو پيغام کڻي، جڏهن مختلف هٽن ۾ پهتيون ته سڄي سنڌ سڪتي ۾ اچي ويئي. خبر جو عنوان هو ڊاڪٽر اسماعيل اديجو ۽ فقير محمد لاشاري روڊ حادثي ۾ فوت. اها محض خبر نه هئي، ڪنهن غريب جي گهر تي ڪريل اها وڄ هئي، جيڪا خوابن جا سپئي ريشم جهڙا سلسلا ساڙي ڇڏيندي آهي ۽ پنهنجي پويان سڏڪن جو هڪ اهڙو سلسلو ڇڏي ويندي آهي، جنهن جو پڙلاءُ تاريخ جي سيني ۾ صدين تائين جاڳندو آهي.

هر نقصان کي هڪ ازالو ۽ هر خال جو هڪ پورائو ٿيندو آهي، مگر موت جو ڪو به ازالو ۽ وڇوڙي کي ڪو به پورائو ناهي ٿيندو. ڪجهه ماڻهن جو موت خوشبوءِ جو موت ثابت ٿيندو آهي ۽ گلن جو درد بنجي ويندو آهي. ڪجهه ماڻهن جو موت روشنيءَ جو موت ثابت ٿيندو آهي ۽ اکين کي اوندهه جون غارون بنائي ڇڏيندو آهي. ڊاڪٽر اسماعيل اديجي ۽ فقير محمد لاشاري جو موت به اهڙو ئي موت ثابت ٿيو آهي.

سنڌ جي سياست ۽ صحافت کي هڪڙي ٻيڙيءَ ۾ سوار ڪرڻ جو سهرو ٻنهي دوستن جي سر تي آهي. هي اهڙا ستارا هئا جن کي هڪڙو آسمان ٿيندو آهي، جن جي اجهامي وڃڻ سان سياست ۽ صحافت جو آسمان يتيم ٻار جيان ويڳاڻو ۽ وساٽل نظر اچي رهيو آهي.

هي هڪ جذباتي حقيقت آهي ته بي وقتائتو موت، اُن اڻ مندائتي مينهن جيان ٿيندو آهي، جيڪو پڪل فصل کي سفاڪيءَ سان ساڙي ڇڏيندو آهي. سنڌ جي هنن ٻن ڏاهن جو موت سياست ۽ صحافت جي جوانيءَ جو موت ثابت ٿيو ۽ مون ٻيهريون دفعو محسوس ڪيو آهي ته ذوالفقار علي ڀٽي جي شهادت کانپوءِ سنڌ جو هي ٻيو وڏو نقصان ٿيو آهي، جنهن سان سڄي سنڌ درد جي لهر ۾ تڙپي اُٿي آهي، سنڌ جي انهن ٻنهي تاريخي اڏيتن جي سرزمين پنجاب آهي.

ڊاڪٽر اسماعيل اديجي پنهنجين صلاحيتن جي بنياد تي سياسي حلقن ۾ جيڪو مان ماڻيو سو تمام گهڻن ماڻهن کي خوابن ۾ به نصيب ناهي ٿيندو. هي

نوجوان سياستدان، پنهنجي منطقي سوچ ۽ سائنسي ائپروچ جي ڪري دوستن ۾ مقبول ۽ دشمنن ۾ مشهور هو. هن سان منهنجيون هڪ يا ٻه مختصر ملاقاتون رهيون. مونکي ساڻس ملڻ ڪانپوءِ تمام جلد اهو اندازو ٿي ويو هو ته اجا سڀ مور مئا ناهن، مگر هاٿي ڪانون جي قطارن ۾ ڪنهن ٻه ڪونج جو ڪر لاءِ، ڪنهن ٻه مور جو ٿهوڪو ڪنهن ٻه ڪبوتر جو ٺڙڪو ٻڌڻ ۾ نه ايندو. هي اُهو سياستدان هو جنهن سنڌ اسيمبليءَ ۾ پنهنجي ڏاهپ جي ڏور سان لساني درندن کي هڪ قطار ۾ ٻڌي ڇڏيو هو. جنهن جي نانوءَ کان تعصب جا پرچارڪ ائين ڇرڪندا هئا جيئن چمڙا روشني کان ڇرڪندا آهن.

جنهن دور ۾ سنڌ اسيمبلي جا ميمبر ان وقت جي وڏي وزير کان ائين ڊڄندا هئا جيئن ڪوفي يزيد کان، اُن دور ۾ ٻه ڊاڪٽر اسماعيل اڍيجو خوف ۽ لالچ جي سيني دروازن تي تالا هڻي طاقت ۽ ناحق سان دست و گريبان رهيو. سياست ۽ ذهانت سنڌ ۾ گڏ هلي نه سگهنديون آهن، مگر ڊاڪٽر اسماعيل انهن تمام ٿورن ماڻهن مان هڪ هو جنهن وٽ اِهي ٻئي خوبيون ساڳئي وقت موجود هيون.

سنڌ جي تاريخ ۾ هي پهريون خزاني جو وزير هو جنهن ساليانې بجيٽ تقرير سنڌيءَ ۾ ڪئي. سندس اها جرائت سنڌ اسيمبليءَ جي در و ديوارن تي هڪ مثال بڻجي چنبڙجي ويئي آهي، جنهن کي سنڌ جي تاريخ ۾ هڪ اهم باب جي حيثيت رهندي.

ڊاڪٽر سنڌ جي سياسي حلقن ۾ انتهائي ذهين پارليامينٽيرين جي حيثيت ۾ سڃاتو ويندو هو ۽ ساڳئي وقت سندس پارٽي جا مک اڳواڻ ڪانئس صلاح مشوري وٺڻ ۾ عيب نه پائيندا هئا ۽ هاڻي جڏهن ڊاڪٽر اسماعيل اڍيجو اسان منجهه نه رهيو آهي ته مان سمجهان ٿو ته سندس موت نه فقط سندس خاندان جو وڏو نقصان آهي پر پيپلزپارٽي سنڌ ۽ سياست جو هڪ ناقابل تلافي نقصان ثابت ٿيو آهي.

بلڪل اهڙي طرح فقير محمد لاشاري جو ازلي وڇوڙو صحافت ۽ ڏاهپ لاءِ هڪ اهڙي الميي وانگر آهي، جنهن جو درد ڪيئي نسل پنهنجي سيني ۾ محسوس ڪندا رهندا. مان نٿو سمجهان ته فقير جهڙا ماڻهو سنڌ ۾ ڳولڻ سان ٻه ملي سگهندا.

صحافت، ڪنواري ضمير جو ٻيو نالو آهي ۽ تمام گهٽ صحافي ان جو تقدس بحال رکي سگهندا آهن. جنهن دؤر ۾ ڏيڍ سؤ والن جو پلاٽ ۽ هڪ صحافي ساڳي قيمت ۾ خريد ڪري سگهجن، جنهن دؤر ۾ ايف. ايڪس ڪار مهانگي ۽ صحافي سستو هجي، جنهن دور ۾ وسڪي جي هڪڙي جام ۾ صحافي کي غوطا ڏياري سگهجن ۽ جنهن دور ۾ صحافت جهڙي پوتر پيشي کي بلو جنرلزم جو نالو ڏنو وڃي، ان دور ۾ فقير جي ڪشتي ۾ پٿرن ۽ دامن ۾ ڇيدن ڪانسواءِ ڪجهه ٻه نه هئو.

هڪ ڳالهہ چڱي طرح سمجهي ڇڏڻ گهرجي تہ صحافت، سياست وانگر انساني حقن ۽ سندن آجپي جو آخري سهارو آهي. دنيا جي مهذب ملڪن ۾ قلم جي قيمت آسانيءَ سان لڳائي ناهي سگهبي ۽ اُتان جا حڪمران هڪڙي ڳالهہ چڱي طرح سمجهن تا تہ شينهن جي وات مان گرهہ ڪڍي سگهجي ٿو مگر صحافي جي قلم کي پنهنجي مفاد ۾ استعمال نٿو ڪري سگهجي. مونکي ذاتي طور تي خبر آهي تہ جڏهن سنڌ جي هڪ فيل مست وڏي وزير فقير کي پاڻ وٽ گهرائي پنهنجي حق ۾ لکڻ لاءِ چيو ۽ ٻي صورت ۾ موت لاءِ تيار رهڻ لاءِ چيو تہ فقير موت ۾ جواب ڏنو هو "مان توهانجي حق ۾ لکان ان کان بهتر آهي تہ توهان مون کي مارائي ڇڏيو.

موت کي زندگي تي ترجيح ڏيڻ وارا اهو چڱي طرح ڄاڻندا آهن ذلت جي ڏکهي زندگي کان موت جو هڪ لمحو هزارين ڀيرا بهتر آهي. فقير محمد لاشاري واڳن جي وات ۾ ويهي پنهنجي ديس ۽ ديس وارن جي حقن لاءِ لکندو رهيو. هن ڪنهن کي بہ اهو حق نہ ڏنو تہ سندس قلم ۽ ضمير جي قيمت مقرر ڪري، ڇو تہ هُو هڪ آدرشي صحافي هو جنهن کي نہ مايا جو موهہ هو نہ ڏاڍي جو خوف، هن صحافت کي هڪ معنيٰ ڏيڻ پٺيان ڇاهي جنهن ۾ هو يقينن ڪامياب رهيو. مان سياست ۽ صحافت جي ٻنهي عظيم ڪردارن کي سلام ڪريان ٿو جيڪي جيترو بہ جيئرا رهيا، پنهنجي مقصد ۽ قوم سان سچا رهيا.

*(روزانہ "عبرت" حيدرآباد)*

# شهيد ذوالفقار علي ڀٽو

سر شاهنواز ڀٽي جي گهر ۾ 5 جنوري 1928ع تي پيدا ٿيندڙ ننڍڙي ٻار جو نالو جڏهن ذوالفقار علي رکيو ويو هو تڏهن ان ڳالهه جو ڪنهن کي به اندازو ڪونه هو ته هي معصوم ۽ ابهم ٻارڙو پنهنجي نالي جي ساک پنهنجي شهادت سان قائم ڪندو. هڪ جاگيرداراڻو پس منظر رکندڙ ۽ زندگيءَ جون سموريون حسناڪيون ڏسندڙ ماڻهو سماجي ونهوار ۾ انتهائي محتاط ۽ عام طور تي رک رکاءُ واري فطرت رکندا آهن ۽ جيڪڏهن اهي اقتداري سياست جا حصا به هجن تا ته پوءِ هر لحاظ کان پنهنجي کل بچائڻ واري پاليسيءَ تي ڪاربند رهندا آهن. پاڪستان جي سياسي وايومنڊل ۾ وفاقي سوچ جي آڌار تي سياست ڪندڙ ۽ اقتدار ۾ حصي پتي ونڊ وارا سمورا سنڌي سياستدان اسيمبلي ڪارروائن کان وٺي عام مجلسن ۽ محفلن ۾ آخري بينچن تي ويٺل شاگرد وانگر رڳو اوٻاسيون ئي ڏيندا رهيا آهن. نه رڳو ايترو پر وزارت يا صلاحڪاريءَ جي قيمت تي سنڌ ۽ ان جي عظيم مفادن جو سودو ڪندي نظر ايندا آهن. سنڌ جي اِها غلاميءَ واري گڏيل سوچ، غلاميءَ ۾ گذاريل صدين جي پڙاڏي طور اسان جي ڪلچر جو حصو بڻجي چڪي آهي. سنڌي وڏيرا ۽ جاگيردار 1947ع کان اڳ ۾ انگريز ڪامورن جون دعوتون ڪرڻ ۽ ڪين شڪار ڪرائڻ ۾ فخر ۽ پنهنجي لاءِ تعظيم تصور ڪندا هئا. مون اهڙي دعوت جي هڪ تصوير دعوت ۾ شامل انگريز آفيسرن جي نالن ۽ هڪ ٻئي تفصيل سان ڏٺي آهي. تصوير ڏسي مون کي انتهائي حيراني ٿي. انهيءَ تصوير ۾ ڏيکاريل هو ته ڪجهه انگريز آفيسر ڪاڏي جي ٽيبل تي دعوت نوش ڪري رهيا هئا ۽ سندن دعوت ڪندڙ اتر سنڌ جو هڪ نواب، انهن جي پويان نوڪرن وانگر ڪجهه پريرو ويٺل هئو. تصوير انتهائي حيران ڪندڙ هئي. دعوت به نواب پاران، تڏو به نواب جو پر ڪيس انگريز عملدارن سان گڏجي ويهڻ جو نه حق هو ۽ نه ئي حيثيت. اهو لقاءُ انهيءَ اتر سنڌ جي بروچ نواب سان ئي لاڳو ڪونه هئو سموري سنڌ اهڙن خانبهادرن، نوابن، خانصاحبن سان پري پيئي هئي، جيڪي انگريزن سان هٿ ملائيندي پيرن تائين پنهنجو پٽڪو جهڪائي ڇڏيندا هئا. اهو انهيءَ ڪري به هئو ته جيڪو وڏو غلام اهو وڏو خانبهادر ۽ نواب تصور ڪيو ويندو هو. جڏهن قومن جو گڏيل ڪلچر ۽ سماجي سوچ غلاميءَ جي اهڙي نفسياتي ڪيفيت جو شڪار ٿي وڃي، تڏهن آزادي ۽ عزت نفس جو تصور به نٽو ڪري

سگهجي. جنهن سنڌ جا وڏيرا ۽ جاگيردار انگريزن جي گهوڙن کي پنهنجن هٿن سان گاهه کارائيندا هئا. انهن تاريخ شاهد آهي تہ اقتدار جي قيمت تي سنڌ کپائڻ ۾ بہ ڪسر ڪانہ ڇڏي ورهاڱي کان پوءِ واري سياسي منظرنامي تي نظر وجهبي تہ اسان کي سنڌ جي سياستدان جو گڏيل ڪردار (سائين جي ايم سيد ۽ هڪ اڌ ٻين سياستدانن کي ڇڏي ڪري) ضمير فروشي ۽ وطن فروشيءَ وارو ئي ملندو. وطن. ان جي وسيلن ۽ پنهنجي مستقبل کان بي نيازي ۽ لاوارثيءَ جو اهو رجحان اڄان بہ اسان وٽ موجود آهي. هينئر بہ سنڌ جي اڪثريتي وڏيرن ۽ جاگيردارن جو سياسي ڪردار انتهائي شرمناڪ آهي. اڳي هو انگريزن کي سامهون رکي سياسي سجدا ڪندا هئا ۽ هاڻي خاڪين کي پنهنجو سياسي قبلو تصور ڪري رهيا آهن.

ڪنهن بہ قوم يا ملڪ جي سماجي ۽ شعوري سطح جيڪڏهن انهيءَ حد تائين شرمناڪ ۽ ذلت سان ڀرپور هجي تہ اتي ڪنڌ مٿي ڪٽي هلڻ وارو حوصلو مشڪل سان ئي پيدا ٿيندو آهي. پر سنڌ ۽ پوري دنيا ڏٺو تہ شاهہ عبداللطيف ۽ شاهہ عنايت کان پوءِ سنڌ هڪ اهڙي سپوت کي جنم ڏنو جنهن جي ڇيتي جهڙي چنگهاڙ وائيٽ هائوس ۾ ويٺل آمريڪي صدر جمي ڪارٽر جون ننڊون ڦٽائي ڇڏيون ۽ اتان جي پرڏيهي سيڪريٽري هينري ڪيسنجر ڀٽي کي نياپو ڪيو تہ "اسان توکي مثال ناهينداسين!"

ذوالفقار علي ڀٽو ذلتن جي ضمير مان ڳوهيل مٽيءَ مان ڪونہ نهيو هو هو نسبتي طور تي پٽ تہ شاهنواز ڀٽي جو هو پر سندس روحاني ربط ماڻهن جي انهيءَ قبيلي سان هو جيڪي موت کي پنهنجي منڍيءَ ۾ هيري جيان مڙهي رکندا آهن ۽ وقت اچڻ تي اُن کي لقمہء حيات سمجهي، سقراط جي زهر جيان نڙيءَ مان هيٺ لاهي ڇڏيندا آهن.

5 جنوري 1928ع تي جنم وٺندڙ ذوالفقار علي ڀٽو پنهنجي ابتدائي تعليم هندوستان مان حاصل ڪئي. جنهن کان پوءِ اعليٰ تعليم لاءِ کيس لنڊن موڪليو ويو جتي هن جڳ مشهور آڪسفورڊ يونيورسٽيءَ مان علم سياسيات ۽ قانون ۾ ڊگريون حاصل ڪيون. پنهنجو تعليمي سفر مڪمل ڪرڻ کان پوءِ هو موٽي پنهنجي مادر وطن سنڌ آيو ۽ ڪراچيءَ ۾ هڪ نوجوان وڪيل جي حيثيت سان پريڪٽس شروع ڪئي ۽ گڏوگڏ قانون جي استاد طور نوڪري بہ ڪرڻ لڳو. ڪراچيءَ ۾ پريڪٽس دوران هو ٿوري ئي وقت ۾ سماجي ۽ سياسي حلقن ۾ پنهنجو نالو ڪمائڻ لڳو ۽ اقتدار جي اعليٰ مسندن تي ويٺل حلقن جي ڌيان جو مرڪز بنجڻ لڳو.

چوندا آهن تہ الله حسن ڏيندو آهي تہ نزاڪت اچي ئي ويندي آهي. پر ذوالفقار علي ڀٽو اهو شخص هو جيڪو هر وجہ حسين بہ هئو نازڪ بہ هئو تہ ذهين

ٻ هو تہ بهادر ٻہ. هن پنهنجي سياسي سفر جي شروعات اسڪندر مرزا جي ڪيبنٽ ۾ هڪ وزير جي حيثيت سان ڪئي. ملڪ جي اسيمبليءَ ۾ هي ڀهريون موقعو هو تہ عوام هڪ اهڙي سياستدان کي ڏٺو جنهن جي ڳالهائڻ ۾ درياهن جي رواني، لهجي ۾ ڪمال جي خود اعتمادي ۽ ارادن ۾ طوفانن واري پراسراريت سمايل هئي. اِهو اُهوئي دؤر هو جڏهن صدر ايوب خان جي نظر مٿس پئي ۽ هن کيس پنهنجن ويجهن ساٿين ۾ شمار ڪري ڇڏيو. ايوب خان هن جي خداداد صلاحيتن کي ڏسي کيس ملڪ جو اهم ترين حڪومتي عهدو يعني پرڏيهي وزارت جو قلم دان حوالي ڪيو ۽ اِهوئي اهو وقت هئو جڏهن سنڌ جائو نوجوان، دنيا جي سياسي افق تي ستارو بڻجي چمڪڻ لڳو.

ذوالفقار علي ڀٽي کي مان ان گل مثل تصور ڪندو آهيان، جيڪو سنڌ جي چمن ۾ صدين کان پوءِ ٽڙيو هو. هو تاريخ ۽ سياست جي عالمي قدرن کان چڱيءَ طرح واقف هو ۽ کيس خبر هئي تہ دنيا جو مستقبل ڪيڏانهن وڃي رهيو آهي ۽ ان ۾ پاڪستان ڪٿي ۽ ڪهڙي حال ۾ هوندو. انهن سڀني ڳالهين ۽ عالمي منظرنامي کي سامهون رکندي هن اصولي اختلافن جي بنياد تي پاڻ کي ايوب خان ۽ ان جي حڪومت کان ڌار ڪري بيهاريو ۽ پنهنجي الڳ سياسي پارٽي "پاڪستان پيپلز پارٽي" جو بنياد رکيو.

پاڪستان جي سياست ۾ اِهو پهريون موقعو هو تہ هڪ سنڌي سياست جي شطرنج ۾ مخالفن جي مهرن کي شڪست ڏيندو ابترو اڳتي نڪري اچي. ڀٽي شهيد پنهنجي سياست جو محور وڏيرن ۽ ڪامورن کي بنائڻ بدران عوام کي بڻايو ۽ ملڪ جي ڪروڙين ماڻهن کي سندن عزتِ نفس ياد ڏياري.

فوجي حڪومت جي قائم ڪيل اڻ برابريءَ کي بنياد بڻائي جڏهن 1971ع ۾ بنگال پنهنجي آزاديءَ جو حق هڪ فيصلہ ڪن جنگ کان پوءِ حاصل ڪري ورتو تہ بچيل پاڪستان وٽ ملڪ ۽ ملڪ کان ٻاهر ڏيکارڻ لاءِ ڪو مناسب، عزت ڀريو ۽ قابلِ رشڪ ڪردار باقي ڪونہ رهيو هو. انهيءَ ڳالهہ جو اندازو چڱيءَ ريت لڳائي سگهجي ٿو تہ هڪ ملڪ جيڪو خانہ جنگيءَ جي صورت ۾ ٻہ اڌ ٿي چڪو هجي، جنهن جي فوج جا 90 هزار "جوان" دشمن ملڪ وٽ جنگي قيدي بڻجي چڪا هجن ۽ جنهن جو اخلاقي توڙي جنگي حوصلو يا مورال تباهہ ٿي چڪو هجي، سو نفسياتي طور ڪهڙي صورتحال مان گذري رهيو هوندو؟ اهڙي نازڪ ترين موڙ تي، ملڪ جي فوجي قيادت وٽ فرار کان علاوه ٻيو ڪوبہ رستو ڪونہ بچيو هو ۽ انهن وٽ ٻي اهڙي ڪابہ واهہ ڪانہ هئي تہ هو ملڪ ڪنهن مضبوط ماڻهوءَ جي فولادي هٿن ۾ ڏيئي پاڻ گهر ويهڻا ٿين، ۽ تڏهن سندن نظر ذوالفقار علي ڀٽي کان علاوه ٻيو ڪنهن مٿان پئجي ٿي سگهي؟ سو اهڙيءَ طرح ملڪ جو بچيل

حصو سندن حوالي ڪيو ويو وقت وڏن ماڻهن کان تاريخي ڪم ونندي آهي. ڀٽي صاحب چڱيءَ طرح ڄاتو پئي تہ هڪ شڪست کاڌل ملڪ کي عزت جي آڪسيجن ڪيئن ٿي ڏيئي سگهجي. ملڪ جي صدارت سنڀالڻ کان پوءِ هن پنهنجي انتهائي اعليٰ سياسي بصيرت ۽ ذهانت سان هندوستاني قيادت سان ڊائلاگ شروع ڪري نہ رڳو 90 هزار قيدين کي آزاد ڪرائي پنهنجي ملڪ وٺي آيو پر هندوستان جي قبضي هيٺ آيل هڪ وڏو علائقو بہ بنا ڪنهن ”ڊيل“ جي واپس ڪرائڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو. ڇوندا آهن تہ يحيٰ خان جيڪا جنگ، ميدان ۾ هارائي هئي، اها ڀٽو صاحب ڊائلاگ ذريعي کٽي ورتي.

ڪهاڻي اتي ختم نہ ٿي ٿئي، انهن ڪارنامن کان پوءِ ئي ڀٽي صاحب جو اصل سفر شروع ٿئي ٿو. انهن ئي ڏينهن ۾ هندستان ايٽمي ڌماڪو بہ ڪري چڪو هو. هندستان جو ايٽمي ڌماڪو اصل ۾ پاڪستان لاءِ هڪ پيغام هو جنهن ۾ پاڪستان کي هميشہ هميشہ لاءِ ختم ڪرڻ جو مقصد سمايل هو. اهڙي پيغام کي ڀٽي صاحب چڱيءَ ريت سمجهي ورتو ۽ پاڪستان کي ايٽمي طاقت بڻائڻ لاءِ عملي طور تي سرگرم بڻجي ويو ۽ آخر اهو وقت بہ آيو جو فرانس جي مدد ۽ ڊاڪٽر قدير خان جي مهارت سان پاڪستان ايٽمي صلاحيت حاصل ڪري ورتي. ملڪ جي دفاع کي هميشہ هميشہ لاءِ يقيني بڻائڻ کان پوءِ هن ملڪ ۽ اسلامي دنيا جي خوشحاليءَ لاءِ پاڻ پتوڙڻ شروع ڪيو ۽ سعودي عرب جي فرمانروا شاهہ فيصل سان گڏجي اسلامي دنيا جي اقتصادي ۽ سياسي اتحاد لاءِ ڀرپور ڪردار ادا ڪرڻ لڳو. لاهور ۾ عالمي اسلامي سربراهي ڪانفرنس ڪوٺائڻ وارو عمل انهيءَ سلسلي جي ڀهرين ڪڙي هو. ڀٽي صاحب جو اهو ڪارنامو بيٺل پاڻيءَ ۾ پٿر ثابت ٿيو ۽ پوري دنيا جي مسلمان ملڪن پنهنجن وسيلن جي مالڪي مٿان مغربي ملڪن جي اجاره داريءَ کي چيلينج ڪيو ۽ نتيجي طور آمريڪا ۽ ان جا اتحادي ملڪ ڀٽي ۽ شاهہ فيصل جي خون جا پياسا ٿي ويا. ان سلسلي ۾ انهن ڀهريائين شاهہ فيصل کي پنهنجي ڀائٽي جي هٿان ۽ ذوالفقار علي ڀٽي کي جنرل ضياءُ الحق جي هٿان قتل ڪرائي ڇڏيو.

هاڻ جڏهن شهيد ڀٽي جي سالگرهہ اچڻ واري آهي، تڏهن سنڌ، پوري دنيا جي ديسن ۾ اوچو ڪنڌ ڪري بيٺل آهي ۽ تاريخ کي ياد ڏياري رهي آهي تہ سندس سيني تي جنم ونندڙ گلاب پلي ڦاهي چڙهي وڃن پر سندن خوشبوءِ سان انسانيت جي عاقبت سڌري ويندي آهي!!

*(پندرهن روزه ”عبرت مئگزين“ حيدرآباد، 1 جنوري 2007ع)*

# شهيد بينظير ڀٽو
# پنڪي توکي سلام!

هُن 21هين جون 1953ع تي جنم ورتو ۽ 27 ڊسمبر 2007ع تي شهيد ٿي. چوونجاهه سال، ڇهه مهينا ۽ ڇهه ڏينهن زندگي ماڻيندڙ محترمه بينظير ڀٽو اڄ کان 55 سال اڳ ۾، ذوالفقار علي ڀٽو جي گهر ۾ جنم ورتو هو. جنهن کي پڻ 53 سالن جي عمر ۾، پنهنجي عهد جي بدترين آمر جنرل ضياءَ الحق ڦاهيءَ ذريعي شهيد ڪيو هو. پيءُ جي شهادت کان ٺيڪ اناويهه سال بعد، هڪ ٻئي آمر، جنرل مشرف جي حڪومت دوران، راولپنڊي شهر ۾ (جيڪو ڀٽو خاندان جو مقتل آهي) کيس به شهيد ڪيو ويو.

اڄ جڏهن محترمه جي شهادت کي اڄان ڇهه مهينا مشڪل سان ئي گذريا آهن ته اسان وٽ سندس جنم جو ڏينهن هلي آيو آهي، تڏهن اسان پنهنجا لڙڪ لڪائي، سندس جمڻ واري ڏينهن کي ”ويلڪم“ ڪريون ٿا.

بينظير ڀٽو جو جنم، سنڌي پيءُ ۽ ايراني ماءُ جي گهر ۾ ٿيو. بهادري، ذهانت ۽ خوبصورتيءَ جهڙيون خوبيون کيس ماءُ، پيءُ کان ورثي ۾ مليون. هن جڏهن هوش سنڀاليو ته پنهنجي والد کي ملڪ جي سياست ۾ هڪ فعال ڪردار ادا ڪندي ڏٺائين ۽ ان جو مثبت اثر وٺندي رهي. سندس والد کي پڻ پنهنجي ڌيءَ (جنهن کي هو پيار وچان ”پنڪي“ چوندو هو) جي ذهانت ۽ خداداد صلاحيتن جو ڀرپور ادراڪ هو جنهن سبب ڪري ئي هو اڪثر کيس پاڻ سان گڏ رکندو هو ۽ ملڪي توڙي عالمي سياست جا گر سيکاريندو هو. 1971ع ۾، جڏهن پاڪستان جي مدهوش صدر جنرل يحيٰ خان جي هٿ مان پاڪستان، هڪ گلاس وانگر ڪري، ٽٽي ٻه ٽڪر ٿي ويو ته شهيد ذوالفقار علي ڀٽي، تاريخ جي اهڙي انتهائي نازڪ ۽ اهم موڙ تي ملڪ جي قيادت سنڀالي ۽ هندوستان هٿان ڪاڏل جنرلن جي شڪست ملڪ جي ٽٽڻ ۽ 90 هزار فوجي قيدين واري معاملي کي سفارتي محاذ تي ڪٽي آيو ۽ شملا معاهدي ذريعي ملڪ کي (جيڪو ذري گهٽ سڪرات ۾ هئو) نئين سر زندگي ڏني.

هڪ شڪست کاڌل ۽ ٽٽي ٻه ٽڪرا ٿي ويل ملڪ جي وزيراعظم جي حيثيت سان جڏهن ذوالفقار علي ڀٽو فاتح هندستان جي وزيراعظم اندرا گانڌيءَ

سان 90 هزار فوجين جي آزادي، قبضي هيٺ آيل علائقن جي واپسي ۽ وري جنگي اڳرائي نہ ڪرڻ جهڙن اهم ترين معاملن تي ڳالهائي رهيو هو تہ انهيءَ سموري عرصي دوران ساڻس گڏ سندس سڀ کان پياري ڌيءَ پنڪي، يعني بينظير ڀٽو بہ گڏ هئي. تڏهن محترمہ جي عمر مشڪل سان سترنهن سال مس هئي. ايتري ننڍڙي عمر ۾ عالمي سطح جي سياسي محاذن تي ڀٽي صاحب جو پنهنجي نياڻيءَ کي پاڻ سان گڏ رکڻ وارو عمل، ڪو بنا مقصد جي ڪونہ هئو. هن ڄاتو پئي تہ سندس پنڪي، سندس پرتوو آهي، پاڇو آهي ۽ اڳتي هلي هيءَ ملڪ جي ساڻن سنڌن ۾ ساهہ وجهندي ۽ پنهنجي پيءُ جي اهڙي خواهش کي هن بہ چڱيءَ ريت محسوس پئي ڪيو ۽ شملا معاهدي جي سيني مرحلن جو انتهائي گهري نظر سان مشاهدو ڪيو ۽ اهائي محترمہ بينظير ڀٽو جي سياسي زندگيءَ جي باقاعدہ شروعات هئي.

هن ملڪ ۾ ٻن قسمن جي سياست ڪئي ويجي ٿي. هڪ اها جيڪا عوامي آهي ۽ هڪ اها، جنهن کي اسان اقتداري سياست چئي سگهون ٿا. ذوالفقار علي ڀٽو اُهو پهريون سياستدان هو جنهن هن ملڪ ۾ عوامي سياست متعارف ڪرائي. نتيجي ۾ اقتداري سياست جا مهرا سندس تضاد ۾ اچي ويا. 1970ع کان وٺي 1979ع تائين ملڪ جا سمورا بنياد پرست ۽ قدامت پسند عنصر هڪ ٿي ويا ۽ ڀٽو شهيد تقريبن ڏهن سالن تائين عوام ۽ جمهوريت دشمن قوتن سان وڙهندو رهيو ۽ آخر هڪ فسطائي جنرل هٿان جامِ شهادت پي هميشہ هميشہ لاءِ امر ٿي ويو.

محترمہ بينظير ڀٽو هڪ فوجي جنرل هٿان پنهنجي پيءُ جي قتل جي اکين ڏٺي شاهد هئي. راولپنڊي سينٽرل جيل ۾ پنهنجي پيءُ سان آخري ملاقات کان پوءِ هن جمهوريت لاءِ سياسي جدوجهد جي شروعات جو فيصلو ڪري ڇڏيو هو.

ضياءُ الحق، جيڪو پنهنجي قول ۽ فعل ۾ تضاد ۽ ظلمت جو هڪ خاص نمونو هو هر صورت ۽ قيمت تي ڀٽي جي هر حوالي ۽ هر نشان کي ختم ڪرڻ پئي چاهيو جنهن لاءِ هو هر حد ٽپڻ لاءِ تيار نظر ايندو هو. هن کي ملڪ جو هر ماڻهو ڀٽو نظر ايندو هو. هن فوج کي ۽ پوليس کي اختيار ڏيئي ڇڏيا هئا تہ اهي هر انهيءَ ماڻهوءَ کي فري لانس قتڪا هڻن جيڪو زبان تي ڀٽي شهيد جو نالو بہ آڻي ٿو. جبر ۽ ڏاڍ جي انهيءَ انتهائي ڪڙي دؤر ۾ روح کي زخمي ڪندڙ عذاب برداشت ڪري 1986ع ۾ جڏهن پيءُ جي شهادت کان پوءِ پهريون ڀيرو محترمہ ملڪ واپس آئي تہ لاهور جيئي ڀٽو جي نعرن سان ايئن گونجڻ لڳو جيئن صدين جي سناٽي کان پوءِ ڪو خاموش جهنگل چيتي جي اوچتي چنگهاڙ سان گونجي اٿندو آهي.

محترمہ واحد سياستدان هئي جنهن هن ملڪ ۾ ووٽ جي اهميت کي اجاگر ڪرڻ لاءِ باقاعده عملي جدوجهد ڪئي. 1986ع ۾ جڏهن هوءَ لاهور ايئرپورٽ تي لٿي هئي تہ اهو اهڙو وقت هو جو هوءَ ضياءُ الحق جي بت کي عوام جي قدمن جي

تابوت ۾ دفن ڪري پئي سگهي پر هن ايئن نہ ڪيو. هن اهڙي ڪنهن بہ انقلاب جي حمايت نہ ڪئي، جنهن جي اڳيان لفظ "خوني" لکجي ٿو. هن چڱيءَ ريت سمجهيو پئي تہ سندس پيءُ جو قاتل تارا مسيح ڪو فوجي، ڪو جيلر يا ڪوئي جسٽس نہ پر پوري دنيا مٿان حڪمرانيءَ جا خواب ڏسندڙ آمريڪا ۽ اُن جا پاڙيتا جنرل ئي آهن ۽ ان جي سزا هن ڪنهن بہ صورت ۾ عام فوجي سپاهي يا عوام کي ڏيڻ نہ پئي چاهي. هن چڱيءَ ريت ڄاتو پئي تہ قاتل حڪمران ٽولي کان انتقام وٺڻ جي بهترين صورت اهائي آهي تہ ملڪ ۾ جمهوريت قائم ٿئي ۽ ان واسطي ئي هن انتقام بدران جمهوريت جو رستو اختيار ڪيو.

ڏٽڪن، گولين ۽ ڦاهين جي آزمائش مان سرخرو ٿي، 1988ع ۾ عوام جڏهن محترمہ کي وزيراعظم جي ڪرسيءَ تي آٽي ويهاريو تہ ڀهريون پيرو هن ملڪ جي ماڻهن پنهنجين دلين ۾ پلجندڙ پنهنجي شهيد جي غم کي گل ۾ تبديل ٿيندي محسوس ڪيو.

1988ع کان پوءِ هڪ دفعو ٻيهر اُهي سموريون قوتون، جن جا مفاد جمهوريت جي تضاد ۾ آهن، ڀٽو دشمنيءَ جي نقطي تي ٻيهر گڏ ٿيڻ لڳيون ۽ اُهي ان وقت تائين سُک سان نہ ويٺيون، جيستائين انهن محترمہ کي قتل نہ ڪيو!!

۽ اڄ جڏهن محترمہ جي شهادت کي مشڪل سان ڇهہ مهينا مس ئي گذريا آهن تہ سندس سالگرهہ جو ڏينهن اچي ويو آهي ۽ تڏهن اسان پنهنجي بهادري ۽ شهادت جا شيدائي اکين ۾ بار بار تري ايندڙ لڙڪن کي منٿون ڪري گهڙي پل لاءِ روڪڻ جي ڪوشش ڪريون ٿا ۽ صدمن جي تهہ خانن مان محرومين جي مٽيءَ ۾ ويڙهيل مرڪ ڳولي، چپن تي سجائڻ جي ڪوشش ڪريون ٿا تہ ڪٿي بينظير جا قاتل اهو نہ سمجهن تہ اسان سنڌي، تاريخ جي سڀ کان وڏيڪ صدوري ڏيءُ ۽ پنهنجي عظيم پيڙ بينظير ڀٽوجي سالگره ملهائڻ وساري وينا آهيون!!

محترمہ بينظير ڀٽو 21 جون 1953ع تي ڪراچيءَ ۾ پيدا ٿي. هن جي پرورش اصفحان جائي ڪُرد فيملي جي هڪ مانائتي ماءُ بيگم نصرت ڀٽو جي هنج ۾ ٿي ۽ هن هلڻ جو هنر پنهنجي پيءُ جي آڱر پڪڙي سکيو جيڪو لاڙڪاڻي جو سنڌي هو. جنهن جو پيءُ سنڌي هجي ۽ ماءُ اصفحان جي ڪُرد هجي، اُن جو اولاد مرتضيٰ، شاهنواز ۽ بينظير جهڙو ئي ٿي سگهي ٿو جيڪي موت جو انتظار ناهن ڪندا، مگر ان ڏانهن پاڻ هلي ويندا آهن.

امام موسيٰ رضا جي نياڻي ۽ امام علي رضا جي ڀيڻ بي بي زينب جي شهر اصفحان مان، نصرت نالي ڇوڪري اکين ۾ سنياليءَ، اهو ڪهڙو لڙڪ کڻي آئي هئي، جيڪو سنڌ جي اک مان اڄا تائين سُڪو ئي ناهي. ذهين، وجيهہ ۽ بهادر ڀٽي جڏهن بيگم نصرت کي پنهنجي زندگيءَ جي ساٿياڻي بڻايو تڏهن ڀنهي جي گمان

۾ بہ نہ هوندو تہ ڪين اهڙي نياڻي عطا ٿيندي. جيڪا انساني تاريخ جي عظيم عورتن ۾ شمار ٿيندي. نہ رڳو ايترو پر ان ڪي موت بہ اهڙو ئي ملندو جنهن لاءِ هر دؤر جا منصور آرزومند رهندا آهن.

۽ اڄ انهيءَ عظيم بينظير جي سالگرهہ جو ڏينهن آهي، جنهن جي مرقد روز ايندڙ پانڌيئڙن جي لڙڪن سان آلي ٿيندي رهي ٿي. ڳڙهي خدا بخش جي قبرستان ۾ گوليون ۽ ڦاهيون کائي دفن ٿيندڙ پٽا سنڌ جا ۽ سنڌ سندن وارث آهي. سنڌ سندن ورسيون بہ ملهائيندي ۽ سالگرهون بہ ۽ جڏهن خاص طور تي محترمہ جي سالگره وارو ڏينهن هجي تہ اهو سنڌ ملهائڻ ڪيئن وساريندي!

مان سمجهان ٿو تہ محترمہ جي شهادت کان پوءِ، محترمہ جي ولادت وارو ڏينهن وڌيڪ اهميت وارو ٿي ويو آهي. 21 جون جو ڏينهن اسان کي ياد ڏياريندو تہ هن ڏينهن تي سنڌ، اهڙي نياڻيءَ کي جنم ڏنو هو جنهن جي للڪار سان جرنيلن جي ابن ڏاڏن جون هڏيون قبرن ۾ ٿڙڪي پونديون هيون ۽ سندن پٽڪندڙ روح ختم نہ ٿيندڙ چرڪ ۾ مبتلا ٿي ويندا هئا ۽ اهڙي ئي صدوري ڏينهن تي اسان سڀ سنڌي پنهنجن لڙڪن کي ايندڙ خزان لاءِ روڪي رکون ٿا ۽ پنهنجي پيڙ کي سندس جنم ڏينهن "وش" ڪريون ٿا!!!

*(روزانہ "عبرت" حيدرآباد، 21 جون 2008ع)*

## مير مرتضيٰ ڀٽو

# سنڌ ۾ ڪتا خاموش آهن ۽ بندوقون ڀؤنڪن ٿيون!

سنڌ، جنهن کي مان حادثن ۽ عاشقن جي سرزمين تصور ڪندو آهيان سان پنهنجي تاريخ جي لنهواري سفر ۾، وقت جي پرڪيف آبشارن ۽ جهرڻن کان وڌيڪ واهُن جي واٽن مان گذرندي رهي آهي. وجود جي بقا واري انهيءَ ٿڪائيندڙ سفر ۾، هن ڌرتيءَ جا سَنڌَ ۽ هَنڌَ ڪنهن مزدور جي بدن جيان اڄ به ڏکي رهيا آهن، جنهن جون اداس صُبحون، نراس مائرن جي پُٽن جا لهوءَ ۾ رنگيل لاشا، هر روز اجڙيل اکڙن کي آڇيندڙيون رهيون آهن.

حادثن جي هن سرزمين جنهن مٿان سال جا سمورا ڏينهن ڪنهن بُل ڊاگ جي رُومڙ ۽ لُوهه وانگر اُبري اُلري ايندا آهن، اُن جي ڏکن واري تاريخ ۾ ويهين سيپٽمبر وارو ڏينهن ڪو به نٿو وساري سگهي، انهيءَ ڏينهن جڏهن ڪراچيءَ ۾ ستر ڪلفٽن جي ويجهو مير مرتضيٰ جي بي خوف آواز کي سدا لاءِ دٻائڻ واسطي پوليس جي شڪل ۾ چٽني ضلعن جا چيتا مٿس ائين مڙي آيا جيئن ٻاٽيءَ جي تلاش ۾ نڪتل هرڻي مٿان، ٽن ڏينهن کان بکايل شينهن ٻيڪي ۽ پڙڪي سان باهوڙجي ايندا آهن. اهو ئي سبب آهي جو جڏهن به مان نيشنل جاگرافيڪل چئنل ۾ اهڙو ڪو به منظر ڏسندو آهيان، جنهن ۾ ڪنهن هڪ هرڻي ۽ ڪيترن ئي وحشي چيتن ۽ شينهن منجهه هڪ طرفي موت ۽ زندگيءَ جي راند هلي رهي هوندي آهي تہ مون کي اُمالڪ مرتضيٰ ڀٽو ياد اچي ويندو آهي، جنهن مٿان ساڳي مشق آزمائي ويئي.

هي ملڪ، جنهن ۾ اقتدار جي جنگ آزاديءَ کان بہ اڳ شروع ٿي چڪي هئي، اُنهيءَ ملڪ ۾ عجيب ڪهاڻيون جنم وٺنديون رهيون آهن. اُنهن سيني ڪهاڻين ۾، ڀٽي خاندان جي ڪهاڻي عجيب طلسماتي ۽ حيران ڪندڙ رهي آهي، هي خاندان جيڪو عوام جي پسند جي نتيجي ۾ حاڪمن جي نفرت جو شڪار رهيو انهيءَ جا سمورا ڪردار فيض جي انهيءَ نظم جي ڪردارن وانگر نظر اچن ٿا، جيڪي محبوب جي پاڙي مان سفر شروع ڪن ٿا ۽ اُن جي پڇاڙي مقتل جي در تي ڪن ٿا.

مير مرتضيٰ ڀٽو جنهن جو پروفائيل سندس سڄڻن ۽ دشمنن وٽ الڳ الڳ انداز ۾ لکيل آهي، هزارن تضادن جي باوجود هڪ اهڙي شخص جو ”پروفائيل“

آهي جنهن کي موت جي پڇاڙيءَ سان هُن بنهہ سگهارو بنائي ڇڏيو جنهن جي سچائيءَ مٿان شڪ ڪرڻ هنج جي حسن مٿان ڪنهن ڇيري جي ڪلڻ وانگيان لڳي ٿو ڇو تہ منهنجي اڳيان سچائيءَ جو انهيءَ کان وڌيڪ ٻيو ڪو بہ ثبوت ناهي، جڏهن ڪو بہ ماڻهو شڪ جي سيج ڇڏي، ڏيئي حياتيءَ کي موت جي بساط تي وڇائي ڇڏي.

1977ع ۾ جلاوطنيءَ جي زندگي اختيار ڪندڙ لاڙڪاڻي جو هي ڌرتي ڌڪاڻل شهزادو جڏهن 90ع واري ڏهاڪي جي آخري سالن ۾ سنڌ موٽيو تہ هتان جي اصل حڪمرانن جون ننڍيون سنڌن اکين مان ائين اڏري ويون جيئن ساڌ جي جاڳي پوڻ سان چورن جا پاڇا الوپ ٿي ويندا آهن ۽ اُهي لڪل طاقتون سنڌس زندگيءَ ۾ پنهنجي موت جي منظر کي ڇٽو ڏسڻ لڳيون ۽ نيڪ انهيءَ ڏينهن جڏهن هو جلاوطنيءَ جي زندگي ختم ڪري وطن موٽيو تہ سنڌس پيءُ جي قاتلن هڪ دفعو ٻيهر. سنڌس موت جو بہ چار اُٺڻ شروع ڪيو جيڪو اج کان چار سال اڳ، ويهين سيپٽمبر تي مڪمل ٿيو جڏهن حق نواز سيال، شعيب سبل ۽ دُرانيءَ جي ڊائريڪشنس ۾ هڪ اهڙي راند کيڏي ويئي، جنهن جا اُصول ۽ ضابطا انهن پاڻ ئي جوڙيا هئا. جن جي خبر هُن کي بهرحال نہ هئي.

پاڪستان اچڻ کانپوءِ، هُن کي جن معاملن ۾ اُلجهايو ويو انهن جي نتيجي کان جيترو بينظير آگاهہ هئي، اوترو ئي هي بي خبر رهيو. هي باغي گوريلن وارو مزاج رکندڙ انقلابي سوچ وارو سچو ۽ مٺي ڦريو جوان. پنهنجي پيءُ جي قاتلن سان هڪڙي ميز تي ويهي سياسي ونهوار هلائڻ واري پيڙ جي روش مٿان سراپئہ احتجاج بنجي ويو مگر هن اهو سڀ ڪجهہ وساري ڇڏيو تہ هو اهڙي ملڪ جي ساحلن مٿان لنگرانداز ٿي رهيو آهي جتي جو صوبيدار چونڊيل وزيراعظم کان وڌيڪ اختيار رکندو آهي، جتي جون عدالتون ”نظريہ ضرورت“ جي لٺ سان هڪليون ويندريون آهن، جتان ڇا ادارا، مافيائن جو ڪردار ادا ڪندا آهن، جتي انڊيارن جي حڪمراني اُجالن مٿان قائم رهي ٿي، جتي سچ عاشقن جي گريبان وانگر ليڙ ليڙ گهٽيءَ جي ٻارن لاءِ راند جو سامان بنجندو آهي، جتي حق جي پُٺيءَ مٿان ناحق جا ڦٽڪا سرِ بازار وسندا رهن ٿا، جتي عزتن جا لاشا ٽاٽن جي روزنامچن جو پيٽ ڀريندا رهن ٿا ۽ هُوا هو بہ وساري وينو تہ هُن هڪ اهڙي ملڪ ۾ سياست جو سفر شروع ڪيو آهي جتي چونڊيل وزيراعظمن کي ڪڏهن ڪالر تہ ڪڏهن گريبان مان جهلي ڪرسيءَ تان لاهي ڪڏهن دار تہ ڪڏهن بڪتربند گاڏيءَ تي چاڙهيو ويندو آهي.

دارا جي دل رکندڙ ۽ اورنگزيب جي دنيا ۾ رهندڙ هي پُراسرا شخص، بهرحال بيوقوف بہ ڪونہ هُيو اصل ۾ هُن سمجهوتي کي بزدلي، حڪمت عملي کي

چالاڪي ۽ صبر کي ڪائنرتا تصور پئي ڪيو سندس بي چين دل ۽ پُر خواب نگاهن. پٽي جي قاتلن کي ڦاهي مٿان ٽڪندي ڏسڻ پئي چاهيو. هُن کي اهڙي خواب جي تلاش هئي، جنهن جي تعبير جي ڳولا ۾ هُو سورنهن سترنهن سال افغانستان، لبنان، شام، مصر، فلسطين ۽ لبيا ۾ ڪنهن بي چين پکيءَ جيان، ٽڪل ٻرن سان اُڏامندو رهيو ۽ جڏهن واهيري وريو تہ مٿس اُنهن لڪل شڪارين جون بندوقون تاڻجي ويون. جي جي اڪائونٽ ۾ سندس ڀاءُ ۽ پيءُ جي موت جون اڳواٽ ئي انٽريز ٿيل هيون.

سندس انجام جي باري ۾ بہ ڪجهہ متضاد ۽ منجهائيندڙ تبصرا ٻڌڻ ۽ پڙهڻ ۾ آيا آهن مگر انهيءَ سلسلي ۾ مان هڪ بنهہ چٽو ۽ صاف مؤقف رکان ٿو اُهي سيئي سوال جيڪي سندس موت جي سببن، مقصدن ۽ نتيجن جي حوالي سان اُٿندا رهيا آهن، سي هاڻي ايترا منجهيل ناهن رهيا جيترا شروع ۾ هئا.

پيپلزپارٽي، جنهن جي طاقت ۽ قوت کي ڪچلڻ يا ختم ڪرڻ لاءِ جنهن سفر يا پروگرام جي شروعات ڀُٽي جي ڦاسيءَ کان ٿي هُئي، اُن جي پڇاڙي مرتضيٰ جي موت سان طئہ ڪئي ويئي ۽ هڪ اهڙو ٽاسڪ يا منصوبو فريم ڪيو ويو. جنهن تي عمل پيرا ٿيڻ سان پيپلزپارٽي جي طبعي موت جي اميد رکي ويئي، هتان جي اصل قوتن اهو فيصلو ڪيو تہ بينظير جي حڪومت ۾ ئي، سندس ڀاءُ جو بنهہ هيٺين سطح تي ٿيندڙ قتل ٻن مقصدن کي سامهون آڻيندو هڪ تہ مرتضيٰ جهڙو بنهہ خطرناڪ ۽ ويڙهو ڪردار يا امڪاني وزيراعظم پنهنجي انجام تي پهچندو ۽ ٻيو تہ انهيءَ جو سمورو ذمو يا الزام سندس ئي ڀيڻ ۽ ان جي حڪومت مٿان ايندو. انهيءَ هڪڙي تير سان بہ شڪار ممڪن ٿي سگهندا، هڪ تہ ڀٽي خاندان جي آخري سياسي اُميد پنهنجي پُڇاڙيءَ تي پهچندي ۽ ٻيو مرتضيٰ جي موت جي نتيجي ۾ فطري طور عوام جو غصو ۽ ڪروڌ، بينظير کي اڪيلو بنائي ڇڏيندو ۽ اهڙي طرح ڀٽي خاندان ۽ پيپلزپارٽيءَ جي حڪومت توڙي سياست مان هميشہ هميشہ لاءِ جان ڇُٽي پوندي.

انهيءَ ٽاسڪ کي سامهون رکي، اهڙي منصوبي کي، آخري شڪل ڏني ويئي، جنهن مرتضيٰ جي وطن موٽڻ وقت بندوق جي ناليءَ ۾ پلجڻ شروع ڪيو هو ۽ ان طرح هڪ اهڙي شخص کي پوليس جي هٿان سرِ بازار پنهنجي گهر کان هڪ فرلانگ تي اهڙي بي دردي سان ماريو ويو. جيڪو فقط پاڪستاني پوليس جي شايان شان آهي.

مرتضيٰ جي موت کان وٺي بينظير جي حڪومت کان علحدگي واري عمل کي جنهن هوشياري ۽ رٿابنديءَ سان انجام تي پهچايو ويو سو عمل يقيناً جنگي بنيادن تي ڪيو ويو جنهن ۾ ٻئي مقصد حاصل ڪيا ويا، جيڪي اڳواٽ رٿيل هئا، هڪ بينظير کي سياسي منظر تان ۽ ٻيو مرتضيٰ کي زندگيءَ جي منظر تان هٽائڻ.

اِنهيءَ سموري راند. جنهن کي سياست جي نالي ۾ غير سياسي انداز ۾ ڪيڏيو ويو انهيءَ ۾ آصف زرداريءَ جو ڪردار سواليہ نشان وانگر رهيو. هڪ رٿابندي تحت هن کي ايترو تہ متضاد يا بنايو ويو جو ابتدائي لمحن ۾ مرتضيٰ جي خون جا ڦڙا. سندس هٿن تي ڳوليا ويا مگر ٿوري بہ سياسي بصيرت رکندڙ ماڻهو مرتضيٰ جي قتل ۾ زرداري جي ملوث هجڻ واري امڪان کي سراسر غلط تصور ڪن ٿا, ڇو تہ هُو هڪ اهڙي راند افورڊ ڪرڻ جي پوزيشن ۾ ڪڏهن بہ نہ هُيو جو مرتضيٰ جو خون هضم ڪري سگهي ها. انهيءَ سلسلي ۾ عدالتن جا فيصلا اڃان اچڻا آهن. جن جو انتظار ڪرڻ بهرحال ضروري آهي مگر عدالتن جي فيصلن ۾ ماڻهن جي اعتبار جي وچ ۾ پيدا ٿيل مفاصلو هاڻي بنهہ گهٽو وڌي چڪو آهي.

هاڻي جڏهن مرتضيٰ هن دنيا ۾ باقي ناهي رهيو سندس ڀيڻ جي حڪومت سندس زندگيءَ سان گڏ ختم ٿي چڪي آهي, سندس شاعره ڌيءَ فاطمہ آڪسفورڊ پڙهڻ لاءِ رواني ٿي چڪي آهي, تڏهن عوام جيڪو هن خاندان جو آخري سرمايو آهي, اهو سوچڻ تي مجبور آهي تہ وفاق پرستيءَ جي قيمت سنڌ مٿان قربانين جي صورت ۾ آخر ڇو واجب آهي.

مرتضيٰ ڀٽو جنهن جي سلسلي ۾ اسان جو پڪو يقين آهي تہ هُن کي ڀيڻ هرگز ڪونہ مارايو هو مگر ايترو ڇوڙ بہ جڳائي ٿو تہ هُن کي ڀيڻ بچائي بہ ڪونہ سگهي هئي! جنهن کي آخري هنڌائتي ۾ فيصلہ ڪُن گولي لڳڻ وقت وائرليس تان آواز گونجيو هو تہ: "هيلو! مسافر از اوور"

*(روزانہ "عبرت". حيدرآباد. 20 سيپٽمبر 2000ع)*

# پورو پيل

پورو پيل جيئرو هو تہ اسان کيس جيئڻ ڪو نہ پئہ ڏنو ۽ هُو جڏهن مري ويو تہ اسان سندس لاش قبر مان ڪڍي نہ رڳو گهليو مگر ڪفن کان آجو ڪري رستي تي ڦٽي ڪري ڇڏيو. سندس ڏوهہ مرڻ هو يا پيل هُئڻ. اِهو سمجهڻ انهيءَ ڪري بہ آسان آهي جو سندس لاش انهيءَ قبرستان مان ڪڍيو ويو جيڪو مسلمانن جو هو. هُن جو ڏوهہ مرڻ نہ پر مسلمانن جي قبرستان ۾ پورجڻ هو سو اُتان جي ڪجهہ مُلن، وضو ڪري، پنهنجي بدن تي عطر جون شيشيون هاري ”ڪلمۂ حق“ پڙهي وجي سندس قبر کوٽي ۽ لاش ڪڍي اُن کي روڊن ۽ رستن تي گهليو.

اِهو سڀ ڪجهہ سوات، باجوڙ يا اُتر وزيرستان ۾ ناهي ٿيو. اِهو سڀ ڪجهہ سنڌ ۾ ٿيو آهي، سو بہ پنگريي ۾. سنڌ ۾ مدينہ برياني ۽ مڪ ڪلاٿ هائوس جهڙن نالن وارن دُڪانن تي اوهان کي مسلمان ديڳن ۾ چانور پچندي ۽ ايمان وارا ڪپڙا وڪامندي نظر ايندا. نہ رڳو ايترو پر حجم جي دڪانن ۽ حمام خانن تي پڻ استخاره ڪڍي نالا رکيا ويندا آهن. اهڙي ئي سماج ۾ پوري پيل جي لاش سان پيش آيل هي واقعو اذيتناڪ تہ آهي پر حيران ڪندڙ نہ.

نوي واري ڏهاڪي جي آخري سالن ۾ سنڌ ميڊيڪل ڪاليج ڪراچيءَ جي ذهين ۽ خوبرو شاگرد کي مُلن ڏنڊن سان مٿو چٿي انهيءَ ڪري ماري ڇڏيو هو جو هُن ڪجهہ هندو دوستن سان گڏ هولي پئہ ملهائي! اتفاق سان هوليءَ جي رنگ لڳڻ تان مُلا ڪاوڙجي پيا ۽ اُنهن پاڻ کان بہ ٿلها ڏنڊا کڻي ابو زاهد جو اهو مٿو چٿيو جنهن کي سندس امڙ جهولي ۾ رکي کيس نرڙ تي چُميون ڏيندي هُئي! ڊاڪٽر ابو زاهد ناريجي کي ڏنڊا هڻي ماري ڇڏڻ کان وٺي پوري پيل جي لاش کي ڪڍي سرگس ڪرائڻ تائين،

سنڌ جُنون جي جنهن اونداهين سرنگ مان گذري رهي آهي، انهيءَ ۾ اڳتي هلي هتان جي ماڻهن سان اجان الاءِ ڇا ڇا ٿيڻ باقي آهي، ڪجهہ نٿو چئي سگهجي پر ايترو تہ ضرور چئي سگهجي ٿو تہ سنڌ سان جيڪو بہ ٿيندو اُهو انهيءَ کان مختلف نہ هوندو جيڪو ابو زاهد ۽ پوري ڀيل سان ٿيو آهي.

مان تاريخ کي شاهد بنائڻ هرگز ڪو نہ چاهيندس، ڇو تہ تاريخ جي شاهدي زڪام ورتل ڪُتي جي ڀونڪ آهي، جنهن کي وقت جا منصف ڪو نہ ٿا ڪنائين، نہ ئي مان سنڌ جي دردن جو ويهي قصيدو لکندس، مان تہ بس هڪ مُئل ماڻهوءَ سان جوٽيل انهيءَ جنگ جو ذڪر ڪندس، جنهن پنهنجي برهنہ بدن تي لڱندڙ باتا جي بوٽن جا ٺڏا ڪاٻيندي پاڻ تہ چپ رهيو هوندو پر سندس روح خدا کان ضرور پُڇيو هوندو تہ هڪ ڀيل جي گهر ۾ مون کي تو پيدا ڪيو هو يا مان پاڻ ٿيو هوس.

جيڪب آباد، ڪشمور، ٺل ۽ گهوٽڪي جي هندن جا ٻار اغوا ڪري ڀنگ وٺڻ کان وٺي سندن نياڻيون ڪٺي مٿن اسلامي نالا رکي، اغوا جي ڏوهہ کي ڪلمو پڙهائي مسلمان ڪرڻ جا واقعا سنڌ ۾ روز ٿي رهيا آهن. اتر سنڌ کي ”مزاج“ ۾ گرم هُجڻ جو فائدو ڏيئي، اتي اقليتن سان ٿيندڙ ظلم کي هر ڀيري ڪو نہ ڪو جواز ڏنو ويندو آهي پر ڪاڇي ۽ لاڙ جا هندو تہ اجان بہ هتان جي سردارن کي جزيو ڏيئي جيئرا آهن. اوهان مان هر ڪنهن کي خبر آهي تہ ”ڪاڇي جو ڪِنگ“ اليڪشن وڙهندو ئي سندن خرچ تي آهي، نہ رڳو ايترو پر اقليتن جي نمائندگي بہ ڪروڙن ۾ ڪپائي ويندي آهي، اهڙي ئي هڪ سماج ۾، جنهن کي اسين سنڌي سماج جي نالي سان سڃاڻون ٿا، پوري ڀيل سان اُهو ڪجهہ رڳو انهيءَ ڪري ٿيو تہ هو ڀيل هو.

ڀيل، ڪولهي، مينگهواڙ جنداوڙا، هندو مذهب جا اُهي قبيلا آهن، جيڪي سنڌ جي 50 سيڪڙو ٻني آباد ڪن ٿا. ٻيجاري کان وٺي لاباري تائين هُو فصلن جي سار لهن ٿا. هاڻي ائين تہ ڪو نہ ٿيندو تہ اسان سندن ڏاتن ۽ ڏاندارين کي بہ پاڪ ڪريون ۽ استخاره ڪرائي سندن، هرن ۾ جوٽيل ڍڳن جو دين مذهب طئہ ڪريون.

اخلاق جي ڪا نہ ڪا حد ٿيندي آهي پر بداخلاقي جي ڪا بہ حد ناهي ٿيندي، پوري ڀيل جي لاش جي خلاف جهاد ڪندڙ آرائين هجن يا

لغاري، اها هڪڙي سوچ آهي، جنهن جو ٻج جنرل ضياءَ الحق پاڪستان ۾ پوکيو ۽ اُن کي هاڻي هندن جي لاشن مٿان لٽيو تو وڃي.

ضياءَ الحق فٽبال ۽ ڪرڪيٽ جي ميدان ۾ نوجوانن کي ٽڪٽڪين تي چاڙهي ڦٽڪا هڻايا. اُن وقت مُلڪ جي ٽنڪ ٽئنڪ ڪيس مردِ مومن جا خطاب پئي ڏنا، سنڌ جو وڏيرو تڏهن به ڀُٽي کي مارائڻ ۽ دفنائڻ وارين رسمن ۾ ساڻس گڏ بيٺل هو سنڌ جو وڏيرو هاڻي به پوري ڀيل جي لاش سان نه پر مُلن جي انهيءَ لٺ ۽ باٺا جي بوٽن سان گڏ بيٺل آهي جن سان پوري جي لاش کي ڪُتيو ويو ۽ ٽڏا هنيا ويا.

سو سنڌ جي انهيءَ وڏيري مان ڪهڙي چڱي اُميد رکي سگهجي ٿي، جنهن ڀُٽي شهيد جي ڪانڌيي جو پٽ اوڳرائي اچڻ تائين پيٽ ڀري کاڌو ۽ پوري ڀيل جو لاش قبر مان نڪرندي ۽ اُن جي تذليل ٿيندي، ويٺي آرام سان ڏٺو.

ايم پي اي ڪان وٺي يوسي ناظم جي سيٽ حاصل ڪرڻ جي بدلي ۾ سنڌ جو وڏيرو وطن ته گهٽو اڳ ۾ کپائي چُڪو پر هاڻي پنهنجي زمين تي پورهيو ڪندڙ هندو هارين کي به پنهنجو نٺو ڪري، جن جي سڏي جاٽ جي ڪري سندس مٿي جي سينڌ سڌي آهي.

لطيف ۽ سچل سنڌي توبي پارائڻ جا طريقا ڪو نه سيکاريا هُئا. مخدوم بلاول ۽ شاهه عنايت شهيد اجرڪن جي فائدن تي مقالا ڪو نه لکي ويا هئا. موهن جو دڙو انهيءَ ڪري تباهه ڪو نه ٿيو هو ته اسان اُن جي قدامت مان پنهنجي عظمت ثابت ڪريون ۽ نه ئي اياز سنڌ مٿان ان ڪري سِر ڏيڻ جي ڳالهه ڪري ويو هو جو سنڌ ۾ سنڌڙي انب پيدا ٿا ٿين! سنڌ جي اتهاس جي انهن ڪردارن تاريخ جي ڪُک مان ڪنڌ ٻاهر ڪڍي انهيءَ ڪري چنگهاڙيو هو جو اُنهن هڪ وطن ۽ اُن ۾ رهندڙ قوم کي زنده ڏسڻ پئي چاهيو. اُنهن هاڻوڪي سنڌ ۾ موجود اهڙن زنده لاشن لاءِ شاعري ڪو نه ڪئي هئي ۽ سر ڪو نه ڏنا هئا جن جي خيال جي پرن ۾ باز جي اُڏار ته پري، مک جو اُڏرڻ به موجود ناهي.

لاشن ۾ به فرق ٿين ٿا. هڪڙو لاش هو پُوري ڀيل جو جنهن کي قبر مان ڇڪي ڪڍي، رستن تي گهليو ويو ۽ ڏنڊا هنيا ويا ۽ ٻيو لاش آهي سنڌ

جي اُنهيءَ شعور جو جنهن کي لطيف، سچل ۽ اياز پاڻي ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي هئي! اهو شعور مٿي اُڀري سُڌريل سماج جي صورت وٺڻ بجاءِ اندر پاتال ۾ وڃندو ويو ۽ جڏهن بہ اُن کي کوٽي ڪڍڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي تہ اُهو لاش جي صورت ۾ مليو. بي حس ۽ بيڪار ڏپ ڪري ويل هڪڙو لاش پوري ڪولهي جو بہ هو ۽ هڪ لاش سنڌ جي گڏيل شعور جو بہ آهي، فرق فقط اِهو آهي تہ پوري ڀيل جو لاش تازو توانو ۽ معصوم هو جڏهن تہ سنڌ جي گڏيل شعور جو لاش، سڙيل، ڳريل ۽ ڏپ ڪري ويل آهي.

پوري ڀيل کي اِن ڪان وڌيڪ مان نٿو سڃاڻان تہ هو منهنجو وڏو ڀاءُ هو جنهن موهن جي دڙي ۾ جڏهن اُهو هڪ آباد شهر هو رانديون ڪيڏيون هيون، ديبل ۾ جوان ٿيو هو روپلي سان گڏجي ننگر ۾ وڙهيو هو ۽ جڏهن مري ويو تہ اُن جي لاش کي ڪڍي مٿس ڏنڊا وسايا ويا ۽ گهليو ويو.

(روزانہ 'عبرت' حيدرآباد، 25 آڪٽوبر، 2013ع)

# بيوفائي

## هڪ حسين حقيقت

اردو جي خوبصورت شاعر جان نثار اختر جا، پنهنجي گهرواري صفيه اختر ڏانهن لکيل خط ۽ صفيه جا ڏانهنس لکيل پريم پتر اردو ادب جو سرمايو تصور ڪيا وڃن ٿا. هڪ ٻئي ڏانهن سندن محبت جي شدت جو ڪو ڪاٿو ئي ڪونه هو! پنجاهه ۽ سٺ واري ڏهاڪي جا ٻئي اهل قلم اڏ ٿيل نئين هندوستان جا ناميارا ليکڪ هئا، پروفيشن جي حوالي سان ٻئي ڄڻا ليڪچرار هئا. الڳ الڳ شهرن ۾ پوسٽنگ هُجڻ ڪري هو هڪ ٻئي سان خطن جي ذريعي رابطي ۾ رهندا هئا! تڏهن موبائيل ۽ انٽرنيٽ جي اڏوهي اجا رشتن کي ڪانه لڳي هئي.

هي اهو دؤر هو جڏهن هندوستان ۾ ساحر لڌيانوي، سردار جعفري، فراق گورک پوري وغيره جا سِڪا ٻنهي پاسن کان هلندا هئا، انهيءَ عهد ۾ غمِ دوران، غمِ جانان مٿان حاوي هوندو هو دل جي ڳالهه گهٽي ڪونه ٻُڌي ويندي هئي، مزاحمتي ادب، رومانوي ادب تي غالب هو مگر پاڪستان ۾ منير نيازي، ناصر ڪاظمي، احمد فراز وغيره ۽ هندوستان ۾ جان نثار اختر ۽ سندس ڪجهه ساٿي عشق جي اها ئي تشريح ٻُڌائي رهيا هئا جيڪا قيس ۽ فرهاد بيان ڪئي هئي، مگر عدد ۾ ٿوري هجڻ جي ڪري سندن تخليقي ادب کي اُها مڃتا نه پئي ملي، جيڪا جوش، فيض، جالب وغيره کي ملي پئي. تنهن هوندي به هي شاعر پنهنجي ڌن ۾ مست هُئا!

ساحر، امرتا ۽ جان نثار صفيه جي زلفن جا اسير بڻيل هئا، جان نثار هر ٻن ڏينهن کان پوءِ صفيه کي ضرور خط لکندو هو ۽ صفيه به کيس ڀرپور رومانوي خط لکندي هئي! ٻئي پاسي ساحر پنهنجي دل جي

سگريٽ کي روز امرتا پريتم جي گهر وڃي، ٽيبل تي رکيل ايش ٽري ۾ وسائي ايندو هو. جنهن جا ٽڪڙا ميڙي، امرتا سانڍي رکندي هئي!

هاءِ اسڪول ۾ پڙهڻ واري عمر دوران مون هندستان ۽ پاڪستان ۾ لکي ويندڙ اردو شاعري ۽ ڪهاڻيون وغيره پڙهي ورتيون هيون انهيءَ ساڳئي عرصي دوران، مون جان نثار ۽ صفيه جا هڪ ٻئي ڏانهن لکيل خط پڻ پڙهي ورتا هئا. انهن خطن جو منهنجي ذهن تي ايترو ته گهرو اثر پيو جو ڪيترو ئي عرصو مون سندن محبت جي سحر کي سمجهڻ ۾ لڳايو!

غالبن سٺ واري ڏهاڪي جي آخر ۾ صفيه گذاري وئي ٿي، جان نثار اختر سندس وڇوڙي ۾ ذري گهٽ ديوانو ٿي ويو ٿو سندس زندگي درد جي علامت بڻجي وئي ٿي. هو صفيه جي قبر تي ويهي هڪ دردناڪ نظم لکي ٿو. جنهن کي، جنهن پڙهيو اهو ضرور رُنو! سندس پڙهندڙن ۽ دوستن کي لڳو ته هاڻي جان نثار صفيه کانسواءِ گهڻو وقت خوش ته ڇا پر زنده به رهي نه سگهندو، مگر ائين ڪونه هو. اِهو سڄو سارو ادب هو لفظ هئا. واعدن جون ڪوڙڪيون هيون، حقيقت ڪٿي به ڪونه هئي، محبت ڪٿي به ڪونه هئي، صفيه جي قبر اڃان مڪمل سُڪي به شايد نه هوندي ته جان نثار پنهنجي هڪ ٻي هم عصر ليکڪا حاجره سان شادي ڪري ورتي ۽ پوءِ وري حاجره کي خط لکڻ لڳو!

اڄ مان اڪثر سوچيندو آهيان ته جان نثار اختر خط لکڻ لاءِ مُحبت ڪئي هئي يا محبت ڪرڻ لاءِ خط لکيا هئا! ڪجهه حتمي نٿو چئي سگهجي، مگر ايترو ضرور ٿيو ته سندس انهيءَ مشغلي اردو ادب کي بهترين خط ڏنا! خطن کي ادب جو حصو بنائڻ ۾ جانثار اختر ۽ سندس ٻن زالن صفيه ۽ حاجره جو وڏو ڪردار آهي، جنهن کي ڪڏهن به فراموش نٿو ڪري سگهجي!

هينئر بالي ووڊ جي فلمن جا خوبصورت گيت لکندڙ شاعر جاويد اختر، جانثار ۽ صفيه جو ئي پُٽ آهي! شاعري ڪڏهن ڪڏهن ورثي جي طور تي اولاد کي به ملي پوندي آهي! جاويد اختر به انهيءَ ورثي جو مالڪ آهي فرق اهو آهي ته جان نثار صفيه جي گذارڻ کانپوءِ حاجره سان شادي ڪئي، جڏهن ته جاويد هڪ ڇڏي ٻيءَ ڏانهن ويو!

جاويد اختر جي ٻي گهر واري جو نالو شبانه اعظمي آهي جيڪا بالي ووڊ جي هڪ مشهور اداڪاره آهي! شبانه اعظمي جي هڪ ٻي سڃاڻپ اِها به آهي ته هو هندوستان جي هڪ برک شاعر ڪيفي اعظمي جي ڌيءُ آهي جيڪو جان نثار جو هم عصر ۽ ويجهو دوست هو!

شاعرن جي محبتن جا قصا پوري دنيا ۾ مشهور به آهن ته اُهي مختلف ادبي توڙي ذاتي محفلن ۾ ڊسڪس به ٿيندا رهندا آهن. اهڙن ئي مشهور قصن جو آغاز ۽ انجام اسان کي فطرت جي انهيءَ رويي کي سمجهڻ ۾ مدد ڏيندو آهي جنهن جي سلطنت جي آئين ۽ قاعدي ۾ هڪڙي سِٽ ئي لکيل آهي ته "سڀ عارضي آهي!"

انهيءَ ڳالهه کي ڪير نٿو سمجهي ته سڀ عارضي آهي! هر جاندار ۽ غير جاندار فنا ڏانهن سفر ڪري ٿو ۽ اها ئي زندگيءَ جي خوبصورتي آهي ته ان کي پڇاڻي ٿئي ٿي! صفيه کي به ٿي، جان نثار کي به، ساحر به ويو ته امرتا به ڪانه رهي. فيض به ايلس سان گڏ اند جو در کولي ڪنهن اجنبي اونده ۾ پيير پاتو ۽ انهن جهڙا ٻيا ڪيترا خوبصورت شاعر پوئتي ديوارن مٿان تصويرون ۽ ڪتابن ۾ پنهنجيون تحريرون ڇڏي الاءِ جي ڪهڙي پار ويا، ڪا خبر ڪونهي!

بي وفائي کي به پنهنجي هڪ خوبصورتي ٿئي ٿي، هڪ ماڻهو فقط هڪڙي ماڻهوءَ سان ئي وفا ڪري سگهندو آهي ۽ باقي بچيل ڪيترائي ماڻهو سندس بيوفائي تي مرثيا لکندا رهندا آهن! مان سوچيندو آهيان ته بيوفائي، روين جي موسم ۾ بهار وانگر به ٿيندي آهي، جنهن ۾ شاهڪار ادب جا گُل ڦٽندا آهن! بيوفائيءَ جو ذائقو نمڪين ٿيندو آهي، جيڪو دير تائين ادب جي زبان تي قائم رهي ٿو!

ختم نه ٿيندڙ زندگي ۽ سدائين قائم رهندڙ وفا جي باري ۾ ڪجهه سوچي ڏسو ڪيڏو نه خوفائتو احساس ٿئي ٿو! توهان کي جيڪڏهن ڪير چئي ته توهان ڪڏهن نه مرندا. قيامت تائين زنده رهندا ته مان سمجهان ٿو ته اوهان اهو ٻڌي ئي مري ويندا! موت زندگي جي حسن ۽ دلفريبيءَ کي قائم رکي ٿو. ساڳي ريت جيڪڏهن وفا جو ڪبوتر سموري زندگي هڪڙي ئي بالڪونيءَ تي وينو هُجي ته توهان اگر اُن ڪبوتر کي اُڏاري نه سگهندا ته گهٽ ۾ گهٽ پاڻ ئي گهر ڇڏي

هليا ويندا. دنيا ۾ ائين ئي ٿيندو رهيو آهي. منهنجي ڳالهه اوهان کي اجنبي لڳي ته ٿورو پاسي تي وجي، اڪيلائي ۾ پنهنجي گهر ۾ ويٺل وفادار زال ۽ دل ۾ رهيل بيوفا محبوبا جي باري ۾ سوچيو! پنهيءَ مان وڌيڪ اوهان کي ڪهڙي پياري آهي! جواب جيڪڏهن اُهو ئي آهي جيڪو اوهان نٽا ٻڌائڻ چاهيو ته پوءِ ثابت ٿيو ته وفا ڪنهن کي وٽندي ئي ڪونهي! اصل ۾ اها بيوفائي آهي جيڪا اسان کان شعر به لکائي ٿي وٺي ته جايون به!

وفا جي قيمت تي گهر گهاٽ لکي ڏيٽا پوندا آهن ۽ بيوفائي پاڻ گهڻو ڪجهه ڏيئي ويندي آهي. خيام کي رُباعيون، ڪبير کي دوها ۽ بيٺن بي شمار اهلِ دل ماڻهن کي بي انت ويراڳ!

سو آخر جان نثار اختر کي ڪيئن ته خراب چئون! صفيه جي پُرڪيف نيڻن ۽ حاجره جي لبريز لبن تائين پهچڻ ۾ هُن ويچاري ڪيڏا جتن ڪيا هوندا. اِنهيءَ جي خبر هن کان وڌيڪ بيو ڪنهن کي هوندي!

سو نٺدي هوندي جان نثار اختر جي صفيه سان ڪيل بيوفائي مون کي سمجهه ۾ ڪانه ايندي هُئي مگر جڏهن منهنجي پنهنجي دل جو سنگ حُسن جي هر جهوتي تي جهومڻ ۽ چٽڻ لڳو تڏهن ئي مون اهو اسرار ڄاتو ته بيوفائي فطرت جي بدن ۾ دل وانگر آهي ۽ اُن کي ڌڙڪندو ئي رهڻ گهرجي!

وفا ۽ بيوفائي، ٻيئي احساس آهن. رويا آهن هڪ ٻئي سان احساساتي وهنوار جا ذريعا آهن! اِهي ٻئي دستور ناهن، قانون ناهن، اصول ناهن ۽ نه ئي هجڻ گهرجن! اسان جڏهن اِنهن خوبصورت ۽ انساني فطرت جي لازم جُزن کي دستور قرار ڏنو اصول بنايو آئين تصور ڪيو تڏهن کان ئي اسان اِنهن جي فطري وجود ۽ ان جي بيهڪ کي نقصان پهچايو! جنهن بيوفائي ڪئي اُن کي غدار قرار ڏنو اسان پانيو ته هُن آئين جي خلاف ورزي ڪئي آهي! ۽ اهو ڪڏهن ڪونه سوچيو ته زندگي وفا ۽ بيوفائي جي هڪ جيتري ئي احساس سان جُڙيل آهي!

منهنجي هن خيال سان، اوهان مان جن کي اختلاف آهي يا اُهي جيڪي مون سان بحث ڪرڻ چاهين ٿا. انهن کان معذرت! ڇو ته مون کي اڄ هڪ بيوفا سان گڏ مصروف رهڻو آهي!

# مهانگائي

اِهو اسان جو نہ پر حڪومت ۽ اپوزيشن ۾ وينل اڳواڻن جو پسنديده موضوع آهي تہ "مُلڪ جو سڀ کان وڏيڪ ٻرندڙ مسئلو ڪهڙو آهي؟!" پر مان عوام جي هڪ جز طور سمجهان ٿو تہ ٻرندڙ مُلڪ جي مسئلن کي انفرادي طور تي الڳ الڳ ڪري، اُنهن جي نزاڪت ۽ اهميت پٽاندڙ انهن جي حل ڪرڻ وارو مرحلو گهڻو اڳ گذري چُڪو. هن وقت ضرورت اِنهيءَ ڳالهہ جي آهي تہ هي مُلڪ جيڪو گهڻ طرفن مسئلن جي باهہ ۾ سڙي رهيو آهي، سو آخر ڪهڙي طرح جانبر ٿي سگهي ٿو!

ڪنهن بہ مسئلي کي حل ڪرڻ جا ٻہ طريقا هوندا آهن. هڪڙو اِهو تہ اُن مسئلي جي اصل سبب کي ختم ڪيو وڃي. يعني اُن کي پاڙ کان اکيڙيو وڃي ۽ ٻيو اِهو تہ اُن کي مٿان کان بلڊوز ڪيو وڃي تہ جيئن اهو وري مٿي اُڀري نہ سگهي پهريون طريقو هڪ خاص حد تائين ممڪن ٿي سگهندو آهي، پر جڏهن معاملو حد کان وڌيڪ ٽپي وڃي تہ پوءِ طريقو نمبر ٻيو ئي اختيار ڪرڻو پوندو آهي، جنهن ۾ اڪثر مسئلي سان گڏ اُن کي پيدا ڪندڙ کي بہ ختم ڪيو ويندو آهي. مسئلن جي حل جا اِهي ٻيئي طريقا، اسان وٽ عملي طور تي، ڪٿي بہ نظر نٿا اچن مسئلن جي انهيءَ هجوم ۾ مُلڪ نظر ئي نٿو اچي.

گذريل اٺن سالن کان، هن مُلڪ ۾ چوڏرين (۽ سنڌن ساٿين) جي ڪيل گند مان جيڪا ڌپ ۽ دونهون اٿي رهيو آهي ان کي ختم ٿيندي گهٽ ۾ گهٽ اسان تہ نہ پيا ڏسون. ها البتہ ان ۾ شدت ضرور اچي رهي آهي حڪومت جنهن کي عوامي هجڻ جو اعزاز حاصل ٿيو آهي، اُها زندگيءَ جي ڪهڙي شعبي ۾ عوامي ترجيحات مٿان ڪم ڪري رهي آهي، اهو چاڻڻ اسان بہ ضرور چاهينداسين بيروزگاري، مهانگائي، بدامني ۽ سياسي آلودگي ۾ جيڪڏهن 0.0001 سيڪڙو بہ گهٽتائي آئي آهي تہ اها اسان کي ٻڌائي وڃي ٻي صورت ۾ اسان

حق بجانب هونداسين تہ حڪومت کي اِهو ٻڌايون تہ بيروزگاري، بدامني ۽ مهانگائي ڇا ٿيندي آ. ٻُک ڇا ٿيندي آهي ۽ اِهو بہ تہ ٿي ويلا ٻُک تي رهندڙ ٻار جو لڙڪ، ماءُ جي دل ۾ ڪيترا سوراخ پيدا ڪندو اهي! بيروزگار مٿان سندس ڊگرين ۽ ميرٽ سرٽيفڪيٽن جا اکر ڪيئن ٺهڪ ڏيئي کلندا آهن ۽ مارجي ويل جوان پٽن جي پيئرن جون ڇيلهيون ڪرڙ جي ٽارين وانگر ڪيئن نہ ڇڀيون ٿي ويندي‌ون آهن.

اڄ صبح جو جڏهن مون ديوَ مثل مهانگائي جي انتهائي شديد ۽ ٻرندڙ مسئلي تي لکڻ لاءِ پنهنجو ذهن تيار پئہ ڪيو تڏهن اوچتو ئي وي تي هلندڙ هڪ رپورٽ تي نظر پيئي، جنهن ۾ ڇاليهہ ڏينهن اڳ ڪجهہ رهزنن هٿان مارجي ويل گلشير ڏيپر جي ماءُ پُٽ جي موڙ تصوير ۽ قرآن کي گڏ لوڏي، عدالت (انصاف) لاءِ ٻاڏائي رهي هئي، رپورٽ ۾ هڪڙي ئي اڪيلي پُٽ جي ماءُ جو ڏکندڙ آواز ٻُڌي مون کي لڳو تہ هي گلشير ڏيپر جي ماءُ جو آواز نہ پر پوري سنڌ ڏکي رهي آهي، انهي آڪيري وانگر جنهن مان ڪو پکي تازو ئي اُڏامي ويو هُجي ۽ تڏهن منهنجي سوچ کي تيز آيو ۽ مون سوچيو تہ ناانصافي ئي اهو منارو آهي، جنهن مان مسئلن جون مکيون اُڏامي چئني طرفن ۾ پکڙجي ويون آهن.

اسان جي عوام، جيڪو پنهنجي فطرت ۾ ”ڀولو ڀالو“ آهي. اُن جون عجيب ذهني ڪيفيتون سامهون ايندي‌ون رهنديون آهن، جيڪڏهن اسان جو ڪو ڊي پي او ويس بدلائي شراب جي گُتي تي ڇاپو هڻي ٿو تہ اسان روزاني زندگيءَ جي ڪچهرين ۾ ان پوليس آفيسر جي ايمانداري ۽ دليريءَ جي قصا ٻڌڻ ۽ ٻڌائڻ شروع ڪندا آهيون ۽ ڏسندي ئي ڏسندي اُن کي ڏند ڪٿائي ڪردار بنائي ڇڏيندا آهيون، اسان جو عوام جيڪو بي ايماني ۽ رشوت خوري تي حيران ٿيڻ بجاءِ ايمانداري تي حيران ٿي ويندو آهي، اُهو هن وقت واقعي بہ جذباتي طور تي ئي سهي ڪنهن چڱائي کي ڏسڻ ۽ محسوس ڪرڻ لاءِ سخت پريشان نظر اچي رهيو آهي.

مهانگائي ڇا آهي؟ انهيءَ جو نصابي جواب ڪامرس جو ڪو شاگرد ئي ڏيئي سگهي ٿو اسان تہ بس انهيءَ جي شدت کان متاثر

ٿيندڙ انهن لکن ڪروڙن ماڻهن جو ذڪر ڪنداسين جيڪي زندگيءَ جي هر شعبي ۾ ڪاهي ايندڙ مهانگائيءَ جي ڪري نه رڳو پنهنجي اولاد جي مناسب مستقبل کي يقيني نٿا بنائي سگهن پر هن ويلن جي ماني کائڻ کان به لاچار آهن. باقي ٻارن جي سُٺي تعليم ۽ راند روند وارا خواب، ڪو وقت ٿيو جو ختم ٿي ويا آهن. هن ملڪ جي عوام کي هاڻي سڌڪن مان رانديڪا ٿاهڻ جو فن سکڻو پوندو!

مُٺِل شينهن مٿان لت رکي فوٽو ڇڪرائڻ وارن وڏيرن جا پُٽ هن وقت اسان جا حڪمران آهن. مرسڊيز ڪارن ۽ پجيرو گاڏين مان لهي ايئرڪنڊيشنڊ آفيسن ۾ ويهي حڪومتي وهنوار هلائڻ وارن انهن شهزادن کي ڪهڙي خبر ته مهانگائيءَ ڇا ٿيندي آهي؟ بُک اکين ۾ لهي لڙڪن ۾ تبديل ڪيئن ٿيندي آهي شين جو اگهه پُڇي غريب جو هٽ دل مٿان ڪيئن ايندو آهي؟! اها خبر ڪيس ڪڏهن به پئجي نه سگهندي فاسٽ فوڊ کائي، منرل واٽر پي، وسڪي جي هنج ۾ سمهڻ وارن وزيرن کي ڪهڙي خبر ته بنا ناشتي ڪرڻ جي اسڪول ويندڙ شاگرد ۽ فيڪٽري ۾ ڪم لاءِ نڪرندڙ مزدور جا احساس ڪهڙا ٿي سگهن ٿا. هو ڇا ڄاڻن ته مهانگائي، غريبن کي ڳٽي ڳرهه کائڻ تي ڪيئن مجبور ڪندي آهي!!

مون کي هي ملڪ ۾ ان جو اڪثريتي عوام اُنهن تيلن وانگر لڳي رهيو آهي جيڪو مهانگائيءَ جي ڏاند جي پيرن هيٺان اچي، پيسجي ٻُهه ٿي چُڪو هجي، اهڙي صورتحال ۾ جڏهن غريبي ۽ مهانگائي جو گراف ساڳي رفتار سان اڳتي وڌي رهيو هجي تڏهن سياسي ۽ حڪومتي سگهه رکندڙ قوتن کي هر صورت ۾ ۽ هر حال ۾ سوچڻ گهرجي ته ڪيس ڏنل ووٽ. جنهن جي طفيل هو اڄ حڪمران بڻيل آهي، سو اُنهي غريب جوئي آهي، جنهن کي نه هن ويلن جي ماني ميسر آهي، نه پيئڻ لاءِ صاف پاڻي ۽ نه ئي اجهو نه ئي لٽو! لٽو! ايترين سارين محرومين کان پوءِ عوام وٽ پاڻ کي ۽ ٻين کي ساڙڻ کان علاوه ٻيو ڪهڙو آپشن بچي ٿو!

پاڻ واري سماج ۾، عام ماڻهن جي قوت خريد اڳ ۾ گهٽجي ته ويئي هئي پر هاڻ اُها مورڳو ختم ٿي ويئي آهي هتان جو عوام سخت ذهني هيجان ۽ ڇڪتاڻ جو شڪار آهي. مُلڪ کي درپيش بدامني

جا ٻيا ٻه ڪيترائي مناسب سبب ٿي سگهن ٿا پر منهنجي خيال ۾ بيروزگاري ۽ مهانگائي جوانن ۾ وڏو ڪردار آهي اُها سوسائٽي، جتي ٻن هزارن جي موبائيل فون جي بدلي ۾ ڪنهن کي ماري ڇڏڻ ڪو مسئلو نه رهيو هجي ۽ پاڻ ۾ ٻين کي زنده ساڙڻ جون خبرون روز رپورٽ ٿينديون هجن اُنهيءَ سوسائٽي کي زنده رکڻ لاءِ فوري آڪسيجن ڏيڻ واري ضرورت کان بنهه انڪار نٿو ڪري سگهجي ۽ ان لاءِ ضروري آهي ته ڪنهن به قيمت تي ۽ ڪنهن به طريقي سان مهانگائيءَ کي واپسي واري رستي تي آندو وڃي اِهو هن ملڪ جي عوام لاءِ ئي نه خود حڪمران ۽ اشرافيه طبقي جي بقا لاءِ پڻ بنهه ضروري آهي، ڇو ته زنده ساڙڻ وارو رواج جيڪڏهن خودڪش حملن وانگر عام ۽ پڪو ٿي ويو ته پوءِ اُن مان جان ڇڏائڻ تمام گهڻو مشڪل ٿي پوندو.

مان حڪومت کي اِهو ياد ڏيارڻ ضروري نٿو سمجهان ته اُن مان عوام کي وڏيون اُميدون هيون (اڃا به آهن) عوام سمجهيو پئي ته پيپلز پارٽي ان جي اٺن سالن جي پراڻي زخم مٿان امن امان، روزگار ۽ سهانگائيءَ جي مرهم رکندي پر تاحال ائين ٿيندي نظر نه پيو اچي. ان لاءِ هي وقت آهي، جڏهن ايمرجنسيءَ جي بنيادن تي عوام کي رليف ملڻ گهرجي ۽ جيستائين حڪومت عوام کي رليف ڏيئي، مان هِن ملڪ جي غريب ٻارڙن کي اِهو سمجهائڻ جي ڪوشش ڪريان ٿو ته هو صاف پاڻي ملڻ تائين پنهنجا لڙڪ پيئڻ شروع ڪن ڇو ته لڙڪن کان وڏيڪ ”منرل واٽر“ ٻيو ڪو به نٿو ٿي سگهي!!!

(روزانه ”عبرت“ حيدرآباد، 18 مئي 2008ع)

# هڪ خط

هي خط اصل ۾ سنڌ جي انهن سيني نوجوانن ڏانهن آهي، جيڪي زندگيءَ جي مختلف شعبن سان لاڳاپيل آهن ۽ سماجي ناانصافين جي موٽ ۾ بک هڙتال تي ويهي پنهنجو اعتراض ۽ احتجاج رڪارڊ ڪرائيندا رهن ٿا ۽ جيئن ته اهڙي صرورتحال هن وقت سموري سنڌ جي سڃاڻپ بنجي ويئي آهي، انهيءَ لاءِ ساڳي وقت، هي خط سنڌ ڏانهن تصور ڪيو وڃي، سنڌ جيڪا ڪنهن دؤر ۾ پنهنجي خوشحالي مهمانوازي، درگذريءَل بخشش ۽ محبت جهڙن عظيم روين سان گڏ دلفريب موسمن، عظيم چراگاهن، چاندي جهڙن صبحن ۽ خماريل شامن جي ڪري مشهور هئي، جنهن جا وٿاڻ چڙن ۽ ٽلين جي گونجار ۾ سٺيي زندگيءَ جي ضمانت ڏيندا هئا ۽ جتان جون اوطاقون ڪچهرين جي پئمانن سان ٽڪرائي زندگيءَ جو ساز پيدا ڪنديون هيون ۽ هي خط انهيءَ سنڌ ڏانهن آهي ٻه جيڪا هن وقت پوري دنيا ۾ بک هڙتال جي حوالي سان سڃاتي وڃي ٿي.

بک هڙتال تي ويٺل دوستو!

هي خط اوهان سيني ڏانهن، جيڪي بک هڙتال تي ويٺل آهيو. انهن ڏانهن جيڪي بک هڙتالون ختم ڪري چڪا آهيو ۽ انهن ڏانهن لکي رهيو آهيان جيڪي بک هڙتال تي ويهڻ جون تياريون ڪري رهيا آهيو انهيءَ کان علاوه هن خط ۾ مان انهن سيني دوستن سان مخاطب آهيان جيڪي پنهنجو احتجاج بک هڙتال کان هٽي ڪري ٻين طريقن سان ٻه رڪارڊ ڪرائين ٿا. جنهن ۾ پاڻ کي ساڙڻ ٻه شامل آهي.

دوستو! توهان جي احتجاج جو هي طريقو جنهن ذريعي توهان پنهنجن حقن جي حصول لاءِ، پاڻ مٿان کاڌڻ پيئڻ حرام ڪري

حڪمران طبقن جو ڌيان پاڻ ڏانهن ڇڪائڻ چاهيو ٿا. اهو طريقو اسان وٽ تڏهوڪي گڏيل هندوستان ۾ مهاتما گانڌي ۽ سندس ساٿين اختيار ڪيو هو. جنهن ذريعي انهن انگريز سرڪار کان آزادي حاصل ڪرڻ چاهي هُئي.

حق جي حاصل ڪرڻ خاطر، هڙتال تي ويهڻ، بنان ڪنهن شڪ جي، هڪ انتهائي موزون ۽ پرامن طريقو آهي، مگر اهو طريقو ڪارگر تڏهن ئي ٿي سگهي ٿو جڏهن سماج ۽ ماحول انهيءَ لاءِ سازگار هجي. هي ملڪ جتي نوي ڏينهن جو مطلب يارنهن سال، اقتدار جو مطلب مخالفن جي بيخ ڪني ڪرڻ، سياست جي معنيٰ ڪاروبار، ظلم جي تشريح احتساب هجي، اُتي بک هڙتال ذريعي انصاف جي اُميد رکڻ، بيوقوفن جي جنت ۾ رهڻ جي برابر آهي ۽ اهڙي صورتحال ۾ بک هڙتالون سواءِ خود ساخته بکون ڪاٽڻ کان علاوه ٻيو ڪجهه به ناهن. هاڻي سوال اهو ٿو پيدا ٿئي ته جيڪڏهن بک هڙتال جي ذريعي اسان وٽ انصاف جو حصول ممڪن ناهي رهيو ته پوءِ ٻيو ڪهڙو طريقو باقي رهجي ٿو. جنهن جي ذريعي پنهنجا مطالبا ميجرائي سگهجن. يقينن ان سلسلي ۾ اسان وٽ پڳت سنگهه واري پرتشدد (انقلابي) ڪنهن تحريڪ جي به گنجائش ناهي، ڇو ته اهڙيون سيئي تحريڪون پوري دنيا ۾ يا ته ختم ٿي چڪيون آهن يا ختم ٿي رهيون آهن ۽ هونئن به اهڙيون تحريڪون هلائڻ وارو آخري هٿيار پاسي تي رکي ڪو اهڙو حل ڳوليو وڃي جنهن ذريعي زندگيءَ کي معنيٰ ڏيئي سگهجي. انهيءَ سلسلي ۾ سڀ کان پهريائين مان اوهان دوستن مان، انهن کي مخاطب ٿيان ٿو جيڪي ايس. آر. ٽي. سي جا ملازم آهن ۽ گذريل هڪ سال کان بک هڙتال تي ويٺل آهن، جن مان هڪ جڻي ته پاڻ کي ساڙي به ڇڏيو آهي.

دوستو! جيئن ته اوهان مان اڪثر هنرمند، پورهيت دوست آهن، جيڪي سرڪاري بسن جي ختم ۽ مستقل خراب ٿيڻ کان پوءِ بيروزگار بنجي ويا آهن ۽ فاقه ڪشيءَ کان مجبور ٿي مرڻ لاءِ تيار ٿي ويا آهن.

اوهان جا مطالبا حقي واجبي آهن، جن کان انڪار ڪرڻ جو ڪوبه رستو باقي ناهي رهيو. مگر اوهان جي اُميد ۽ آرزو هڪ اهڙي

شاعر جي خواهش وانگر محسوس ٿئي ٿي جيڪا اڄ ڏئل ۽ اڄ ٻڏل محبوب جي تمنا ۾ ڪيترائي ديوان لکائڻ جو موجب بنجي ٿي، ميڙون ٿا تہ سرڪار اوهان سان ناانصافي ڪري رهي آهي، مگر اوهان پنهنجن ٻچن سان ناانصافي ڇو پيا ڪريو. گاڏيون هلائڻ جو فن اوهان کي اچي ٿو ۽ اسان وٽ فقط سرڪاري گاڏيون ئي تہ نہ آهن جن کان علاوه توهان ڪجهہ بہ نہ ڪري سگهو. اسان وٽ گيراجن جي بہ گهٽتائي ناهي، هنر هوندي بہ اوهان بک ڪيئن ٿا ڪاٽيو؟ اِن مان منهنجي مُراد اِها ڪانهي تہ اوهان کي سرڪاري نوڪرين ۾ نہ کپايو وڃي يا اهو تہ اوهان کي سرڪاري نوڪرين جي ضرورت نہ آهي، ائين هرگز ڪونهي. ڊاڪٽر اسان جي سماج جا انتهائي عزت ڀريا ۽ اهم فرد آهن. انهن ڏانهن حڪومتي رويو انتهائي مذمت جوڳو آهي، هو پنهنجن فرضن جي ادائيگي ۾ مسيحائي کي، معنيٰ تڏهن ئي ڏيئي سگهن ٿا. جڏهن سندن جائز حقن کي نيايو ۽ ادا ڪيو وڃي. مگر جيئن تہ سندن تعليم ۽ تربيت ئوس پيشہ وراڻي بنيادن تي عمل ۾ اچي ٿي انهيءَ لاءِ هرويرو بہ اهو ضروري ناهي تہ ڊاڪٽر سرڪاري نوڪري لاءِ واجهائيندا رهن ۽ پنهنجين صلاحيتن کي زنگ لڳائين. اوهان ڊاڪٽر دوستو! ٿوري ويچار سان اهو ضرور سمجهي سگهندا تہ سهل پسندي، شهري زندگيءَ کي ويجهي هجڻ، محدود ۽ مقرر آمدني جي شوق ۾ ئي اوهان سرڪاري نوڪريءَ جي اُميد رکو ٿا. ٻي صورت ۾ ڊاڪٽر لاءِ مهيني ۾ ڏهن کان ويهن هزار تائين ڪمائڻ ڪڏهن بہ ڏکيو ناهي رهيو. انهيءَ لاءِ شرط ذهانت آهي. جيڪا هر سؤ ڊاڪٽرن مان ڏهن جي حصي ۾ اچي ٿي. هن ملڪ ۾ جتي ڪمپائونڊر ۽ ڊسپينسر بہ هزارين روپيا ماهانہ ڪمائي سگهن ٿا اُتي ايم بي بي ايس ڊاڪٽر پنجن هزارن جي پگهار لاءِ خودڪشيءَ جا دهمان ڏين تہ ڪجهہ عجيب ٿو لڳي. ساڳي صورتحال ڪانٽريڪٽي ليڪچرارن سان بہ لاڳو ٿئي ٿي، اسان وٽ ڪميشن پاس ڊاڪٽرن ۽ ليڪچرارن کي نوڪري جي آسري ۾ ڪيئي سال گذري ويا آهن. اتي ڪانٽريڪٽ تي ڪم ڪندڙ ڊاڪٽرن ۽ ليڪچرارن جو احتجاج معنيٰ رکندي بہ بي معنيٰ ٿيو وڃي.

استاد جيڪي عزت ڀريي پيشي سان وابسته آهن انهن جي ذهانت، تقدس ۽ اهميت کان انڪار ساڻن ناانصافي ٿيندي، مگر موجوده تعليمي نظام جي تابوت ۾ ڪتل ڪوڪن تي خود سندن فنگر پرنٽس نظر ايندا، دنيا جا عظيم استاد ڪهڙين سرڪاري نوڪرين ۾ هئا ۽ اُنهن ڪهڙا پگهار ۽ وظيفا ٿي کنيا اهو سيني کي معلوم آهي. اصل ۾ ڳالهه آهي انهيءَ جذبي ۽ خود ارپڻ واري احساس جي، جنهن جي بنياد تي ماڻهو سماج ۾ مثبت تبديليون موهمن وانگي آڻيندا آهن.

(15_9_2004)

# انسان

نندي هوندي هڪ چوٽي پڙهندا هئاسين تہ "تڪڙ ڪم شيطان جو". اِها چوٽي هڪ اهڙي سبق ۾ سمجهائي ويئي هئي جنهن ۾ هڪ عورت پنهنجي ننڍڙي ٻار کي پينگهي ۾ سمهاري پاڻي ڀرڻ ويندي آهي، پاڻي ڀري جڏهن هُو واپس اچي ٿي تہ گهر جي در وٽ ڀاليل نور کي ڏسي ٿي جنهن جا چنبا ۽ وات رت سان رنگيل هجن ٿا. هو سمجهي ٿي تہ نور سندس ٻارڙي کي ماري وڌو آهي، اهو خيال ايندي ئي هو مٿي تي کنيل گهاگهر نور مٿان ڦِٽو ڪري ٿي ۽ نور مري وڃي ٿو جنهن کان پوءِ هُو اندر اچي ڏسي ٿي تہ پينگهي ۾ سُتل ٻارڙو تہ سلامت آهي پر اُن جي ويجهو هڪ وڏو ڪاريهر نانگ مُئو پيو آهي. اِهو لقاءُ ڏسي هو اصل حقيقت سمجهي وڃي ٿي تہ سندس ٻارڙي کي بچائيندي نور نانگ کي ماري وڌو هو پر هُن تڪڙ ڪري ناحق نور کي ماري ڇڏيو. اهڙي سبق جي پڇاڙيءَ ۾ اُن عورت جي تڪڙ کي سامهون رکندي ليکڪ تڪڙ واري هر ڪم کي شيطاني عمل سان ڳنڍيو هو.

مٿئين سبق ۾ جيڪا صورتحال بيان ڪئي ويئي هئي، اهڙي صورتحال ۾ هر ماءُ پنهنجي مٿي تي کنيل گهاگهر نور مٿان ضرور ڦِٽو ڪري ها. اِنهيءَ صورتحال جو واسطو تڪڙ کان وڌيڪ اُن احساس سان آهي، جيڪو احساس هڪ ماءُ جي پنهنجي ٻار سان محبت کي ظاهر ڪري ٿو.

ڳالهہ تڪڙ واري ڪم جي هجي يا اطمينان واري ڪم جي، هر ڪم ضرورت آهر ڪجي، جتي تڪڙ ضروري آهي، اُتي تڪڙ اوس ڪجي، جتي آرام ۽ اطمينان جي ضرورت هجي اُتي تڪڙ کان لازمي طور تي پاسو ڪجي، ٻي صورت ۾ نقصان هر صورت ۾ ٿيندو. اهڙي

نقصان جو ڪينواس محدود بہ ٿي سگهي ٿو تہ ڪائنات جيڏو وسيع بہ. انساني تاريخ اِنهيءَ ڳالھ جي خاموش شاهد آهي تہ ماڻھو جڏهن بہ ضرورت کان مٿاهان فيصلا ڪيا آهن تہ اُهي تمام وڏي نقصان ۽ هاڃي جي صورت ۾ سامهون آيا آهن. علم، اطمينان ۽ سلامتيءَ جو ذريعو هئڻ گهرجي نہ ئي خوف ۽ بي چيني جو سبب. اڄوڪي هن جديد دؤر جي اِها وڏي ۾ وڏي بدنصيبي آهي جو انسان ترقيءَ جي نالي ۾ پنهنجون مقرر ڪيل حدون اورانگهي فطرت ۾ (انڪروچمينٽ) ڪئي آهي جنهن جي نتيجي ۾ ڪائنات جا حسين خدوخال تبديل ٿي ويا آهن. ماڻهن کي ڪڏهن منع ڪيل هو تہ درياهن جي مست ڇولين سان نہ کيڏن، مٿن اها پابندي ڪنهن لڳائي هئي تہ هو سمونڊن جا سانباها ڇڏي ڏئي ۽ ريجن سان اُن جون حدون نہ ڪيچي، کين ڪنهن جهليو هو تہ هُو خيال ۽ ادراڪ جا ڪمند ستارن مٿان نہ وجهي قدرت جي نرمي کين زندگيءَ جي هر معاملي ۾ آزاد ڇڏيو هو. پر ماڻهن قدرت جي اهڙي نرمي ۽ پنهنجي ڏاهپ جو ايترو تہ غلط فائدو ورتو آهي، جو اڄوڪي هن جديد دؤر ۾ هُو اڪيلو ۽ غير محفوظ ٿي ويو آهي. اهڙي ڪيفيت ۾ سندس بچاءُ اُهي سجدا بہ نٿا ڪري سگهن، جن ۾ عشق کان وڌيڪ پيچتاءُ وارو احساس سمايل آهي، قدرت طرفان مليل زلزلي جي صورت واري هاٽوڪي سبب ڇاڻايو نوٽيس ماڻهن کي واقعي بہ پريشان ڪري ڇڏيو آهي ۽ هو سمجهي ناهن سگهيا تہ اُن جو مناسب جواب ڪهڙو ٿي سگهي ٿو.

فطرت جا پنهنجا طئي ٿيل ۽ ٽانيڪا اصول ٿين ٿا اُهي نہ ڪي هٽرادو تبديليون قبول ڪندا آهن ۽ نہ ئي اهڙين تبديلين کي "افورڊ" ڪري سگهندا آهن ۽ جڏهن بہ ڪا اهڙي صورتحال سامهون ايندي آهي تہ فطرت پنهنجو رد عمل ظاهر ڪندي آهي. پوري دنيا ۾ ايندڙ فطرت جي اهڙن حادثن کي مان اهڙي نظر سان ئي ڏسان ٿو.

هتي مان، سائنس جي فائدن ۽ نقصانن جي تفصيل ۾ وڃڻ هرگز نہ چاهيندس، بلڪ مان هڪ اهڙي سادگي ۽ سچائيءَ جو ذڪر ڪرڻ چاهيندس، جنهن جي وڃائجي وڃڻ کان پوءِ صدين کان ڌرتيءَ تي مؤجود انسان پنهنجو اصلوڪو گس بہ وڃائي وينو آهي.

ڏرتيءَ تي مؤجود انسان جي هاٺوڪي پريشانيءَ جو وڏي ۾ وڏو سبب، سنڌس اُها تڪڙ آهي، جنهن ڪيس اڪيلو ۽ غير محفوظ بنائي ڇڏيو آهي. اهڙي غير ضروري تڪڙ ۾ هُن ترقي تہ ڪئي آهي پر اُن ترقيءَ ۾ ڪابہ ترتيب ۽ ضابطو ناهي. هُن فاصلا گهٽائڻ لاءِ جهاز تہ ناهيا پر ساڳين جهازن فاصلا گهٽائڻ ڪان وڌيڪ فاصلا وڌايا آهن، اڳي جيڪڏهن پرينءَ جي اچڻ ۾ دير ٿيندي هُئي تہ هاڻي وڃڻ ۾ دير نٿي ٿئي. اڳي ٻيلن ۾ چور ۽ ڌاڙيل ضرور لڪندا هئا، ماڻهن ٻيلا ڪٽي چورن ۽ ڌاڙيلن جا تہ رستا روڪ ڪيا پر طوفانن ۽ زلزلن کي گهرن جو رستو ڏيکاري ڇڏيو آهي. پريشر ڪُڪر ۾ ڪاڌو تہ جلدي پچي ٿو پر ڪانين جي هلڪي تؤ ۾ پڪل ڪاڌن جو ذائقو موڪلائي ويو آهي، قدرتي پاڻ ۾ پڪل فصلن جا سنگ ٿورا ضرور هوندا هئا، پر اُنهن ۾ ڀرپور غذائي قوت هوندي هئي، هترادو ڪيميائي پاڻ فصلن ۾ غذا جي جاءِ تي بيماريون ڀريون آهن، سمنڊ جي پيٽ ۾ خام ۽ سڙيل تيل ڀري آبي جانورن کي ماري، انسان اِهو ڀلجي ويو آهي تہ زندگيءَ جو هر نمونو ڪائنات کي توازن بخشي ٿو. سمنڊ جو جوش، اهڙن ڪروڙين، بلڪ اربين آبي جانورن جي زندگي ۽ چرپر سان سانت رهندو آهي، ۽ جڏهن اُهي جانور مرن ٿا تہ سمنڊ جون ڇوليون طوفان جي صورت اختيار ڪن ٿيون ۽ سوناميءَ جهڙا حادثا رونما ٿين ٿا.

اڄ ڪان هزارين سال اڳ ۾ انسان پنهنجي وجود جي بقا ۽ سلامتي جو سفر پورو ڪري چُڪو هو، هُن پنهنجن مخالف فطري روين ڪان بچڻ جا سمورا سامان هٿ ڪري ورتا هئا، اُن وقت ٿيڻ تہ اهو کپندو هو تہ خاموش فطري ماحول ۾ هو بہ سانت ۽ مطمئن ٿي ويهي ها، پر ائين نہ ٿيو. هُو پنهنجي ڏاهپ ۽ عقل جي امتحان وٺڻ جي شؤق ۾ ايترو تہ مشغول رهيو جو کيس اها بہ خبر نہ پئي تہ سندس ڪيل ترقيءَ جو گهٽي ڪان گهٽوَ نقصان کيس ٿي رهيو آهي. هُن ائٽم بم دشمن مٿان ڪيرائڻ لاءِ ئي ايجاد ڪيو هو. هُو اهو ڀُلجي ويو هو تہ اهو بم ڪنهن هِڪ جي ملڪ مٿان نہ بلڪ اُن (گلوبل وليج) مٿان ڪرندو جنهن ۾ هَو پاڻ بہ رهي ٿو سندس اولاد رهي ٿو ۽ ايندڙ وقت ۾ سندس ايندڙ نسل رهندا ۽ هاڻي ائٽم بم هڪ اهڙي تانڊي جي صورت اختيار ڪري ويو آهي، جنهن کي هوائون ڪنهن جي بہ

چت تي ڪيرائي سگهن ٿيون ۽ اُها چت ڪنهن مٽان بہ ڪري سگهي ٿي، هاڻي ائٽم بم جي مالڪي فخر جي نہ، بلڪ اهڙي وحشت جي علامت بڻجي رهي آهي، جنهن جو مقابلو ڪوبہ دليل يا دلاسو نٿو ڪري سگهي. اڄ جي انسان اِهو ثابت ڪري ڇڏيو آهي تہ هُو جُز نہ بلڪ ڪُل آهي، ماڻهو ڪٿي بہ مري، ڪائنات جي اک اُن مٿان لڙڪ ڳاڙي ٿي، ٿوري وقت اندر رونما ٿيندڙ حادثن، انسان جو هڪ ٻئي انسان سان قائم ٿيل رشتي کي وڌيڪ مضبوط ڪيو آهي.

موبائيل فون مٿان جنبش ۾ ايندڙ آڱرين، هزارن ميلن جا فاصلا تہ ضرور گهٽايا آهن، پر انهيءَ حقيقت کان ڪير انڪار ڪندو تہ انهن موبائيل فونن مَاڻهن کان خواب بہ کسيا آهن، انتظار جَا ٽٽڙي سُور وارا احساس بہ کسيا آهن ماڻهن جي ذاتي اڪيلائي کي بہ ختم ڪيو آهي ۽ انهن کي اشتهار جو پمفليٽ بنائي ڇڏيو آهي، جنهن ۾ يا تہ هو ڳالهائي رهيا آهن، يا ساڻن ڪير ڳالهائي رهيو آهي خاموشي ڪٿي بہ ناهي رهي، خاموشي جيڪا تخليق ۽ محبت کي جنم ڏيندي آهي. سوچ کي پيدا ڪندي آهي ۽ ڪائنات جي ساز ۾ ردم پيدا ڪندي آهي. هاڻي مشينن سان گڏ ماڻهو بہ گوڙ ڪري رهيا آهن، مسلسل گوڙ سفر ۾ آهن تڏهن بہ ڳالهائن ٿا، ويٺل آهن تڏهن بہ ڳلهائن ٿا سُتا پيا آهن تڏهن بہ ڳالهائن ٿا، چئني طرفن کان گفتگوءَ جو هڪ اڻ کُٽ سلسلو آهي جنهن دنيا ۾ هُلاچي جي گدلاڻ پيدا ڪئي آهي، جنهن گوڙ ۾ پکين جون ٻوليون گم ٿي ويون آهن، جهرڻن جو جهانجهر جهڙو آواز غائب ٿي ويو آهي، سنگن جي سرسراهٽ سانت ٿي ويئي آهي.

فون ۽ موبائيل سان اطلاع تہ جلدي مليو وڃن پر خط لکڻ، موڪلڻ ۽ پڙهڻ وارو رومانس الائي ڪيڏانهن گم ٿي ويو آهي، گڏجي سفر ڪرڻ دؤران ڏاڍا ڪرڻ، ڏاڍن دؤران مانجهاندا ڪرڻ ۽ ان کانپوءِ پنهنجي منزل تي پهچي ٿڪ لاهڻ وارا دلڪش ۽ طلسمي قصا ماضيءَ جو حصو بڻجي ويا آهن. اڳي مهمان ۽ موت جي اچڻ جو ڪوبہ وقت متعين نہ هوندو هو هاڻي مهمان جيڪڏهن اڳواٽ ملڻ جو وقت نٿو وٺي تہ سندس لاءِ دروازو بہ نہ کُلندو! مهمان تہ ڇڏيو پر سائنس جي هن ترقي هڪ ئي گهر ۾ رهندڙ ماڻهن کي بہ هڪ ٻئي

ڪان پري ڪري ڇڏيو آهي، پيءُ ۽ پُٽ جي وچ ۾ آيل ڪمپيوٽر ڪين هڪ ٻئي کان پري ڪري ڇڏيو آهي اڳي ماءُ ۽ ڏيءَ پاڻ ۾ ويهي اندر اوريندي هيون هاڻي جڏهن بہ هو هڪٻئي ويجهو اچڻ جي ڪوشش ڪن ٿيون تہ ٽي وي چئنل سندس وچ ۾ اچيو بيهي ٿا رهن. هاڻي ڏيءَ ماءُ سان تڏهن ٺي ڳالهائي ٿي جڏهن ڪيس چوڻو هجي ٿو تہ "امان چُپ ڪر ڊرامو ڏسڻ ڏي" . ۽ اهڙي ريت پُٽ بہ پيءُ سان فقط اُن وقت ٺي ڳالهائي ٿو جڏهن ڪيس جيب خرچ کپندو هجي ٿو ان ڪان علاوه منجهن ڳالهائڻ لاءِ ڪجهہ بہ ناهي رهيو. ٽي وي، ڪمپيوٽر ۽ موبائيل فون ماڻهن کي هڪٻئي کان دوُر ڪيو آهي. پنڌ ضرور گهٽايا آهن پر مفاصلا وڌايا آهن. هزارين ميل پنڌ ڪٽائي، لڪين ميل ويڇا پيدا ڪيا آهن. رشتن جي جاءِ واسطن ورتي آهي، احساسن ۽ خوابن کي اي ميل ۽ ايس ايم ايس ريپليس ڪيو آهي، لحاظ. شرم ۽ درگُذري کي پروفيشنلزم ڳڙڪائي ويو آهي، ڪتاب. چئنلز جي چوويهہ ڪلاڪ هلندڙ بارش ۾ پُسي ويا آهن. استادن جي عزت. ٽيوشن فيس ۾ وزن وڃائي ويٺي آهي، ۽ درسگاهن جو تقدس ڪوچنگ سينٽرن ۾ مدفون ٿي ويو آهي، اهو سيڪجهہ ٿي وڃڻ ڪان پوءِ بہ انسان آهي جيڪو ترقيءَ جي مست هاٿيءَ مٿان لهڻ جو نالو ئي نہ ٿو وٺي.

عقل، ادراڪ. شعور هڪڙا الڳ معاملا آهن ۽ ترقي هڪ الڳ معاملو آهي. ترقيءَ کي عقل ۽ منطق سان ڳنڍڻ انسان جي بنيادي بيوقوفي آهي، اهي شيون جيڪڏهن هڪ ٻئي سان ڳنڍيل هجن ها تہ پوءِ اَنسان جي هي اجوڪي ترقي اُن لاءِ موت جو ڪارڻ نہ بڻجي ها. سندس شعور ۽ عقل اهڙي ترقي کي عظيم سان گڏ محفوظ بہ بنائي سگهي ها. پر ائين نہ ٿيو اهڙي ترقيءَ ۾ انسان جي عقل ۽ شعور کان وڌيڪ اُن جو جُنون شامل هو. جنهن سندس ئي هٿن سان سندس خاتمو يقيني بنايو آهي. •

شرمنده سجدن کان بهتر آهي تہ اسان عشق جي سجدي سان قدرت جي ناراضگيءَ کي دوُر ڪريون ۽ هن ڪائنات جي ازلي ساز ۽ آواز کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪريون ۽ ان جي حُسن کي قائم رکئون.

(روزانہ "عبرت" حيدرآباد. 23 آڪٽوبر 2005ع)

# بي خود درد

خبر آهي تہ سانگھڙ ضلعي جي پوليس ڪماني جي هڪ حڪم تحت شهر جي تقريباً ڇهہ سؤ هيروئنين کي پڪڙي سندن متا. مچون ۾ پرون ڪوڙيا ويا آهن. انهن هيروئن جي موالين ۾ گھڻو تعداد اهڙن موالين جو بہ آهي، جيڪي ٻاهرئين شهرن کان پاڙا پري هيروئين خريد ڪرڻ لاءِ سانگھڙ آيا هئا. اها هڪ اهڙي خبر آهي، جنهن ۾ هڪ ئي وقت ڪيترين ئي خبرون موجود آهن، جيڪي پوليس جي "فرض شناسي". هيروئين جي سانگھڙ ۾ دستياب هجڻ ۽ خاص ڪري سانگھڙ جي ضلعي پوليس آفيسر جي ذهني سگھہ جو ڏس ڏين ٿيون.

سانگھڙ اهو ئي ضلعو آهي، جنهن جي هڪ سب ڊويزن شهدادپور جي ٽاٽي جي ڪباڙخاني مان، اڄ کان ڪجھہ سال پهرين، هڪ پراڻي صندوق منجھان هڪ اڻ ڄاتل شخص جو ڍانچي جي صورت ۾ لاش مليو هو. جنهن لاءِ اهو ئي قياس ڪيو ويو هو تہ ڪنهن خاص تفتيش جو شڪار ٿي اُهو شخص زندگيءَ جي ريگزارن مان ٿيندو. ٽاٽي ۾ رکيل اُنهيءَ پيتي ۾ اچي پهتو هو جتان سندس هڏائون پيرو ڪجھہ ئي سالن جي وقفي ڪانپوءِ هٿ آيو هو. انهيءَ ساڳئي ضلعي سانگھڙ ۾، پوليس پنهنجي اعليٰ (غير) انساني روايتن کي ورجائيندي هڪ ئي ڌڪ ۾ اهڙن ڇهہ سؤ ماڻهن جي عزت نفس کي پاڪيءَ سان پاڙئون ڪوڙيو آهي، جيڪي هن سماج جي وڌيڪ توجهہ، پيار ۽ مسيحائيءَ جا حقدار هئا ۽ جن ماڻهن لاءِ سموري دنيا جي ڊاڪٽرن توڙي انساني حقن لاءِ جاکوڙيندڙ تنظيمن گھڻو اِڳوات اُهو پڌرو ڪري ڇڏيو آهي تہ هيروئن جي عادي، جسماني طور تي توڙي ذهني طور تي بيمار تصور ڪيا وڃن ۽ ساڻن سلوڪ بہ اهڙو ئي ڪيو وڃي، جيڪو بيمارن سان روا رکيو ويندو آهي.

ان طرح جي پڌرائي مان جيڪا ڳالهہ سامهون اچي ٿي. سان اها ئي آهي تہ هي ماڻهو جيڪي سماج جي انتهائي نڌڻڪن ۽ لاچار طبقي سان واسطو رکن ٿا. سي پنهنجي ئي سماج جي ٻين ماڻهن جي

نفرت ۽ ڌڪار جي شڪار ٿيڻ بجاءِ، سندن مناسب توجهه ۽ پيار حاصل ڪري سگهن. جيڪو پيار سندن اڪيلائي، ذهني ڪرب ۽ سماجي هيڪلائپ کي ڪنهن حد تائين گهٽ ڪري سگهي. پر ائين ڪجهه به ناهي ٿي سگهيو هيروئن جا عادي جن لاءِ اڪثر "هيروئني" جو لفظ استعمال ڪيو ويندو آهي. سي اڄ سنڌ جي هر ننڍي وڏي شهر ۾، ڪچري ۾ اڇلايل پلاسٽڪ جي ٿيلهين وانگر. هوا جي جهوٽن ۾، هيڏانهن . هوڏانهن دربدر ڀٽڪي رهيا آهن ۽ اهڙن ئي مسڪين، لاچار ۽ بيمار ماڻهن سان ڪيل سانگهڙ پوليس جو سلوڪ، پوليس جي ڪارنامن جي هڪ نئين تاريخ رقم ڪري ٿو. جنهن تحت ايس پي سانگهڙ، حڪم جي هڪ ئي پاڪيءَ سان، ڇهه سؤ ماڻهن جي مٿن تان وار ۽ ڇهري مٿان ڏاڙهي، ڀرون ۽ مڇون ڪوڙي پٽ ڪري ڇڏيون. مُڇون ۽ ڏاڙهي، جن کي عزت ۽ غيرت جي علامت تصور ڪيو ويندو آهي. سي سانگهڙ جي پوليس جي اڳيان ڪا به معنيٰ نٿيون رکن. اُهي ته محض عزت ۽ غيرت جا اهڃاڻ آهن. پوليس ته ماڻهن جو لابارو ڪرڻ ۾ به پنهنجو مثال نٿي رکي.

اسان وٽ، سنڌ ۾ هڪ عام تاثر اهو به جڙيل آهي ته پوليس توڙي ضلعي انتظاميه ۾ شامل اهي آفيسر جيڪي سي ايس ايس پاس ڪيل آهن، سي ڪنهن قدر ايماندار، فضيلت ڀريا ۽ عوام دوست هجن ٿا. اهو تاثر هڪ ئي ڏينهن ۾ ڪو نه جُڙيو هوندو پوليس کاتي جا ڪجهه اهڙا آفيسر، جن ۾ اي ڊي خواجه، ثناءُ الله عباسي، ولي الله دل ۽ خادم رند اچي وڃن ٿا. تن جي عوام دوستيءَ جي قصن، اهڙي تاثر کي جنم ڏنو. پر هڪ هٽ ۾ موجود آگرين جيترا چڱيرڙا پوليس آفيسر، سموري مُروج نظام ۾ ڪهڙو ڪردار ادا ڪري سگهن ٿا. سو به ڪو گهٽو لڪل ناهي، پر گهٽي ياڳي، هي محافظ کاتو جيڪو "پوليس" جي نالي سان هر ڪنهن کي ياد آهي. سو پنهنجي ڪم ۽ ڪارڪردگيءَ جي اعتبار سان اڄ به بنهه نرالو ۽ لاجواب آهي. جنهن جو هڪ سي ايس ايس پاس ڪيل ايس ايس پي، سانگهڙ جي سيني هيروئن جي عادين کي سندن مٿا ڏاڙهيون، مڇون ۽ ڀرون ڪوڙي پنهنجي ليکي هيروئن جي پاڙان پٽڻ جي شاندار ڪوشش ڪري ٿو. پر انهيءَ سموري عمل ۾ هُن صاحب هيروئن جي پاڙ پٽڻ

بجاءِ اهڙن ذهني مريضن جي عزت نفس جي پاڙ پٽي آهي. جنهن جو ازالو ايس پي جي نوڪريءَ جي قيمت تي بہ نٿو ڪري سگهجي.

اسان انهيءَ خيال جا آهيون، تہ بي عزتي ڪنهن جي بہ ٿيڻ نہ گهرجي، نہ رڳو اهو بلڪ اهڙي ڪنهن بہ عمل جي ڪا بہ گنجائش شروع کان ئي نہ هجڻ گهرجي، جنهن تحت، ڪو بہ پوليس عملدار جڏهن بہ چاهي ۽ جنهن جو بہ چاهي پٽڪو ڊوڙ ڪري سگهي ۽ جيڪڏهن ڪو آفيسر اهڙي قسم جي ڪنهن بہ بداخلاقيءَ جو مظاهرو ڪري تہ نہ رڳو انهيءَ کان سخت قسم جي پڇا ڳاڇا ڪئي وڃي، بلڪ سندس اهڙو قانوني گهيرو ڪيو وڃي، جنهن سان اهڙن عملن جي رستي روڪ ٿي سگهي.

سانگهڙ، جنهن کي ڪجهہ عجيب حوالا ۽ سڃاڻپون آهن، هي شهر، جيڪو حُر تحريڪ جي پس منظر ۾ عجب ڪهاڻيون ۽ ڪردار رکي ٿو. انهيءَ کي اسان سنڌ جي آزادي، جاڳرتا ۽ شعور جو شهر سڏي سگهون ٿا. جتي بچو بادشاهہ ۽ گلو گورنر جي انگريز سامراج خلاف هٿياربند ويڙهہ اڄ بہ سانگهڙ واسين لاءِ فخر ۽ وڏي مان جو سبب آهي، هي شهر جتي فقير محمد رحيم مهر جي بي ڊپي وجود جا داستان اڄ بہ گردش ڪن ٿا ۽ جتي معصوم سانگهڙائي پنهنجي وجود جي مڙني محبتن سان هن شهر مٿان ولهار جيان وسندو رهي ٿو. هي شهر، جنهن جي حصي ۾ اسحاق مگريو بخشڻ مهراڻوي، اسلم ميمڻ، بادل ٿري، آفتاب نظاماڻي، سائين الله ورايو ڀهڻ جا نالا اچي وڃن ٿا. سو هڪ ئي ڌڪ ۾ ڪيئن هيروئين جي اڏي طور، سموري سنڌ ۾ سڃاپجڻ لڳو آهي، اهڙو شهر، جتي ڪنهن دؤر ۾ ادبي رهاڻيون، مشاعرا، ترقي پسند ڌرين جا ميڙاڪا ٿيندا هئا ۽ جنهن شهر جون شامون، دلين جون لامون لوڏي ڇڏينديون هيون، سو شهر آخر ڪهڙن سببن جي ڪري هيروئن جهڙي موتمار نشي ۾ ٻڏي ويو آهي، جتان جا نوجوان، لائبررين بجاءِ اوتارن جي ور چڙهي ويا آهن. اهي ڪهڙا سبب آهن جو هڪ ننڍڙي شهر ۾ هڪ ئي وقت 600 هيروئن جا عادي پڪڙي سگهجن ٿا. جنهن ۾ اُهو تعداد ناهي جيڪو ڪڙجڻ کان بچي ويو آهي.

ائين ناهي تہ هيروئين، فقط سانگهڙ ۾ ئي ملي ٿي، پر اهو ضرور آهي تہ جڏهن ڪٿان بہ ناهي ملندي، تڏهن بہ سانگهڙ مان ضرور ملي

سگهندي آهي، اهو ئي سبب آهي. جو متي ڪوڙيل انهن 600 هيروئن جي عادين (بيمارن) ۾ اهڙا بہ موالي شامل آهن جيڪي مختلف شهرن کان کهي، سانگهڙ آيل هئا ۽ پڪڙجي پيا. انهيءَ سموري قصي مان حاصل مطلب اهو نڪتو تہ سانگهڙ. هن وقت هيروئن جو سڀ کان وڏو ۽ محفوظ اڏو آهي. جنهن ۾ ڪجھ اهڙيون با اثر ڌريون ملوث آهن، جن جي مُڇن ۽ ڏاڙهين کي ڪوڙڻ تہ ڪجا، کين وائکي ڪرڻ جي بہ سانگهڙ پوليس کي همت ناهي، جنهن ڪري بجاءِ هيروئين جي "واپار" ڪندڙن کي قانون جي گرفت ۾ آڻڻ جي اهڙن معصوم ماڻهن کي پڪڙي سندن ڇهرن جي تذَليل ڪئي وئي آهي. جن ڇهرن لاءِ هن صوفي سنڌ ۾ تصور ڪيو ويندو آهي تہ "هر صورت سبحاني آهي" ۽ اهڙن صبحاني صورتن کي سانگهڙ جي پوليس ذلتن جي جنهن مقام تي پهچايو آهي. سو ڪنهن بہ صورت ۾ درگذر ڪرڻ جهڙو نہ آهي. گهٽ توقعات جي باوجود ڇا سنڌ جي آءِ جي يا هوم سيڪريٽري سميت، اتر سنڌ سان واسطو رکندڙ اهڙي گورنر مان سانگهڙ جي پوليس ڪمانيءَ کان سخت جواب طلبيءَ جي اُميد رکي سگهجي ٿي. جنهن گورنر جون مُڇون پڻ نمائنده مُڇن جي حيثيت رکن ٿيون ۽ سنڌ جي مٿاهين حصي سان واسطي رکڻ جي حوالي سان پڻ گورنر صاحب کان وڌيڪ مڇن جي اهميت جي خبر ٻيو ڪنهن کي هوندي.

گڏوگڏ اُهو بہ ڏسڻو آهي تہ ايس پيز ۽ ڊي سيز سان دوستيءَ جو شوق رکندڙ شاعر ۽ ڪمپيئر بخشڻ مهراڻوي جو شهر سانگهڙ اڄا ڪيستائين هيروئن جي واپارين جي ور چڙهيل رهندو ۽ سانگهڙ جي پوليس بجاءِ هيروئن جي اڏن کي ختم ڪرڻ جي هيروئن واپراٽيندڙ مريضن جا مٿا، ڏاڙهيون ۽ مُڇون ڪيستائين ڪوڙيندي رهندي، حالانڪ جنهن ڳالھ جي جي ضرورت آهي، سان اها آهي تہ بجاءِ هيروئن ورتل ماڻهن جا مٿا ڪوڙيا وڃن. هاڻي اهڙن پوليس عملدارن جا مٿا ڪوڙجن، جيڪي هيروئن جهڙي زهر کي ختم نٿا ڪري سگهن ۽ اُن جي شروعات، سانگهڙ جي پوليس ڪمانيءَ کان ئي ڪئي وڃي.

(روزانہ "عبرت" حيدرآباد 20 ڊسمبر 2000ع)

# هِڪ مُهم

ننڍي هوندي کان ئي مان حسابن ۾ ڪچو ۽ تاريخ ۾ پڪو هوندوهوس. تاريخ ۽ سماجي اڀياس جي موضوعن تي لکڻ ۽ پڙهڻ ۾ خاص دلچسپي رکندو هوس. بادشاهن جا نالا، اُنهن جا ڪارناما ۽ سندن تعمير ڪيل عمارتون وغيره مون کي آڱرين تي ياد هونديون هيون. تاريخ ۾ دلچسپي هجڻ جو سبب شايد اهو بہ ٿي سگهي ٿو تہ مونکي ماضيءَ جا قصا ۽ ڪهاڻيون گهڻيون وڻنديون هيون. تڏهن مونکي اورنگزيب بادشاهہ جي ڪردار تمام گهڻو متاثر ڪيو هو. تڏهن مون الائي ڪٿان ڪٿان سندس مختلف تصويرون هٿ ڪري پاڻ وٽ سنڀاليون هيون. اُنهن تصويرن ۾ هن کي قرآن پڙهندي ۽ نمازون ادا ڪندي ڏيکاريو ويو هو. تڏهن مان ننڍي عمر ۽ ڪچي ذهن جو مالڪ هوندو هوس. اُن وقت مونکي مسلمان بادشاهن جا ڪردار متاثر ڪندا هئا. نصابي ڪتابن ۾ پڙهائي ويندڙ تاريخ سندن ڪارنامن سان ڀري پئي هوندي هئي. اِهو ئي سبب هو جو منهنجا آئيڊيل ڪردار اِهي بادشاهہ ۽ وزير ئي هوندا هئا. جن جو ذڪر نصابي ڪتابن ۾ وڏي شد مد سان ڪيو ويندو هو ۽ پوءِ هڪ وقت اهڙو بہ آيو جڏهن ذهن جي آسمان تان اهڙا ڪردار ٽٽل تارن جيان وڪري نفرت جي خلائن ۾ گم ٿي ويا. اڳتي هلي غير سرڪاري تاريخ جو مطالعو ڪيو تہ ڪهاڻيءَ جو ٻيو رُخ معلوم ٿيڻ لڳو اڳ ۾ جن ڪردارن کي هيرو تصور ڪندو هوس سي اصل ۾ تاريخ جو ڪچرو هئا ۽ جن ڪردارن کي غدار ۽ باغي ڪري پيش ڪيو ويو هو سي قومن ۽ اعليٰ انساني قدرن جا امين ثابت ٿيا. مطالعي ۽ شعور جي اِنهيءَ سفر دوران مون کي اِهو معلوم ٿيڻ لڳو تہ تاريخ اهڙي آرسي جو نالو آهي جنهن جا هر صورت ۾ بہ رخ ٿين ٿا. هڪڙو رُخ اُهو ٿئي ٿو جيڪو وقت جو حڪمران پيش ڪرڻ چاهيندو آهي ۽ ٻيو رُخ اُهو هوندو آهي جنهن جي نمائندگي اُن دور جو سچ ڪندو آهي.

وجود جي جنگ وڙهندڙ ڪردارن کي باغي يا محبِ وطن قرار ڏيڻ حڪمران جي وس ۾ هجي ها تہ اڄ داراشڪوه ۽ سرمد ڪنهن کي بہ ياد نہ هجن ها. شاهہ عنايت شهيد ۽ سچل ماڻهن کان وسري ويا هجن ها. منصور حلاج ۽ ذوالفقار علي ڀٽو ماضيءَ جو افسانو بنجي وڃن ها. پر ائين ناهي ٿيندو ڪالهہ جو خدا ترس ۽ درويش بادشاهہ طور ڀڏايو ۽ لکيو ويندڙ اورنگ زيب تاريخ جي ڪٺهڙي ۾ مجرم طور بيٺل آهي ۽ اُن وقت جا باغي قرار ڏنل سندس سڳا ڀائر مراد، داراشڪوه ۽ شجاع جيڪي سندس ئي هٿان ماريا ويا هئا، اڄ سچ ۽ حق جي علامت تصور ڪيا وڃن ٿا. ڪالهوڪو مردِ مؤمن ۽ پاڻ کي اميرالمومنين سڏائيندڙ ضياءَالحق لاوارث قبر جي اونداهيءَ کان وڌيڪ ڪجهہ بہ ناهي رهيو ۽ سندس هٿان ڦاهي ڪاڙل ذوالفقار علي ڀٽو روشن ستارو بنجي پنهنجي جاودان حياتيءَ جو سفر طئہ ڪري رهيو آهي، جيڪو انسانيت جي خوشحالي، قدرداني ۽ آجپي تائين جاري رهندو.

مٿئين سموري بحث جو اصل سبب پاڻ واري پياري ملڪ پاڪستان ۾ رونما ٿيندڙ هڪڙي ٻئي ان حادثي طرف اڇڻ هو جنهن جي نتيجي ۾ قوم پرست سياستدان نواب اڪبر خان بگٽي ۽ سندن ساٿين کي سرڪار اهو چئي قتل ڪري ڇڏيو تہ هو ملڪ دشمن ڪاروائين ۾ ملوث هئو.

نواب اڪبر بگٽي جو شمار پاڪستان جي اهڙن بزرگ سياستدانن ۾ ٿيندو رهيو آهي، جن جي ذات ۽ سياست جو هن ملڪ جي سياست ۽ ماڻهن مٿان گهرو اثر رهيو آهي، خان عبدالولي خان، جي ايم سيد، غوث بخش بزنجي، عطاءَ الله مينگل ۽ خير بخش مري جي سياسي سفر ۾ شامل نواب اڪبر بگٽي هڪ ڏکهي ۽ فيصلاڪن ويڙهہ کان پوءِ قتل ٿي ويو!

نواب اڪبر بگٽيءَ جي قتل کانپوءِ خاص ڪري بلوچستان جا قوم پرست عنصر غارن مان نڪري روڊن تي اچي ويا آهن ۽ نظرياتي طور تي پاڻ کي پاڪستان کان الگ تصور ڪندڙ بلوچ قيادت، عملي طور تي پنهنجي لاءِ هڪ الگ رستو اختيار ڪرڻ جون ڳالهيون ڪري رهي آهي. اسان نواب اڪبر بگٽيءَ جي موت کي واقعو نہ پر

هڪ حادثو تصور ڪريون ٿا. هڪ اهڙو حادثو جنهن کان پوءِ سڀ ڪجهه نيڪ ٿي ويندو آهي يا سڀ ڪجهه بگڙي ويندو آهي، ٻنهي صورتن مان هڪڙي صورت ضرور سامهون ايندي آهي. هاڻي ڏسڻو اِهو آهي تہ انهيءَ حادثي جي نتيجي ۾ ملڪ جون حالتون ڪهڙو رخ اختيار ڪن ٿيون ۽ اهڙي موقعي تي جڏهن ملڪ جا سيئي نشرياتي ۽ اشاعتي ذريعا، بگٽي جي موت ۽ سندس سياسي درجابندي ڪرڻ ۾ رُڌل آهن، تڏهن مان ضروري سمجهان ٿو تہ ضمير جي ڪلاس ۾ پنهنجي قلم جي حاضري ضرور لڳرايان!

نواب اڪبر خان بگٽي ڪيترو پڙهيل، خوبصورت ۽ خوش پوشاڪ هو مان چاهيندس تہ انهن معاملن تي لکڻ کان بهتر ٿيندو تہ سندس اُن فڪر ۽ سياسي سوچ ۽ عمل تي لکيو وڃي، جنهن جي نتيجي ۾ سرڪار وٽ، کيس مارڻ کان علاوه ڪو ٻيو رستو يا آپشن ڪونہ بچيو هو.

بلوچستان وزن ۽ بحر ۾ پاڪستان جهڙو ۽ فڪر ۾ اُن کان گهڻو مختلف رهيو آهي. قدرتي وسيلن جي گهڻائي ۽ اُنهن وسيلن مٿان پنجاب توڙي وفاق جي اُجاره داري شروع کان وٺي بلوچن منجهہ هڪ اهڙو احساس پيدا پئي ڪيو آهي، جنهن کي مان احساس محروميءَ جو نالو هرگز نہ ڏيندس، ڇو تہ احساس محرومي رڳو سنڌي قوم جو اثاثو آهي، ها البتہ مان ان احساس کي نفرت جو نالو ڏيئي سگهان ٿو جيڪو هن ملڪ جي واحد ضابطي رکڻ واري قوت يعني پنجاب خلاف هئي ڇو تہ نفرت وارو احساس زندگيءَ جو ڏس ڏيندو آهي ۽ نواب اڪبر بگٽي زندگي جي اهڙي حصول لاءِ موت وارو رستو اختيار ڪيو. حڪومتي ذريعن جو چوڻ آهي تہ نواب اڪبر بگٽي سياسي رستو ڇڏي تخريبڪاريءَ جي واٽ ورتي هئي ۽ قومي ملڪيتن کي نقصان پهچائڻ کان علاوه پنهنجي قبيلي جي ماڻهن مٿان پڻ ظلم ڪندو رهيو هو. سوئي گئس پلانٽ مٿان راڪيٽ لانچر فائر ڪرڻ کان وٺي، فوجي هيليڪاپٽرن تي فائرنگ واريون ڪارروايون ڪرائي، هن حڪومت لاءِ ٻيو ڪو بہ رستو ڪونہ ڇڏيو تہ سندس خلاف فوجي آپريشن ڪيو وڃي، ۽ هڪ اهڙي ئي آپريشن جي نتيجي ۾ هو ماريو ويو.

حڪومت جو اهو بہ مؤقف آهي تہ فوج ڪيس سڌو ٽارگيٽ ناهي ڪيو پر اُن هنڌ (غار) کي نشانو بنايو آهي، جتان فوجي هيليڪاپٽرن مٿان فائرنگ ڪئي ويئي هئي ۽ اتفاق سان نواب بگٽي اُن وقت اُنهيءَ غار ۾ مؤجود هو ۽ اهڙي طرح پنهنجين ساٿين سميت هو بہ مارجي ويو.

حڪومت جو اهڙو مؤقف، تاريخ جي انهن ڪتابن ۾ تہ هلي سگهي ٿو جيڪي ٽئين يا چوٿين درجي جي نصاب ۾ پڙهايا وڃن ٿا. باقي اِنهيءَ مؤقف کي اڄ جي باشعور ۽ زنده ضمير اڳيان پيٽ ڪرڻ بيوقوفيءَ کان علاوه ڪجهہ بہ نٿو ٿي سگهي

حڪومتي ذريعا چون ٿا تہ هو هڪ سردار هو ۽ سندس موت سرداري نظام جو خاتمو ثابت ٿيندو. بگٽي کي جيڪڏهن اِنهيءَ ڪري ماريو ويو آهي تہ هو هڪ ظالم سردار هو تہ پوءِ حڪومت جو انهن سردارن بابت ڪهڙو خيال آهي جيڪي هن وقت بہ حڪومت جو حصو آهن، ڪجهہ سردار تہ هن وقت بہ صوبن جا انتظامي سربراهہ آهن ڇا اُنهن جي خاتمي لاءِ بہ حڪومت وٽ ڪو پروگرام آهي!

اسلامي تاريخ جا شاگرد چڱي طرح سمجهن ٿا تہ ويڙهہ ۽ جنگ جا ڪهڙا آداب ۽ اصول ٿين ٿا. سامهون بيٺل دشمن تي وار ڪرڻ ۽ اُن جي وار سهڻ لاءِ گهربل حوصلو ڪهڙو هجڻ کپي، فتح ۽ شڪست وارن لمحن کي ڪيئن گذارجي ۽ اِهو تہ جنگ ڪنهن سان روا آهي ۽ ڪنهن سان ممنوع!

اِهي ۽ انهن جهڙا ٻيا سوال ۽ اُنهن جا جواب، اسان کي اسلام جي اُن باب ۾ آسانيءَ سان ملي ويندا، جيڪو اُنهن جنگين جي باري ۾ آهي، جيڪي اسان جي پيغمبر سڳوري اسلام جي دشمنن سان جوٽيون هيون، تاريخ شاهد آهي تہ پاڻ اسلام جي بدترين دشمنن سان پڻ اخلاص ۽ رحم وچان پيش ايندا هئا. مختلف معرڪن دؤران پاڻ سڳورن واضح الفاظن ۾ فرمايو هو تہ جنگ دؤران ڪنهن بہ عورت، ٻار ۽ ٻيرسن شخص تي وار نہ ڪيو وڃي ۽ هاڻ جڏهن نواب اڪبر بگٽي اُٺاسي سالن جي ڄمار ۾ ماريو ويو آهي، تڏهن مان سوچيان ٿو تہ جنگ جو هي نئون انداز اسلام جي اُن اصول جي نفي نٿو ڪري، جنهن تحت ٻارن، عورتن ۽ پوڙهن مٿان وار ڪرڻ ممنوع

قرار ڏنل آهي. ڇا نواب اڪبر بگٽي زندگيءَ جي اُن حصي ۾ نه هو جتي سائس ٿيندڙ جنگ تي نظرثاني ڪري سگهجي ها. شايد سندس مخالفن جنگ ۾ سڀ ڪجهه جائز هجڻ واري اصول يا ٿيوري ۾ يقين تي رکيو انهيءَ ڪري ئي سندن هٿيارن جي اک. نواب اڪبر بگٽي جي اچن وارن تي نه پيئي ۽ اُنهن سندس سراپئه احتجاج بنيل وجود کي هميشه خاموش ڪري ڇڏيو پر ڇا اُنهن نه پئي ڄاتو ته ماڻهو جڏهن نظرين ۾ تبديل ٿيندا آهن ته اُهي مرندا ناهن بلڪ فطرت جو حصو بنجي ويندا آهن ۽ فطرت کي موت ناهي ايندو.

بلوچستان، جيڪو پنهنجي مزاج ۽ سوچ جي حوالي سان باقي ٽنهي صوبن کان بنهه مختلف آهي، سو نواب اڪبر بگٽيءَ جي موت کي ڪيئن ڏسندو ۽ اُن کي بلوچن جي تاريخ ڪهڙي ريت بيان ڪندي اِهو اندازو لڳائڻ قبل از وقت ٿيندو پر ايتري پڪ ضرور آهي ته هو سنڌين وانگر پنهنجي قسمت مٿان پاڙڻ بجاءِ ويڙهه ۾ وڌيڪ يقين رکندا آهن ۽ بلوچن جي اهڙي يقين کي نواب بگٽيءَ جي موت وڌيڪ پختو ڪيو آهي.

ملڪ جي فوجي قيادت جيڪڏهن اهو سمجهي ٿي ته وضاحتي ۽ بيا صفائيءَ جا بيان نواب اڪبر بگٽيءَ جي قتل کي برابر ڪندا ته اهو سمجهڻ سندن حق آهي، پر عوام کي به پنهنجي ڪا راءِ قائم ڪرڻ جو حق حاصل هجڻ کپي ۽ عوام جي گڏيل راءِ اها آهي ته نواب بگٽي هزار عيبن ۽ اختلافن جي باوجود هڪ تمام وڏي سياسي شخصيت هئي، سائس وابسته اختلافن جا فاصلا ڳالهين ذريعي گهٽجي سگهيا پئي پر ائين نه ٿيو. ملڪ ۾ موجود هڪ بئي وڏي آواز کي گولي سان خاموش ڪيو ويو ۽ بلوچن جي تاريخ ۾ هڪ وڌيڪ سوني ورق جو اضافو ٿي ويو. جنهن جي ٻنهي پاسن کان جيڪو نالو لکيل آهي، اُهو ڪنهن ٻئي جو نه بلڪ اڪبر بگٽي جو ئي آهي، جنهن کي جديد تاريخ جا شاگرد داراشڪوه ۽ ذوالفقار علي ڀٽي جي نالن سان گڏ پڙهندا.

(روزانه "عبرت" حيدرآباد 1 سيپٽمبر 2006ع)

# فضيلت

سماج پنهنجي ليکي ڪجهه بہ نہ هجي ٿو. ماڻهن جي اجتماعي زندگيءَ ۾ سندن رويا، سماج جي تشڪيل ڪن ٿا. مختلف ملڪن ۾ انهن ۾ آباد قومن کي پنهنجا الڳ الڳ سماج ٿين ٿا. سماج بہ هڪ اهڙي گهر مثل آهي. جنهن جي ديوارن ۾ جنهن جي احساساتي وجود ۾ ماڻهو جي روين، ۽ روايتن ۽ عملن جو هڪ اهڙو سامان استعمال ٿيل آهي، جنهن ڪري ان جي شڪل هوبهو اُن ۾ رهندڙ ماڻهن جهڙي ئي ٿيو پوي.

هي سماج جنهن تي هر پهريون ماڻهو آهي راءِ بعد ۾ ڏيئي ٿو ۽ گار پهرين، سو دراصل ٽينس جي بال وانگر ٽئي ٿو. هو اُهو ڪجهه موٽائي ٿو جيڪو اسان کيس ڏنو آهي. هي بنهہ حقيقت آهي تہ جيترو وقت سماجي قدرن کي گاريون ڏيڻ ۾ گذري ٿو. انهيءَ جو چوٿون حصو بہ اگر ان جي اصلاح تي خرچ ڪجي تہ هي سماج اگر جنت نہ تڏهن بہ رهڻ جي قابل ضرور بنجي ويندو.

مون تي نصيحتون هميشہ گران گذرنديون آهن. انهيءَ لاءِ مون هن مضمون ۾ انتهائي احتياط کان ڪم ورتو آهي. موضوع جي لحاظ کان هن مضمون کي آخري تصور ڪيو وڃي. هاڻي اچو تہ سڀ کان پهريائين اديبن / شاعرن جي فضيلت بابت ويچاريون.

شاعر يا اديب، ڪنهن بہ قوم جو هر اول دستو تصور ڪيا وڃن ٿا. سندن ڪردار، قول ۽ فعل معاشري تي سنئون سڌو اثر ڇڏين ٿا. منجهن موجود يا پيدا ڪيل (خود ساختہ) بي گانگي، اداسي، بي عملي ۽ هرويرو جو موالي پڻو. سندن سڄاڻپ جا حوالا بنجي ويا آهن يار بڪ پيا مرندا، پڇبو تہ چوندا "اسان اديب ماڻهو اسان جو قدر ڪونهي. ڪريون تہ ڇا ڪريون، وقت ايندو جڏهن اسان جو قدر

تيندو سماج بي حس ۽ ظالم آهي. نظام مدي خارج ۽ فرسوده آهي. اهڙي ماحول ۾ ڪجهه نه ٿو ڪري سگهجي. تاريخ اسان کي ياد ڪندي.. وغيره وغيره.

هاڻي سوال اهو ٿو پيدا ٿئي ته سندن ڪمائڻ، باعمل هجڻ ۽ ذميواريون نڀائڻ لاءِ هي معاشرو ڪيتري قدر پابند آهي. وزيراعظم کان وٺي هڪ مختيارڪار تائين، سمورن سرڪاري عهدن تي موجود ماڻهن کي سندن عظيم هجڻ سان ڪهڙو سروڪار! شاعر بنجي ڪري، هنن معاشري مٿان يا پنهنجي عهد جي سمورن ماڻهن مٿان ڪو ٿورو يا احسان ته ڪونه ڪيو آهي. نيڪ آهي، انهيءَ ڳالهه جو اهو مطلب هرگز ڪونهي ته هو شعر يا ڪهاڻي لکي ويهي رهي ۽ انتظار ڪري، انهيءَ دور جو جڏهن سندس قدر ٿئي. هڪ اديب، پهريائين ماڻهو هجي ٿو پوءِ اديب، زندگيءَ جون ضرورتون هڪ نانوانيءَ جون به اُهي ئي آهن، جيڪي هڪ اديب جون.

ڏينهن جو اڌ کان وڌيڪ حصو ستو رهڻ، وهنجڻ ۽ صاف رهڻ کان ڪناره ڪشي ڪرڻ، چانهه جي ڪوپ ۾ انقلاب برپا ڪرڻ، سامهون ويٺل اديب جي تعريف ۽ غير حاضري ۾ گلا ڪرڻ، تڏا ساهه پري دنيا جي بي ثباتيءَ تي روئڻ، بين جي تونگري ۽ پنهنجي افلاس تي بحث ڪرڻ، اديبن جا بهترين مشغلا آهن. هي سڻون مان، بنان ڪنهن معذرت جي لکان ٿو ته اديبن جي اڪثريت (ٻن ٽن کي ڇڏي) هڪ اهڙي درٻار (وزيراعليٰ يا وزيراعظم هائوس يا ڪنهن وڏيري ۽ سياستدان جي اوطاق) جي انتظار ۾ هوندي آهي، جتي ڪيس تعريف ڪرڻ جي نوڪري سڏ ڪري ڏني وڃي.

هي ڪالم پڙهڻ کان پوءِ ڇا، مان اها اميد ڪري سگهان ٿو ته اديب ۽ شاعر حضرات صبح جو سوير اُٿي، هٿ منهن ڌوئي (سٺن ٻارن وانگر) ڪپڙا بدلائي (پراڻا ئي صحيح، پر صاف هجن) گهر مان انهيءَ يقين سان نڪرن ته شام جو هو گهر موٽڻ وقت انهيءَ پوزيشن ۾ هوندا ته هو پنهنجن ٻارن جا اداس چهرا ڏسي هڪ ٻيو شعر لکڻ جي بدران سندن معصوم ۽ ننڍڙيون خواهشون پوريون ڪري سگهن. انهيءَ لاءِ ڪين هوٽل تي پيش گيري ڪرڻ کان وٺي، ڪورٽ جي

ٻاهران درخواستون لکڻيون پون، تڏهن به ڪين عار نه ڪرڻ گهرجي. باقي ان ڳالهه ۾ ڪو به شڪ نه رهيو آهي ته جنهن ماڻهوءَ ۾ جيتري قابليت هوندي، اهو اوترو ئي ڪمائي سگهندو. ڇو ته ڪمائڻ ۽ وڏو شاعر يا اديب هجڻ به الڳ الڳ شيون آهن. انهيءَ لاءِ پيارا اديبو شاعرو اڇو ته عهد ڪريون ته اڄ کان پوءِ عام ماڻهوءَ جي حيثيت ۾ ڪمائينداسين ۽ شاعرن واري زندگي گذارينداسين اها ئي وقت جي ضرورت ۽ توهان سيني جي ٻارن (زالن سوڌو) جي خواهش به آهي.

اديبن ۽ شاعرن کان پوءِ فنڪارن (ڳائڻن، اداڪارن، صداڪارن ۽ سازندن) تي اها نظر وجهون جنهن.کان هو سدائين لڪندا رهيا آهن.

سماج جي هن طبقي ۾ هڪ عجيب خوش فهمي اها هجي ٿي ته هن دنيا جهان ۾ سندن ڪو مٽ يا ثاني آهي ئي ڪونه، هو جيڪڏهن ڪنهن جي تعريف ڪن ٿا ته انهيءَ شرط سان ته جواب ۾ هو به سندن تعريف ۾ اهڙي پل تيار ڪري، جنهن تان گذري هو تانسين يا دليپ ڪمار تائين پهچي سگهن. ماڻهن جوهي قسم الله تعاليٰ کان ماني پوءِ ۽ چرس پهريائين گهرندو آهي. جڏهن ته چرس رزق واري واعدي ۾ شامل به ڪونهي. هي سمهن گهٽ ۽ ڳائن وڌيڪ ٿا، جنهن ڪري سندن آواز ۽ ساز ۾ تورو به فرق باقي نه ٿو رهي. توري فرق سان هي مخلوق اديبن جي سئوٽ ماسات آهي. قدردانن جي تلاش ۾ سرِدست، تاحيات دشت ۾ سرگردان رهن ٿا. پنهنجي وجود کان ايتري لاعلمي ۽ بي نيازي رکن ٿا جو عمر جي آخر ۾ اهو ٻڌائڻ مشڪل ٿيو پوي ته ڳائڻو ڪهڙو آهي ۽ سارنگي ڪهڙي آهي؟ جڏهن ته اداڪار پروڊيوسرن جي پويان ايترو ته هلن ٿا جو جنهن ڏينهن هو پروڊيوسر جي پويان نه هوندو آهي. تڏهن به پروڊيوسر کي لڳندو آهي ته هتي ڪٿي هو موجود ضرور آهي.

اسان جي سماج جا هي دلفريب ماڻهو جن کي اسان فنڪار چئون ٿا سي ريڊيو ۽ ٽي وي تي هر صبح جو ان وقت پهچيو وڃن، جڏهن اڃا اُهي ڪليل به نه هوندا آهن. هي ٻڌندا گهٽ ۽ واهه واهه وڌيڪ ڪندا آهن ۽ اها واهه واهه اڪثر انهن پروڊيوسرن جي تعريف ۾ ٿيندي آهي، جيڪي ڪائڻ بنا پگهار تي پٽيوالن جو ڪم وٺندا آهن. منهنجي انهيءَ ڳالهه جي شاهدي نصير مرزا به ڏيندو.

انهيءَ لاءِ پيارا ڳائڻو اداڪارڻ ڏاها ٿيو. فضيلت سکو. پنهنجي فن سان (جيڪڏهن واقعي آهي ته) ايڏي زيادتي نه ڪريو. آواز اگر خُدا جي دين آهي ته پرائي شيءَ سمجهي ان سان جٽ نه ڪريو. فنڪاري، هن جديد دور ۾ هڪ ڪم تصور ڪئي وڃي ٿي. پنهنجي فن جو مظاهرو اتي ڪريو جتي توهان جي عزت هجي. ان جو معاوضو ملي ۽ توهان جي گهر ۾ جيڪو سالن کان وساڻل چُلهو آهي. اهو سوئي گئس سان ڀيهر ٻري سگهي. جيڪڏهن راڳ ۽ اداڪاري مان اوهان کي ايترا پئسا نه ٿا ملن جو اوهان ٽن وقتن جي ماني ۽ پنهنجن ٻارن لاءِ رانديڪا وٺي سگهو ته مهرباني ڪري تنبوري جون تارون ٽوڙي وجي ڪِنون واڻيو. پر توهان جيڪڏهن هي مضمون پڙهڻ کان اڳ ۾ ئي ذلت پسند ٿي ويا آهيو ته مهرباني ڪري پنهنجن ٻارن کي تبلي کان پري رکو ۽ کين ٽي وي تي وٺي وڃڻ کان بهتر ٿيندو ته کنهن ڪمپيوٽر سينٽر ۾ موڪليو ۽ بيشڪ اهو توهان جي ڀلائيءَ لاءِ آهي. اگر سمجهو ته.

آخر ۾ ذڪر خير ڪجي ٿو. انهيءَ برادريءَ جو جن کي اهو ٻڌايو ويو آهي ته هو صحافي آهن. صحافي جيڪي پروف ريڊر کان وٺي ڪمپيوٽر آپريٽر تائين ڦهليا پيا آهن. انهن کي سڃاڻڻ بنهه سولو آهي. اوهان جنهن ماڻهو جي هٿ ۾ پراڻي سال جي ڊائري ۽ ڪلهي ۾ ڪتابن وارو ٿيلهو ڏسو ته پوءِ ڪانئس پڇڻ کان سواءِ يقين ڪري وٺو ته هو ڪنهن نه ڪنهن اخبار يا اخبار جهڙي ڪنهن شيءَ سان وابسته آهي.

سماج ڏانهن هن برادريءَ جو ائپروچ ايترو ئي جارحاڻو آهي جيترو هن ڏانهن ايڊيٽر يا اخبار جي مالڪ جو. گهٽ پگهار تي گهڻو ڪم ڪرڻ صحافين جو "طره امتياز" آهي. نتيجي ۾ ايڊيٽر (مالڪانِ اخبارانِ سنڌ) امير کان امير ۽ هي غريب کان غريب تر ٿيندا وڃن. صحافي جيترو وڌيڪ بدحال، ايترو ئي وڌيڪ سينيئر تصور ڪيو ويندو آهي. هي ماڻهو جن کي عرف عام ۾ صحافي چيو وڃي ٿو. روز نوڪري ڇڏڻ جون ڳالهيون ڪندا آهن ۽ روز اهو پلجي ويندا آهن. هي اديبن جا ماروٽ ٿين، ان ڪري سنڌن شڪليون

هڪجهڙيون ٿين ٿيون. مائرون پنهنجا ٻار انهن کان پري رکنديون آهن. (بيمار ٿيڻ کان بچڻ لاءِ) ۽ پاڻ وري پري پڇنديون آهن. جنهن سبب ڪانئن ڪڏهن بہ نہ پڇبو ڇو تہ اهو ئي توهان جي حق ۾ بهتر آهي.

صحافي جيڪي قومن جي زوال ۽ ڪمال جا امين ٿين ٿا. سندن بي قدري ۽ سستي هُجڻ جو سبب هو پاڻ ئي آهن. هڪ ئي وقت جيڪڏهن هو (فقط هڪ ڏينهن لاءِ) قلم ڇڏي احتجاج ڪن تہ سندن پگهار ستن سون مان وڌي ست هزار ٿي سگهي ٿي. مگر هو اهڙو ڪم نہ ڪندا. ڇو تہ کين ڊپ آهي تہ ايڊيٽر سان گڏ عام ماڻهوءَ کي خبر پئجي ويندي تہ دراصل هو انهن ستن سون جا بہ حقدار ڪونہ آهن. جيڪي کين پگهار جي نالي ۾ ملن ٿا. ڇو تہ اخبار کان ٻاهر موجود اهي سڀ نوجوان جن ۾ قابليت آهي، سي انهيءَ انتظار ۾ ويٺل آهن تہ اخباري مالڪن جي نظر متن ڪڏهن ٿي پوي (هي راءِ سڀن سان لاڳو نہ آهي، منهنجي مراد ٻن ٽن کان علاوه آهي) انهيءَ لاءِ پيارا صحافيو! اوهان کي گهُرجي تہ فضيلت جو هي آخري سبق پڙهو ۽ ياد ڪريو ۽ پنهنجي وجود سان ائين نہ ڪيڏو جيئن غريب ٻار اڱڙين جي ڪينهوڙي (ٻال) سان ڪيڏندا آهن. ۽ هاڻي آخر ۾ مان سنڌي اخبارن جي مديرن (مالڪن) کي خرڪار نہ لکندس ڇو تہ اصل ۾ اغوا ٿيڻ جو شوق ئي صحافين کي آهي جيڪي رات جو دير سان گهر موٽڻ جا عادي آهن.

*(روزانہ "عبرت" حيدرآباد، 24 اپريل 1998ع)*

# تُون ڳوڙها روڪ

هر روز جي حالتن کي ماضي جي پس نظر ۾ ڏٺو ۽ پرکيو ويندو آهي. اڄوڪي چڱائيءَ کي، ڪالهوڪي چڱائيءَ سان، اڄوڪي غم کي ڪالهوڪن رشتن سان ڀيٽيون پرکيو وڃي ٿو اهوئي ڪارڻ آهي جو اسان جي دؤر جا اڪثر ماڻهو پنهنجي حال کان بيزار ۽ ماضي جي خوشگوار يادن جا اسير رهن ٿا. ماضي ۾ مبتلا رهندڙ اهڙن ماڻهن جو غم، ڪنهن خطي يا ملڪ جي سرحدن ۾ قيد نه هجي ٿو. پر سندن انهيءَ غمناڪيءَ جو پڙاڏو سيئي سرحدون اورانگهي هڪ عالمگير ڏک جو روپ وٺي ٿو.

ماضيءَ ۾ مبتلا رهندڙ ماڻهن جي بدنصيبي يا الميو اهو آهي ته اُهي پنهنجي حال کي، سنئون سڌو پنهنجي ماضيءَ سان ڀيٽيندا آهن ۽ انهن ۾ پنهي زمانن ۾ هڪجهڙائي نه ڏسي، هو سخت رنجيده ٿي وڃن ٿا. نتيجي ۾ سندن ذهني حالت يا ڪيفيت سندن اختيار مان نڪري وڃي ٿي ۽ هو تيزيءَ سان تبديل ٿيندڙ حالتن آهر پنهنجي شخصيت کي تبديل ڪري نه سگهندا آهن ۽ اهڙي طرح هو آهستي آهستي سخت اڪيلائي ۽ مايوسيءَ جو شڪار بڻجي وڃن ٿا.

ماضيءَ ۾ مبتلا هجڻ ۽ ان جي نتيجي ۾ پيدا ٿيندڙ ذهني مونجهارن جو اسان جي هن پوليو ۾ ورتل سماج ۾ ڪو علاج يا تدارڪ هجي نه هجي، پر سڌريل ملڪن ۾ اهڙي طرح اڪيلائي جو شڪار ٿيل ماڻهن کي "ماضي ۾ ورتل مريض" طور سڃاتو ۽ سندن علاج ڪيو وڃي ٿو ۽ ذهن جي اهڙي ڪيفيت کي هڪ ذهني مرض طور ٽريٽ ڪيو وڃي ٿو.

اسان جي روزمره جي زندگيءَ ۾ اهڙا ڪيترائي ماڻهو اسان کي ٿڏا شوڪارا ڀريندي نظر ايندا. گهڻا ماڻهو ته اڪثر ماضي جو ذڪر ڪري آبديده ٿي ويندا آهن. سندن ماضي ڏانهن محبت ۽ حال کان بيزاري واري اها ڪيفيت بنا ڪنهن سبب جي پيدا ناهي ٿيندي، ان

جا ڪي نوس سبب ٿين ٿا جن جي ڪري ماڻهن جو ميڙ جهڙو اندر روز بروز ڳرندو رهي ٿو. اهڙي ئي هڪ احساس تحت شاهہ لطيف چيو هو تہ "مارو مٺ ملير جا سيئي پر ڪياسون يا "ڪڏهن ائين هياس، جو پنهون ڏوتم ڪپڙا".

مٿن مائٽن، دوستن احبابن ۽ عزيزن جا روياَ ۽ سُلوڪ اهڙي رت تي سوار آهن جو انهن جي سنبن هينان، ماڪ جهڙا نرمل رشتا روز لتاڙجن ٿا ۽ روز ماريا وڃن ٿا. پر وقت سان ڊوڙ پڄائيندڙ بي حسيءَ جا گهوڙا انهيءَ ڳالهہ کان بي خبر اڳتي وڌندا رهن ٿا تہ جن سينن مٿان روين ۽ سلوڪن جا خنجر ڪپن ٿا. اُهي سينا پيل سندن نہ هجن، پر منجهن ڌڙڪندڙ دليون ۽ انهن ۾ پلجندڙ پيار سندن ئي آهي، جنهن کي ڏسڻ لاءِ هڪ اهڙي نگاهہ جي ضرورت آهي جيڪا پکين کي هجي تہ هجي، ماڻهن وٽ ناهي رهي.

زندگيءَ جي بي ثباتي تہ سمجهہ ۾ اچي ٿي، پر رشتا تہ امر ٿين ٿا. رشتا ئي تہ آهن جيڪي مرڻ کان پوءِ قائم رهن ٿا. پر هي بي زخين جو واءُ کهڙي جزيري کان گهليو آهي، جن محبتن جا سيئي پن ڇاڻي ڇڏيا آهن، هي روين جي خشڪ سالي کهڙي پار کان آئي آهي، جنهن اکين ۾ ويرانا وسايا آهن، بيگانگي ۽ بي درديءَ جي هن خماريل اکين مٿان ٽڏي پاڻي جو ڇنڊو ڪير هڻندو جو اهي ڪلي سگهن ۽ پنهنجي ارد گرد انهن ماڻهن کي ڏسي سگهن جيڪي اڪيلائي ۽ وحشت جي ازدهن جي پاڪرن ۾ پريل آهن.

مون کي چڱيءَ طرح خبر آهي تہ هي موضوع جنهن سان منهنجو قلم برسر پيڪار آهي، سو هڪ ڪالم ۾ طئہ تي نتو سگهي، پر مان چند اهڙن معاملن تي ڪجهہ لکڻ جي ڪوشش ڪندس، جن کي لکڻ منهنجي لاءِ ممڪن ۽ اوهان لئہ سمجهڻ آسان هجي.

اسان جي سماج ۾ پاڻ مارڻ وارو وڌندڙ رجحان، پنهنجي پس منظر ۾ پيل پيا ڪيترا بہ سبب رکندڙ هجي، پر منهنجي نظر ۾ انهيءَ جو بنديوست اها اڪيلائي ۽ نظرانداز هجڻ واري حالت آهي، جيڪا خاص ڪري مٿن مائٽن ۽ عام طور تي دوستن جي روين جي ڪري پيدا ٿئي ٿي، جنهن جي نتيجي ۾ ماڻهو پهرئين اڪيلو پوءِ

بنهہ اڪيلو رهجي وڃي ٿو ۽ آخر اهڙو وقت بہ اچي ٿو جڏهن هو پنهنجي اڪيلائي جو بدلو وٺندي، پين کي اڪيلو ڪري وڃي ٿو.

ڳالهہ طئہ آهي ۽ سموري فضيلت واري دنيا مڃي بہ ٿي تہ ماڻهوءَ جي خودڪشيءَ جو سبب ڪهڙو بہ هجي پر ان جي پس منظر ۾ هڪ اهڙو ڪارڻ لڪل هجي ٿو جيڪو پاڻ مارينڌڙ ماڻهو کي بنهہ اڪيلو ڪري ٿو ۽ ڪيس اڪيلو بڻائينڌڙ اهي مٽ مائٽ ۽ دوست ئي هجن ٿا، جن جي محبتن ۾ هو ڪڏهن مبتلا رهيو هوندو آهي ۽ انهن جي يادن/ محبتن کي ياد ڪري ٿڌا شوڪارا پريندو رهي ٿو. پنهنجي ماضي کي ياد ڪندو رهي ٿو ۽ ڪڏهن اهڙي ئي بي رحم گهڙيءَ ۾ هڪ ئي ڌڪ سان پاڻ کي ماري، حساب ڪتاب جون سيئي بنديون بند ڪري ٿو.

ٽٽنڌڙ شيشن جهڙيون دليون رکنڌڙ ماڻهو ايڊجسٽنگ ناهن هوندا، هو نرڄا ۽ بي حس بہ ناهن هوندا. حساس پڻو سندن مسئلو هوندو آهي. سندن ڏاهپ، ڪائڻ، جيئڻ جا سيئي اسباب، هڪ هڪ ڪري واپس وٺندي رهي ٿي ۽ هڪ ڏينهن هڪ سخت ذهني اضطراب جا شڪار ٿي وڃن ٿا ۽ انتهائي مايوسي جي حالت مٿن غالب پئجي وڃي ٿي.

اڪثر ماڻهو بيروزگاري جي ڪري خودڪشي ڪن ٿا، اها ڳالهہ مڃون ٿا تہ ائين آهي بہ پر مان سمجهان ٿو تہ ان کي سرڪار کان وڌيڪ سندن مٽ مائٽ ۽ دوست احباب بيروزگار ڪن ٿا، اهو پنهنجو اخلاقي/ بداخلاقي جو ثبوت ڏيندي ڪيس سندس بيروزگاري، بيڪاري ۽ ناڪاره هجڻ جو احساس ڏيارين ٿا. سندن سوالن، مهڻن، طعنن ۽ طنزيہ جملن جي ڪري، هو بيروزگاريءَ جي هڪ عام رواجي احساس کي انتهائي شدت سان محسوس ڪري سيني سان لڳائي ٿو.

گهر جا سمورا ڀاتي، سيئي ويجها مائٽ، سمورا دوست ملي ڪري هڪ بيروزگار دوست کي بہ بچائي نٿا سگهن ۽ اهڙي طرح هڪ ماڻهو پاڻ مارڻ واري واردات مان گذري ٿو.

بيا ماڻهو جيڪي پيار جي پڄاڻي کي زندگي جي پڄاڻي تي ختم ڪن ٿا، انهن کي پيار جو نعم البدل ملڻ جي بجاءِ، نصيحتن، دڙڪن ۽ ڌمڪين جو فضل ڪاٽڻو پوي ٿو پيءُ جي ڳراٽڙي ۽ ماءُ

جي آٽت، پائرن جو پروسو لهٽندڙ اهڙي معصوم نوجوان کي جڏهن چئني پاسن کان ڌتڪار جو مقابلو ڪرڻو پوي ٿو ته هو سڀ ڪجهه پويان ڇڏي وڃي ٿو نه فقط محبوب جون يادون پر مائٽن جون نصيحتون ۽ دهمان به. جيڪي سندس حياتي جون گهٽيون، اڳي کان به سوڙهيون ڪري ڇڏين ٿا.

پاڻ کي مارينڌڙ ماڻهن ۾ اُهي راهه رليا ماڻهو به شامل آهن، جيڪي نشو ڪري آهستي آهستي، قسطن ۾ مرن ٿا، اهڙا جوان جيڪي نشي ۾ ورتل هجن ٿا. اهي دراصل بيمار هجن ٿا. پر اسان سندن بيمار ذهنن کي پنهنجي سنگدلي ۽ بي نيازيءَ وچان وڏيڪ بيمار ڪريون ٿا ۽ نتيجي ۾ اهي هڪ ڏينهن اڪيون ٻوٽي هن رشتن واري سنگدل ماحول کان پري هليا وڃن ٿا.

هتي ضرورت آهي ته هڪ اهڙي پنهنجائپ واري رويي جي جنهن ۾ اهي حساس ۽ عجب جهڙا پراسرار ماڻهو پاڻ کي اڪيلو نه سمجهن ۽ زندگي جي وادين ڏانهن موٽي اچن.

سنڌيءَ ۾ هڪ چوڻي آهي ته "پر ۾ مري پاءُ، پر ٻاجهه نه پئي ٻرڙي ڪي." مان سمجهان ٿو ته ٻرڙو ڪا ذات نه پر هڪ اهڙي رويي جو نالو آهي، جنهن جي ڪري ماڻهو پنهنجن ويجهن عزيزن ۽ پيار کي هن تلخ دنيا ۾ اڪيلو بنائي ڇڏي ٿو.

اهي سيئي ماڻهو جيڪي ويٺي ويٺي ماضيءَ جو ذڪر ڪندا آهن، اڳين دؤرن جي روين، سلوڪن ۽ دوستن بابت تذڪرا ڪندا آهن. اهي دراصل ذهني تباهڪاري جا شڪار هجن ٿا. اسان سيئي جيڪي فضيلت ۽ ماڻهپي جي دعويٰ ڪريون ٿا. انهن جو اهو اخلاقي فرض آهي ته سندن اندر جي اڪيلائي کي جيڪڏهن ختم نٿا ڪري سگهون ته گهٽ ۾ گهٽ ان کي ٿورو گهٽ ڪرڻ جي ڪوشش ڪريون، اهڙين ذلتن جا شڪار ٿيل ماڻهو هونئن ئي اڏرڻ وارا هوندا آهن. اسان کي تاڙيون وڄائي کين جلدي اڏارڻ نه گهرجي جيئن ميان باهو چيو هو.

مار نه تاڙي، اُڏار نه سانون
ميان باهو! اسين آپي اُڏرڻ هاري.

(روزانه "عبرت" حيدرآباد، 18 مئي 2000ع)

# عشق ۽ غيرت

سنڌ جيڪا قديم سڀيتا، عظيم شاعري، سرسبز زمين، اڻ ڪُٽ چراگاهن، انسان دوستي، اعليٰ اخلاقي قدرن ۽ اَملهہ تاريخي روايتن جي حوالي سان سموري دُنيا ۾ عزت ڀري اک سان ڏٺي ويندي هُئي، سا هاڻي ڪجهہ اهڙن حوالن جي حصار ۾ رهڻ لڳي آهي جن تي فخر ڪرڻ تہ ڪُجا، مورڳو شرم وچان ڪنڌ لڪائڻ جي بہ جاءِ ميسر نہ ٿي اچي. هي سنڌ جنهن کي توهان هڪ ڪان وڌيڪ نالن سان سڃاڻو ٿا، پنهنجي ادب، تهذيب، تمدن ۽ سهپ وارن عظيم روين ڪري، پکين جهڙن ماڻهن جو ماڳ تصور ڪئي ويندي هئي ۽ جنهن جي نرڙ واري سڃاڻپ ڪارڊ مٿان، سڃاڻپ جي نشاني طور انسان دوستي لکيل هو. سا ساڳي سنڌ هاڻي وحشتن ۽ ظلمتن جي اهڙي ڪاري ڪُن ۾ ڦاٿل نظر اچي ٿي جنهن تي افسوس کان وڌيڪ حيراني ٿئي ٿي.

گڏيل سماجي قدر ۽ لاڙا، ڪنهن بہ قوم جي اجتماعي سوچ ۽ عمل جي بنياد تي جنم وٺن ٿا ۽ اُهي جي منفي هجن تہ اندازو لڳائي سگهجي ٿو تہ قوم عزت ۽ شرافت جي ڪهڙي ڏاڪي تي بيٺل آهي. انهيءَ ماڀي ۽ معيار کي سامهون رکندي ۽ سنڌ جون موجوده اجتماعي حالتون نظر مان ڪيندي اُهو اندازو لڳائڻ ڪجهہ ڏکيو نٿو رهي تہ سنڌ جو اڳتي وڌندڙ هر قدم اُن بنان تري واري ڪڏ ڏانهن وڌي رهيو آهي، جنهن ۾ ڪرڻ جا تہ هزارين رستا آهن، پر اُن منجهان نڪرڻ جو ڪو هڪڙو بہ گس نہ آهي.

سنڌ ۽ اُن ۾ رهندڙ ماڻهو (خاص ڪري سنڌي) جن قابل رحم حالتن جي ور چڙهيل آهن ۽ ڪريپ ڏياريندڙ سماجي ۽ اخلاقي ڏيوالپڻي جي بيماري ۾ مبتلا آهن تن بابت سوچڻ بہ هڪ اذيتناڪ عمل آهي، اُهي حالتون، مسئلا ۽ سماجي بيماريون، اک ڇنڀ ۾ پيدا

ناهن ٿيون، روايتون ۽ رواج، ماڻهن، نسلن ۽ قومن جا هم عمر ۽ هڪ جيڏا ٿين ٿا پر ارتقا جو فطري عمل ماڻهن ۽ قومن سان گڏ، اُنهن جي تهذيب ۽ تمدن توڙي سمورن اخلاقي قدرن جي اُٿل پُٿل ڪري ٿو جنهن جي نتيجي ۾ ضروري ثانوي تبديلي رونما ٿئي ٿي، جيڪا منفي جي مقابلي ۾ گهٽي قدر مثبت ٿئي ٿي، مگر جنهن ڳالهه اسان کي پريشاني کان وڌ حيراني جي آرسي ڏيکاري آهي اُها اِها آهي تہ عظيم سائنسي ترقي، تيز رفتاريءَ سان بدلجندڙ دنيا، مواصلات ۽ سڌ سماءُ جي طلسمي ڳانڍاپي جو اثر وٺڻ بجاءِ، ڌرتيءَ جو هي بدبخت خطو جهالت، نفرت ۽ ظلمت جي اُنهيءَ ويهہ - واٽي تي اچي بيٺو آهي، جتان مناسب ۽ منزل تي ويندڙ راهہ جو اندازو لڳائڻ ايترو ئي ڏکيو آهي، جيترو اکيون هوندي تارا ڳڻڻ يا مست آٽ کي پترڻ تپائڻ.

ائين تہ سنڌ اهڙي پڪل وڻ وانگر آهي، جنهن کي ڏوٽڻ سان سُورن جا سوين گل ڪري پوندا آهن، پر مان پنهنجي اخلاقي ذميواريءَ جي احساس هيٺ هن ڪالم ۾ ڪجهہ اهڙن مامرن تي ويچاريندس جيڪي سنڌ ۽ سنڌي سماج کي ختم نہ ٿيندڙ بيهوشي ڏانهن ڌڪي رهيا آهن. اهڙا بنهہ ھاجيڪار معاملا ۽ مصيبتون جن تي هن مضمون کان اڳ ۾ بہ تمام گهڻو لکيو ويو آهي. مگر اُنهن سيني تحريرن جي پس منظر ۾ منطق کان وڌيڪ جذباتيت ڪارفرما رهي آهي ۽ نتيجي طور اُنهن مسئلن جي روڪ ٽوڪ ٿيڻ بجاءِ همت افزائي ٿي آهي، جڏهن تہ منهنجي اها شعوري ڪوشش هوندي تہ مان اُنهن چند مسئلن جو معاملو اهڙي طرح اُٿاريان جو ڪنهن جا جذبا بہ نہ چچرجن ۽ منهنجو ضمير بہ سُرخرو ٿئي، باقي اختلاف جو حق هر اُنهيءَ ماڻهوءَ کي بہ حاصل آهي جنهن کي حق ۽ اختلاف جي معنيٰ بہ نہ ٿي اچي.

مسئلا جن تي اِظهارڻ گهرجي اُنهن مان هڪ اهم مسئلو آهي ڪارو-ڪاريءَ جو. سنڌي سماج جو هي رُخ جيڪو بُرائيءَ مان رواج جي صورت اختيار ڪري ويو آهي، اُن جا سبب ۽ نتيجا ڪهڙا بہ هُجن، پر انسان ذات کي شرمائڻ لاءِ ڪافي آهن. سماج جو هي جاهلاڻو رويو جيڪو هن وقت سموري دنيا ۾ سنڌ جو ٽريڊ مارڪ

بٽيل آهي، اُن تي ڊگهي ۽ بي لاپ بحث ڪرڻ جي ضرورت مون نہ
اڳ ۾ محسوس ڪئي آهي ۽ نہ ئي هاڻي ڪريان ٿو هي عمل اُنهيءَ
”غيرت“ جي نالي تي وجود ۾ اچي ٿو جنهن کي مثال طور ”غيرت“
لکڻ بہ نٿو سونهين. هن رواج يا عمل جو وڏ ۾ وڏ شڪار اُهي نياڻيون
(ڌيئرن، ڀينرن، مائرن ۽ ڀاڄاين جي صورت ۾) ٿين ٿيون جن کي
قديم سنڌ ۾ ست قرآن تصور ڪيو ۽ اهڙو ئي مان ڏنو ويندو هو.

ڪارو ڪاري هڪ اهڙو سماجي ناسُور آهي جنهن کان جنرل
پرويز مشرف کان وٺي سنڌي اخبارن جا نيوز ايڊيٽر بہ چڱيءَ طرح
باخبر آهن، پيار ڪرڻ جي ڏوهہ ۾ معصوم جوانين جا ڏيئا اُجهائڻ
وارا اترادي (جوان) هجن يا وچولي سنڌ جا (غيرتي مڙس) لاڙ جا
(ڪونڌر) هجن يا ڪاڇي جا (ڪٽ مست) سندن سوچ، ڪهاڙي جو
وار، مُڇ جو تاءُ، غيرت جو تصور، طريقہ واردات ۽ صفائي ۾ پيش
ڪيو ويندڙ بيان ساڳيو ئي هجي ٿو. اُهي ڪاٽڪو جن جي ڪهاڙين
۽ بندوقن مٿان سندن معصوم نياڻين جا نانو لکيل هجن ٿا ۽ جيڪي
پنهنجي غيرت جي بچاءُ ۾ (نيم برهنہ) ننگن کي غير مردن جي
تفتيشي هٿن ۾ ڏيئي پاڻ ٿاڻن تي پيش ٿيندا رهن ٿا، اُنهن مٿان لکڻ،
کين سمجهائڻ جو مون وٽ نہ وقت آهي نہ ضرورت. سندن سزائون
اُهي اَڌڙيا صحافي ۽ سماج سڌارڪ مشڪرا تجويز ڪن، جن پنهي
هِن معاملي کي روزگار جو ذريعو بڻايو آهي، مان تہ فقط اُنهن معصوم
دلين سان مخاطب ٿيندس جيڪي پيار جي پوپٽن کي پڪڙڻ جي
تمنا ۾ ڪارا ۽ ڪاريون ٿيڻ طرف وڃي رهيا آهن.

ڌيءَ جنهن لاءِ رحمت جو لفظ ڪتب اچي ٿو اُها ماءُ پيءُ لاءِ
ايتري ئي پياري ۽ اهم هجي ٿي، جيترو ڪو پُٽ هجي ٿو اسان جي
سنڌ، جيڪا گهڻ سماجي قدرن جي ڌرتي آهي اُتي سيني ڳالهين
جي باوجود عورت جي عزت ۽ مان جو تصور بنهہ چٽو ۽ غير مُبهم
آهي. اهڙي ڌيءَ جو پيءُ جيڪو هاري هجي، ماستر هجي يا ڪلارڪ
توڙي مزدور، اُهو ڌيءَ جي ڄمڻ سان ئي اُن جي وِهانءَ جا خواب ڏسڻ
شروع ڪري ٿو هو پنهنجين ننڍن کي اوجاڳن جي انبوريءَ سان
اڏيڙي نياڻي جي ڏيج ڏانوڻ جا جتن ڪري ٿو ننڍڙي ڌيءَ کي سيني

مٿان سمهاري، ڪيس پريُن ۽ شهزادن جون ڪهاڻيون ٻڌائي جوان ڪري ٿو اُها ڌيءَ جڏهن جوان ٿئي ٿي ته عشق ۽ ذاتي پسند جي بنياد تي ڪنهن به (جلالي يا ميرالي) مزاج رکندڙ نرو عاشق جي ڳالهين ۾ اچي پنهنجي حوس جي هندوري ۾ لڏي ٿي ۽ پنهنجي پيرسن ۽ غريب العزت پيءُ جي پٽڪي جي هر ور ڪي پنهنجي يار ڏي وڌندڙ قدم مٿان قربان ڪري ڇڏي ٿي.

عشق جي واٽ تي واعدن جا پنڌ پُڄائڻ واريون ڇوڪريون زندگيءَ جي اُنهيءَ انتهائي سنگين مرحلي تي جڏهن پڪڙجن ٿيون ته ڪاريون ڪري ماريون وڃن ٿيون. اهڙي ئي ڪاري بڻايل هڪ ڇوڪريءَ کان جڏهن اُتر سنڌ جي هڪ لٺ سردار هڪل ڪري پڇيو هو ته "ڇا تون ڪاري آهين؟" ته هُن ڀهراڙي جي اڻ پڙهيل ۽ لاٿوئن جا اڌورا خواب ڏسندڙ ڇوڪري وراڻيو هو "سردار! ڪاريون سڀيئي آهن، پر پڪڙي مان ويئي آهيان."

ڪنهن ڪمزور، نبل ۽ معصوم ڇوڪريءَ جو خون ڪرڻ وارو عمل، جيڪو اُن جو ڀاءُ، پيءُ يا مُڙس ڪري ٿو انتهائي شرم ۽ بزدلي وارو عمل آهي ۽ اُهو به عشق جي اُنهيءَ خواب جي تعبير لهڻ واسطي جنهن تحت هو پنهنجن جذبن جا اُٺ اوپري جهوڪ تي هُشائي ٿي.

شادي ۽ پسند، هر انسان جو بنيادي حق آهي، مگر هڪ حق حاصل ڪرڻ لاءِ پنهنجن گهر وارن جي حقن جو پورو فصل لتاڙڻ ڪٿان جي انصاف پسندي آهي، هڪ ڇوڪري يا عورت جي اهڙي جنسي ونهوار روا رکڻ جو سنئون سڌو نقصان وري به سندس گهر وارن کي پهچي ٿو بلڪ اُنهيءَ عمل سان نفرتن جو اهڙو ٻج ڇٽيو وڃي ٿو جنهن جو فصل انساني مُنڊين جي صورت ۾ لُٽيو وڃي ٿو.

ڇوڪريون جيڪي ڪهاڙين جي ڇانوَ ۾ عشق جا نازڪ پوکين ٿيون، اُهي هڪ پل لاءِ اهو وساري ويهن ٿيون ته هو پنهنجن جذبن جي ساک برقرار رکڻ ۽ واعدن جي وفا ٿيڻ خاطر، پنهنجن ڀائرن، پيئرن ۽ مڙسن جي اعتماد جو خون ڪن ٿيون، اهڙو خون، جنهن جو رت دل مان نڪري دل ۾ ئي جذب ٿئي ٿو ۽ ڏسڻ ۾ نٿو اچي، جڏهن ته

پڪڙجڻ ڪانپوءِ سندن خون نظر به اچي ٿو ۽ لوڙهيو به وڃي ٿو ڪڏهن درياءَ ۾ ته ڪڏهن ڪورٽن ۾.

عشق جي پوتر جذبن ۽ ذاتي پسند جي احساس ۽ حق کي تسليم ڪندي مان اِهو سوال ضرور ڪندس ته نفس کي عشق ۽ بيوقوفيءَ کي ذاتي پسند جو نالو ڪنهن ڏنو آهي؟ چند لمحن جي قرار واسطي، صدين جي ذلت خريد ڪرڻ ڪٿان جو انصاف آهي، مڃون ٿا ته عشق انڌو ٿئي ٿو پر اُن جي گهوڙي تي چڙهي پائرن جي پروسي ۽ پيئرن جي پيار جو ڪچو فصل پيلڻ ڪٿان جو انصاف ۽ کهڙو حق آهي ۽ اُهي سيئي ڇوڪريون جيڪي ذاتي جهيڙن، پلاندن ۽ زمين جي پس منظر ۾ بيگناهه ڪاريون بڻائي ماريون وڃن ٿيون اُنهن جا خون، سندن خون ڪندڙ پائرن، مڙسن ۽ پيئرن کي توڻي ڏيرن کي نه قانون معاف ڪندو نه خدا ئي ۽ نه ئي انسانيت.

اُهي سفاڪ هٿ جيڪي هڪ جهٽڪي سان پنهنجين نياڻين جا مٽڪا اڏ کان توڙين ٿا ۽ کهاڙي جي وار سان سندن سسيون ڌڙ کان ڌار ڪن ٿا. اُنهن جي غيرت اُنهيءَ ڇتي ڪتي جي ڳِگ وانگر آهي، جنهن کان ماڻهو ته ڇا پر ڳڏهه به بچڻ چاهيندا آهن. پنهنجن هٿن سان، پنهنجين ڌيئن کي مارڻ وارا ايڏا فضيلت وارا هرگز ناهن جن کي اخباري ڪالمن ۽ بحث مباحثن ذريعي سمجهائي ۽ سُڌاري سگهجي، سندن جهالت ۽ وحشي پڻي جي بدمست گهوڙي کي قانون جي اهڙي لغام جي ضرورت آهي. جيڪو کين کهاڙي کڻڻ کان اڳ ۾ ڦاهي تي چڙهڻ جي پڪ ڏياري سگهي.

هاڻي انهن ڇوڪرن جو ذڪر ضروري آهي، جيڪي پنهنجن پيرن کان پراون لوڙهڻ لتاڙڻ جو ڪم وٺن ٿا ۽ بين بابت اُهو سڀ ڪجهه ڪري گذرن ٿا ته جيڪو پنهنجي باري ۾ تصور به نٿا ڪري سگهن. شرافت ۽ عزت کي بزدلي ۽ پاڙيائپ تصور ڪندڙ اهي جوانڙا، کهاڙي ڪلهي تي رکي، سينڌ وِچائي جڏهن ڳوٺن ۽ ننڍڙن شهرن جي گهٽين مان گُذرن ٿا ته سندن سينڌ پُڌي اگر ڪا ٻي ڇئي جواني اڏ مان ٽٽڻ جا سانباها ڪري ٿي ته ڳڏوگڏ ساڳئي گهر ۾ رهندڙ جوان پاءَ جي اکين ۾ رت لهي اچي ٿي ۽ پوڙهي پيءُ جي ننڊ جو

پکي هميشه لاءِ اُڏامي وڃي ٿو ۽ جڏهن سندن خواهشن جو فصل پچي راس ٿئي ٿو ته ڪنهن رات جو ڏينهن ڏٺي جو شام يا منجهند ڏاري موت جو بگهڙ غيرت جا ڏند ڪُپائي سندن ڪُڪ مان زندگي ڪڍي وٺي ٿو ۽ اهڙي طرح سينڌ ۽ شهپر جي وارن تي ورتل واعدا پنهنجي پڄاڻي تي پهچن ٿا.

مان مڃان ٿو ته اهڙا نوجوان جيڪي ڪارا ڪري ماريا ويندا آهن (اصل حالتن ۾) اُنهن کي پنهنجي زندگيءَ کان وڌيڪ پيار جي پرواهه هُجي ٿي، هو خوف کي پُنيءَ تي واريل گند جيان وساري ڇڏيندا آهن ۽ وصال جي ميوي کائڻ واسطي زندگيءَ کي رت جي گُرڙي تصور ڪندا آهن ۽ ثابت ڪندا آهن پنهنجو تخمِ آدم! مگر شعور ۽ بصارت اِنهن سيني ڳالهين جي اجازت ڪٿي ڏيئي ٿي، اسان جو هي سماج، جنهن جا بنياد جهالت ۽ ناانصافي جي پُرندڙ مٽيءَ تي رکيا ويا آهن، اُنهي سماج ۾ پنهنجي پائرن، پينرن ۽ ڪراڙي پيءُ جو سهارو بڻجڻ بجاءِ پنهنجي عشق جي ڇيڄ وٺي موت جي واديءَ ڏانهن هليو وڃڻ ڪا به دانشمندي ناهي، محبوب ۽ محبت جي حصول ۾ فرق آهي، مُحبت جي عزت ڪرڻ وارا پوري سماج جي عزت ڪندا آهن. پنهنجي گهر وارن جي، پاڙي جي، ڳوٺ جي، ۽ اُنهن سيني جي جن سان سندن پريميڪا جو واسطو يا ماٽتي هوندي آهي، ڇو ته جنهن محبت ۾ عزت ناهي اُها ڪجهه به ٿي سگهي ٿي، محبت نه ٿي ٿي سگهي.

هڪ پيءُ يا ماءُ، جيڪي پنهنجي پُٽ کي پالڻ دؤران تصور ڪندا آهن ته هُو پنهنجي پيريءَ جو سهارو پالي رهيا آهن. سي جڏهن پوڙها ٿين ٿا ته سندن هٿن مان جوان پُٽن جي لٽ ڦُري وڃي ٿي، اِنهيءَ کان وڌيڪ ٻيو ڪهڙو درد ٿي سگهي ٿو. هُونئن به هڪ چوڻي مؤجب ته ”جوان پُٽ جي لاش کي ڪنڌ ڏيڻ دُنيا جي وڏي ۾ وڏي بدنصيبي آهي.“

عشق جي نالي تي پنهنجي زندگيءَ سان راند کيڏڻ ڪٿان جي عقلمندي آهي ۽ عشق به اهڙو جنهن جي پُڄاڻي دل سان نه پر اکين ۾ لٽل آرس سان لڪي وڃي. سيني ۾ شاعر جي دل هئڻ جي ڪري مان

هن موضوع تي، لکڻ کان اڳ ۾ ۽ لکڻ دؤران بنهه گهڻو محتاط رهيو آهيان، مگر مون کي، ڪارو ڪاري جي حوالي سان جنهن ڳالهه وڌيڪ متاثر ڪيو ۽ منهنجو ڌيان ڇڪايو آهي سو اُهو رويو آهي. جيڪو ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون اختيار ڪن ٿيون، بلوچستان کان سفر ڪري سنڌ ۾ پهتل هي غير انساني رواج ۽ رويو گهڻ رُخي صورت اختيار ڪري چڪو آهي، جنهن جا پيرا کڻڻ سان بين ڪيترن ئي سماجي براين ۽ مقصدن جو پتو پوي ٿو مگر اُنهيءَ جو ڪارڻ خود اُهي نوجوان ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون پڻ آهن جيڪي گهٽ عقل ۽ تعليم جي ڪري پنهنجن ريتن، رسمن ۽ رشتن جون سيئي حدون اورانگهي، پنهنجي قبر جي پهرئين ڪوڏر پاڻ هڻن ٿيون ۽ پنهنجي موت سان گڏ پنهنجن پائرن ۽ پيئرن، پينرن ۽ مٽن مائٽن جي قبرن جا بنياد رکن ٿيون!

پيار ۽ حصول واري احساس جي رڻ ۾ رلڻ وارو مزو بلاشڪ مؤمنن جي قدمن ۾ به لرزش ۽ صوفي جي هٿن ۾ به ڏڪڻي پيدا ڪري ٿو ۽ مان اِنهي احساس کان به چڱي طرح واقف آهيان ته محبوب جي موڪليل پهرئين سوکڙي پوءِ اُها مصري هجي، مُنڊي يا رُمال، حياتي جي سموري ثمر کان وڌيڪ ملهائتي محسوس ٿيندي آهي. مگر ڇا پيءُ جي عزت کان به وڌيڪ؟!!، ماءُ جي زخمي سڏڪي کان به اهم!!. ڀاءُ جي اوچي ڳاٽ کان به قيمتي!!! آخر انهن سوالن جو جواب اوهان نه ڏيندا ته ڇا اُهي وڪيل، صوبيدار وڏا منشي، ۽ سردار ڏيندا، جيڪي توهان جي معصوم جذبن تي پنهنجو نسل تڳائين ٿا ۽ روز صبح جو اخبارن ۾ توهان جي اڌ اگهاڙن لاشن کي ائين ڳوليندا آهن جيئن ڪنهن صحرا ۾ ڳجهون ڍونڍ کي يا جيئن گند جي ڍير مٿان ڪُتا هڏا ڳوليندا آهن.

شروع کان وٺي، آخر تائين مان مخاطب اُنهن نوجوان ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين سان آهيان جيڪي عشق ۽ محبت جي نالي تي پنهنجا ڪوئنرا ۽ خالص بدن ٽڪرا ٽڪرا ڪرائي، بي ڪفن دفنائجي وڃن ٿا ۽ جن جي آخري ڇُمي سندن قاتل مٿان سموري حياتي ٿهڪ ڏيندي رهي ٿي. مگر هتي اِهو لکڻ ضروري سمجهان ٿو ته اِهي سيئي

پُراسرار نوجوان، جن وٽ موت ڪا بہ معنيٰ ۽ حياتي ڪا بہ اهميت نہ ٿي رکي، سي عشق جو قدر ۽ عزت ڪرڻ بجاءِ اُن جي توهين ڪن ٿا. پنهنجي محبوب جي عزت ۽ وقار کي وصال خاطر قربان ڪن ٿا. جڏهن تہ عشق کي هڪ اهڙي نهائين گهربل هجي ٿي. جنهن مان ڪڏهن بہ ٻاڦ ٻاهر نہ نڪري سگهي.

*(روزانہ "عبرت" حيدرآباد، 7 جون 2000ع)*

# پنج وڪيٽون

جيڪب آباد لڳ ريلوي ڦاٽڪ ڪراس ڪندڙ رڪشا کي ريل گاڏي ٽڪر هڻي ڇهن ڇڙن کي ڳيا ڳيا ڪري ڇڏيو مري ويندڙن مان پنج ڇڙا ڪرڪيٽ جا رانديگر هئا ۽ باقي هڪ ڇڙو چنگچي رڪشا جو ڊرائيور هو.

اخبارن، حادثي جي شڪار ٿيندڙ رڪشا کي بدنصيب لکيو آهي، رڪشا يا ريل گاڏي جي ڪهڙا نصيب ٿي سگهن ٿا! اصل ۾ بدنصيب ته اِنهيءَ حادثي ۾ جانيون وڃائيندڙ اُهي رانديگر آهن جن جي زندگين جون وڪيٽون، ريل جي هڪ ئي "بائونسر" سان اڏامي ويون، جن کي اجان الائي جي ڪيتري راند کيڏڻي هئي، ڪيترا رانديگر آئوٽ ڪرڻا هئا. ڪيترا ڇڪا ۽ چؤڪا هڻڻا هئا. اِهو سڀ ڪجهه نه ٿي سگهيو ٿيو اهو ڪجهه جنهن هر حساس ماڻهوءَ کي رُئاري ڇڏيو آهي، هر اک ۾ لڙڪن جو مينهن پوڪيو آهي راند جي هر ميدان کي قبرستان جيان خاموش بنائي ڇڏيو آهي.

خبر جي تفصيل هن طرح آهي ته جيڪب آباد شهر جي مختلف پاڙن جي نوجوانن تي ٻڌل ڪرڪيٽ ٽيم جا رانديگر، ٻن رڪشائن تي سوار ٿي، ڪٽا شاخ وٽ بنان گيٽ وارو ڦاٽڪ ڪراس ڪري رهيا هئا ته پشاور کان ڪراچي ويندڙ خوشحال خان خٽڪ ايڪسپريس اچي ويئي، جنهن جي ٽڪر جي نتيجي ۾ رڪشا ڊرائيور سميت پنج ئي رانديگر اجل جو شڪار ٿي ويا.

اِنهيءَ ته ڪالمي خبر جي صحت ڪجهه اِنهيءَ ريت وڃي جُڙندي ته ڦاٽڪ کي دروازو ڪونه هو ۽ نه ئي اتي ڪو ملازم مقرر هو جيڪو ٽريفڪ کي ڪنٽرول ڪري ها ۽ پڻ رڪشا ڊرائيور جي بي ڌيانيءَ جي ڪري اِهو حادثو پيش آيو. پر منهنجي نظر ۾ انهيءَ حادثي

جي صحت نوعيت ڪجھ مختلف آهي. مان اِنهيءَ وارتا کي حادثو نہ پر هڪ گڏيل قتل جو نالو ڏيندس، ڇهن ماڻهن جو قتل. جن مان پنج رانديگر هئا. رانديگر جيڪي مرندڙ سماج جي آخري هٿڪي وانگر هوندا آهن. رانديگر جيڪي، پنهنجي خوبصورت راند سان مرجهائيندڙ دلين ۾ اميد جا ڏيئا ٻاريندا آهن. رانديگر. جن کي پوري دنيا امن جا سفير تصور ڪندي آهي، جيڪي فقط غلط بال کي شاٽ هڻندا آهن. سي ريلوي ڪاتي جي بي ڌيانيءَ هٿان قتل ٿي ويا. جن جي موت کي گهٽ ۾ گهٽ مان تہ حادثو نٿو چئي سگهان.

ڪنهن ماڻهوءَ مٿان ڪنوڻ جو ڪرڻ تہ حادثو ٿي سگهي ٿو پر ٻاهہ ۾ ٽپو ڏيڻ حادثو نہ ٿو ٿي سگهي، اوچتو گولي ڇٽڻ کي تہ حادثي ۾ شمار ڪري سگهجي ٿو پر ڪنهن جي ڇاتيءَ جو نشانو وٺي گولي هڻڻ کي پلا ڪير حادثو چوندو. بلڪل اهڙيءَ طرح پنجن رانديگرن جي ٽرين هيٺان اچي مري وڃڻ واري هي خبر منهنجي نظر ۾ بلڪل بہ حادثو نہ آهي، هي هڪ قتل آهي جنهن جي ذميواري لاڳاپيل اختيارين کي هر صورت ۾ قبولڻ گهرجي.

ريلوي جو سفر. دنيا جي محفوظ ترين سفر طور مڃيو وڃي ٿو مگر اسان وٽ ريلوي جي ”ڪاتي“ ۾ حادثا ۽ انهن جي نتيجي ۾ فوت ٿي ويل ماڻهن جي عضون جا ٽڪرا جمع ٿيل آهن. جن کي شمار ڪرڻ لاءِ بہ هڪ الڳ ڪاتي جي ضرورت پوندي. ريل جا اهي حادثا اڪثر ڪري سگنل نہ ملڻ ۽ ريلوي ڦاٽڪ تي ملازم نہ هجڻ جي نتيجي ۾ پيش ايندا رهيا آهن. اِنهن حادثن جي تاريخ ايتري ئي قديم آهي، جيترو هي ڪاتو قديم آهي. هر ٻئي ڏينهن اهڙو ڪونہ ڪو حادثو ضرور سامهون اچي ٿو. جنهن جو ڪنهن نہ ڪنهن طرح سان ريلوي سان واسطو هجي ٿو. ڪڏهن ڦاٽڪ ڪراس ڪندي ڪو حادثو پيش اچي ٿو تہ ڪڏهن هلندڙ گاڏي مان ڪري ڪو مسافر فوت ٿي وڃي ٿو ۽ ڪڏهن وري ريل پاڻ مرادو پٽڙيءَ تان لهيو وڃي. مطلب تہ ريل حادثن جي ”وراثتي“ وارو ڪاتو آهي، جنهن جي ذميواري ريل کان کان علاوه ڪو مڃي تہ مڃي، پر ريل جو ڪاتو ڪڏهن بہ ڪونہ مڃيندو!

ڪرڪيٽ راند يلي ڪير بہ ڪُڏي پر اِها راند شاعرن، اديبن ۽ فنڪارن کي ڏاڍي وڻندي آهي، هن راند جا سمورا پاسا دلچسپ ۽ دلفريب هوندا آهن، هي راند مونکي بہ بنهہ گهڻو وڻندي آهي، ڪرڪيٽ جي رانديگرن جي مزاج ۽ مصروفيتن کان آئون ڪافي حد تائين واقف آهيان، هي سمورو ڏينهن رڳو رانديگرن جي ڪارڪردگيءَ تي پيا ڳالهائيندا آهن، تنبولڪر کان وٺي لارا تائين، هر رانديگر کي پنهنجي اندر محسوس ڪري، انهن وانگر کيڏڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. ڪرڪيٽ جا رانديگر يا تہ کيڏندا آهن يا تہ سمهندا آهن. جيڪب آباد ۾ ٽيندڙ ريل جي حادثي، اهڙن ئي پنجن رانديگرن کان نہ رڳو کيڏڻ جو پر زنده رهڻ جو بہ حق کسي ورتو آهي. هڪ ڏک سان سندن زندگين جون وڪيٽون اکيڙي، کين هميشہ هميشہ لاءِ آئوٽ ڪري ڇڏيو آهي. جيئي شاهہ ڪرڪيٽ ٽيم جا پنج رانديگر اشفاق، مقصود، اسلم، ايوب ۽ رمضان زندگيءَ جي پن تي تمام سٺي ڪرڪيٽ کيڏي رهيا هئا. ريلوي کاتي جي بي ايمان امپائر کين غلط آئوٽ ڏنو آهي، اسان پنهنجو احتجاج ضمير جي عالمي عدالت ۾ رڪارڊ ڪرايون ٿا.

# بي حَس رويو

ڪجهه معاملا ۽ عنوان، اهڙا بہ سامهون ايندا رهيا آهن، جن مٿان لکڻ واسطي مون هميشہ سنجيدگيءَ وچان سوچيو آهي، ڪجهه موضوع قلم سان هم ڪنار تي چڪا آهن. جڏهن تہ ڪجهه اهڙا بہ آهن جن تي لکڻ اجا باقي آهي، اج هڪ اهڙو عنوان بحث هيٺ آڻيون ٿا جنهن جي اهميت جيڪا شروع ۾ هئي هاڻي اُنهيءَ کان بہ وڌيڪ آهن. اهو معاملو سنڌ جي اُنهن ماڻهن بابت آهي جن کي اسان اديب، شاعر، مصور، صحافي، صداڪار ۽ اداڪار جي حيثيت سان سڃاڻون ٿا.

ماڻهن جو اُهو قبيلو جنهن کي فن جي تخليقي وادين مٿان حڪمراني ڪرڻ جي قدرتي صلاحيت ۽ حق حاصل آهي، اُنهن جي، اسان واري سماج ۾ جنهن شان ۽ ڪمال سان تذليل ڪئي وڃي ٿي، تنهن جو مثال سنڌ کان ٻاهر ورلي ملندو. باوجود انهيءَ جي تہ فنڪار هجڻ واري اعزاز جي ڪري کين سماج ۾ هڪ واجبي رعايت حاصل هجڻ گهرجي، پر اهڙي ڪنهن صورتحال جي برعڪس کين حياتيءَ جي سموري ونهوار ۾ بيگار ۾ ورتل ڏاند وانگي وهايو وڃي ٿو ۽ ڪائنات دنيا جي ذهني آلودگيءَ کي ختم ڪرڻ جي اُميد رکي وڃي ٿي. اهڙي طرح جي ماحول ۾ زنده سمجهيا ويندڙ سڄئي فنڪار صفت انسان ناقدري ۽ سخت بي حسي وارن روين جي شڪايت ڪندا رهن ٿا، ان طرح جي سماج، جنهن ۾ ڪلاڪارن کي قدر ۽ عزت جي نگاهہ ۽ ضروري ڏيان ميسر نہ هجي، جتي سندن ڪلا، ٻڪ جي گهيري ۾ ويڙهيل هجي، جتي سندن حقن ۽ فرضن کي سمجهڻ جا الڳ الڳ ماڻ ماپا هجن، اُتي اقتدار ۽ اختيار رکندڙ ڏرين کان چڱائيءَ جي اُميد رکڻ ڪنهن بہ طرح عقل وارو عمل نٿو چئي سگهجي.

اُهي ماڻهو جن جا دماغ آگهيءَ جي سهائيءَ سان روشن هجن ٿا ۽ جن مٿان تاريخ، گدلن سماجن کي تبديل ڪرڻ وارا فرض واجب

رکي ٿي، اُهي حياتيءَ جي ڪنهن بہ حصي ۾ حڪومت کان پنهنجي واسطي ڪا خيرات مثل امداد طلب ڪن ٿا تہ اِهو بنهہ عجيب ۽ رحم جوڳو عمل محسوس ٿيندو آهي، بي شڪ فنڪار تمام ٻڌندڙ بيڙين جا آخري ناڪئا تصور ڪيا وڃن ٿا. پر موت ۾ جتي ڪين يقيني مايوسي نصيب ٿيندڙ هجي، اتي ان طرح جون اُميدون رکڻ فضول ۽ وقت جي زيان کان وڌيڪ ڪجھ بہ ناهن.

اسان جو پورو ماحول جتي فنڪار، اديب ۽ شاعر وغيره لاءِ هڪ خوشحال ۽ عزت ڀري زندگي جو ڪو بہ سامان موجود ناهي، جتي عزت ۽ نفس جي پاڻ ۾ ڪا بہ مٽي مائٽي نہ آهي. اهڙي ماحول کان پنهنجي واسطي قدر جي خواهش رکڻ دستِ قتل کان شفا گُهرڻ جي برابر آهي.

انهيءَ قسم جا سلسلا تڏهن ظاهر ٿيندا آهن جڏهن سنڌ جي ڪنهن بہ حصي ۾ رهندڙ ڪنهن اديب جي غربت، بيماري ۽ سهائتا جي اپيل/ خبر اخبارن ۾ ڇپجي ظاهر ٿيندي آهي، ان طرح جي خبرن جو سلسلو انهيءَ اديب جي اسپتال داخل ٿيڻ کان وٺي سندس مرڻ تائين جاري رهندو آهي. اهو مثال گذريل ڪيترن ئي سالن کان اسان جي سامهون ايندو رهيو آهي جنهن جو ثبوت مائي ڀاڳي کان وٺي علڻ فقير، گل محمد کتري کان وٺي واجد تائين ۽ ٻين اهڙن سمورن ڪلاڪارن جي بيمارين ۽ موت تي ڦهليل آهي، انهيءَ سڄي روڄ راڙي جي، حڪومت يا ٻين وس ادارن ڪڏهن بہ مثبت موٽ ناهي ڏني هاڻي اهو سوال تہ حڪومت، اهڙن حساس ۽ سماج جي زنده ضميرن ڏانهن، اُنهن جي اهنجن ۽ ڏولاون جي حوالي سان ڪيتري ذميوار آهي، انهيءَ تي اسان بحث نٿا ڪريون، ڇو تہ اهو موضوع، بنيادي طور تي پنهنجي اهميت ۽ ضرورت جي حوالي سان، اڄ کان گهڻو اڳ ۾ پنهنجي حيثيت وڃائي ويٺو آهي، ڇو تہ حڪومت جو حساس ماڻهن ڏانهن مسلسل ۽ سانده بي حسي وارو رويو هاڻي انهي پراڻي چوٽي جي عڪاسي ڪرڻ لڳو آهي تہ رڍن اڳيان رباب وڄائيندي ورهيہ ٿيا.

هاڻي جڏهن اها ڳالهہ عالم آشڪار ٿي چڪي آهي تہ فنڪارن جو غم فقط فنڪارن جي ئي حصي پتي ۾ اچي ٿو ۽ اُنهيءَ ۾ وس وارن

جي ڪا بہ همدردي يا امداد واري شرڪت قطعي ناممڪن آهي، تڏهن اهڙي قسم جو وڏيڪ ماتم ڪرڻ هڪ بيوقوفي ۽ ناداني کان علاوه ٻيو ڪجهہ بہ ناهي، ۽ اها ڳالهہ طئي ٿيڻ کانپوءِ امداد ۽ سهائتا وارو ڀراٽو شرمندو ٿيل ڪشڪول وڏيڪ کٽي هلڻ نہ رڳو بيڪار ثابت ٿيندو بلڪ انهيءَ عمل سان ٿوري گهڻي رهيل عزت نفَس پڻ نِنڍڙي ٻار وانگر، سماج جي سفاڪ روش، اڳيان بنان ڪنهن مزاحمت ڪرڻ جي مري ويندي، جنهن لاءِ ضروري آهي تہ پنهنجي خبر گيري ۽ سهائتا واسطي حڪومت ۽ ادارن ڏانهن ڏسڻ بجاءِ "پنهنجي مدد پاڻ" جي بنياد تي اهڙو ڪو نجات جو رستو ڳولي ڪڍجي جنهن سان ڪشڪول ٽٽي تہ ٽٽي ڪا دل نہ ٽٽي.

اهو سوال جيڪو هاڻي اوهان اڳيان بنهہ واضح ٿي چڪو هوندو تہ اديبن ۽ فنڪارن کي مدد لاءِ پڪارڻ وارو پنهنجو رويو تبديل ڪرڻ گهرجي، اُنهيءَ جي هڪ مناسب ۽ عزت ڀرئي حل لاءِ مون وٽ هيٺيون تجويزون آهن، جن مٿان عملي طور تي ڪم ڪيو وڃي تہ مان نٿو سمجهان ٿو تہ ڪي حوصلا افزا نتيجا نڪري نہ سگهن، اهي تجويزون ترتيب وار هن طرح آهن:

1. هر شهر ۾ هڪ اهڙو ادبي فورم (ادبي سنگت يا ڪنهن تنظيم جي شڪل ۾ نہ) جوڙيو وڃي جنهن جو بنيادي ڪم بيمار ۽ بيروزگار فنڪارن (جن ۾ فنونِ لطيفہ سان واڳيل سمورا ماڻهو هجن) جي مدد ڪرڻ هجي.
2. اهڙي فورم ۾ باقاعده اُنهن ماڻهن کي ميمبر شپ ڏني وڃي، جيڪي نالي ۾ نهال هجڻ بجاءِ پنهنجي پنهنجي ڪلا کيتر ۾ ڪا چڱي ساک رکندا هجن ۽ معيار جي لحاظ کان هر بحث کان مٿانهان هجن ۽ اهڙي معيار کي يا اهليت کي جاچڻ لاءِ سندن ڪم کي دستاويز جي صورت ۾ ڏٺو وڃي، ۽ اها ذميواري انهيءَ فورم جا بنيادي رُڪن بنان ڪنهن مت ڀيد جي ادا ڪري سگهن ٿا.
3. هر ميمبر تي ماهوار گهٽ ۾ گهٽ هڪ سؤ رپيا ضروري في مقرر ڪئي وڃي، جيڪا رقم اصل ۾ سياڻي مٿس ئي خرچ ٿيڻي آهي. اهڙي طرح جيڪڏهن اُنهيءَ سهائتا فورم جا گهٽ ۾ گهٽ ويهہ

ميمبر هجن ته سندن جمع ڪرايل رقم هڪ سال اندر تقريبن پنجويهه هزار جو هدف پورو ڪري سگهندي ۽ ساڳي رقم ڇئن سالن اندر لڳ ڀڳ هڪ لک جي مناسب عدد کي پهچي ويندي، جنهن رقم مان هر مهيني ڪنهن به هڪ يا ٻن اديبن ۽ فنڪارن جي غربت واري گهاءُ مٿان مناسب مرهم لڳائي سگهجي ٿي.

4. اهڙي سهائتا فورم جي اصل ڪم کان علاوه، ڪجهه ٻيون اهڙيون سرگرميون پڻ هئڻ گهرجن جن سان فنڊ گڏ ڪرڻ جا موقعا ملي سگهن. جيئن مختلف تفريحي پروگرام وغيره منعقد ڪرڻ ۽ اُنهن جي ذريعي حاصل ٿيل آمدني کي اديبن جي امدادي ۽ فلاحي ڪمن ۾ سيڙائڻ، جيئن اسڪول، ڊسپينسري وغيره جو قيام جتي ضرورتمند فنڪارن جي ٻارن لاءِ تعليم ۽ صحت وارن مقصدن کي اڳيان رکيو وڃي. انهيءَ ڪم واسطي پنهنجي پنهنجي شهر جي چئن چڱن ۽ سرندي وارن ماڻهن کي پنهنجو هم خيال بنايو وڃي ۽ گڏوگڏ سرڪاري ادارن جي درن تي ڌڪا کائڻ بجاءِ اين جي اوز سان رابطا قائم ڪرڻ گهرجن، جيڪي پنهنجي مدد پاڻ جي بنياد تي ڪافي همت ڀريا پروگرام رکن ٿيون.

مٿي بيان ڪيل تجويز هڪ اهڙو اوائلي خيال آهي جنهن جي منطقي نتيجي تي پهچڻ لاءِ هڪ سنجيده بحث ۽ (پيپر ورڪ) جي ضرورت پوندي، جنهن کان پوءِ ئي ڪا نوس ۽ نتيجي خيز صورتحال سامهون ايندي جنهن کان پوءِ اديبن لاءِ، شاعرن ۽ ڪلاڪارن لاءِ ڪنهن اڳيان اُنهن هٿن کي ٽنگڻ بي معنيٰ ٿي ويندو جن کان اصل ۾ تخليق جو ڪم وٺڻ گهرجي.

آخر ۾ اها ڳالهه نه ڪرڻ مان مناسب نه ٿو سمجهان ته ڪلاڪارن کي آخر اِهو ڪنهن ٻڌايو آهي ته هن ملڪ ۾ سندن عزت ۽ فن جو قدر ڪيو ويندو. هڪ اهڙي ملڪ ۾ جتي فن جي پذيرائي، فنڪار جي موت کان پوءِ ڪئي ويندي آهي ۽ اِها هتان جي رسم نه دستور آهي ۽ ٻيو اهو ته اديب ۽ فنڪار کي هڪ عام ماڻهو وانگيان ڪمائڻ پڻ گهرجي ڇو ته سندس سهائتا ڪنهن حڪومت کان وڌيڪ سندس محنت ئي ڪري سگهي ٿي.

(روزانه "عبرت" حيدرآباد، 28 آڪٽوبر 2000ع)

# هڪ زلزلو

ان ڏينهن شايد ٻارن جي سبق ٻڌائڻ وارو ڏينهن هو ۽ شايد ڪين سبق بہ پورو ياد هو انهيءَ ڪري اسڪولن ۾ مڪمل حاضري هئي، اسيمبليءَ جي دعا کان پوءِ هو پنهنجن پنهنجن ڪلاسن ۾ اچي ويٺا هئا. ٻار جن سان گلاب هميشہ ريس ڪندا آهن. بينچن مٿان اهڙي سڪون سان ويٺل هئا. جيئن ڪبوتر درويشن جي مزارن جي مٿان ويهندا آهن. سندن خوبصورت اکيون، جن ۾ لڙڪن کي بہ ننڊ اچي ويندي آهي، موڪل کان پوءِ پوپٽ پڪڙڻ جي خوشيءَ ۾ جرڪي رهيو هيون. انهن معصوم ٻارن مان ڪجھہ اهڙا ٻار بہ هوندا، جيڪي ان ڏينهن دير سان اٿڻ جي ڪري گهران ناشتو بہ ڪري نہ آيا هوندا ۽ سندن مائرن لنچ باڪسز ۾ بہ سلائس ۽ هڪ بيدو بند ڪري ڏنو هوندو ۽ ڪجھہ ٻار تہ مٿي ۾ سور جو بهانو بہ ڪيو هوندو. ڪن کي واقعي سور بہ هوندو پر ان ڏينهن مائٽن ڪنهن بہ ٻار کي گهر ۾ رهڻ جي اجازت نہ ڏني ۽ هو سڀ اسڪول لاءِ روانا ٿيا هئا. اسڪول پهچي انهن پنهنجن نازڪ ڪلهن مٿان سخت ڪتابن جو بار لاهي روز جي پڙهائيءَ ۾ مشغول ٿي ويا هوندا ۽ اهڙي ئي روزمره جي عام اسڪولي ماحول ۾ انهن سوين، بلڪ هزارين ٻارن کي ڪهڙي خبر تہ ڪجھہ لمحن ۾ انهن مٿان ايترو وزن اچي ڪرندو جيڪو سندن ڪتابن جي وزن کان تمام گهڻو هوندو. اهو وزن سندن ڪلها برداشت ڪري نہ سگهندا ۽ موت جي هڪ ئي تاڙيءَ سان سندن روح جا پکيئڙا جسمن جا آکيرا ڇڏي دؤر بنھہ گهڻو دؤر اُڏامي ويندا. جتي نہ اسڪول هوندو نہ ڪتاب، نہ دينيات هوندي نہ حساب نہ سبق ڪچي هجڻ جو ڊپ هوندو نہ ئي فيل ٿيڻ جو خوف. هڪ خاموشي هوندي هڪ اهڙي خاموشي جيڪا رڳو درد کي جنم ڏيندي آهي ۽ سڏڪن جا فصل پوکيندي آهي.

انساني زندگي هميشہ کان حادثن جي گهيري ۾ رهندي آئي آهي، حادثا، ڪهڙي بہ نوعيت جا هجن، لڙڪن ۽ وڇوڙن کي ئي جنم ڏيندا آهن. پر ڪجهہ حادثا اهڙا ٿين ٿا جيڪي زمان و مڪان جون سرحدون پار ڪري دلين تائين لهي ايندا آهن. اهڙن ئي حادثن مان پاڪستان ۾ آيل هاڻوڪو زلزلو آهي، جنهن جي نتيجي ۾ هڪ اندازي موجب هڪ لک کان وڌيڪ انساني جانيون ختم ٿيون آهن. لکين زخمي ۽ اپاهج ٿيا آهن. بيشمار گهر ڊهي پٽ پئجي ويا آهن. انهيءَ درجي جي تباهي ۽ سنگيني پوري دنيا جي ضمير ۽ روح کي زخمي ڪري وڌو آهي.

انساني وجود کي ڌوڏيندڙ هي زلزلو اهڙي وقت تي آيو. جڏهن هزارن جي تعداد ۾ ٻارڙا اسڪولن ۾ پڙهي رهيا هئا. ٽائيم ٽيبل تحت پڙهندڙ ٻارڙن کي ڪهڙي خبر تہ حادثا اهڙي ڪنهن بہ ٽائيم ٽيبل کان آجا هوندا آهن. اهي ڪنهن بہ وقت ڪٿي بہ ۽ ڪنهن سان بہ ٿي سگهن ٿا. اهڙي ئي صورتحال هن زلزلي جي اچڻ سان ٿي. جڏهن تہ مظفرآباد. باغ. بالاڪوٽ. مانسهره وغيره جي شهرن ۽ ٻين ڳوٺن ۾ هزارين ٻار پنهنجن ڪلاسن ۾ پڙهي رهيا هئا. جنهن جي نتيجي ۾ پنجويهہ ٽيهہ هزار ٻار اجل جو شڪار ٿي ويا.

هن زلزلي جي نتيجي ۾ جيترا انسان مئا آهن. انهن کان ڏهوڻ تي وڌيڪ ڪهاڻيون پيدا ٿيون آهن. پنهنجن پيارن کان وڇڙڻ جون ڪهاڻيون، معذوري جون ڪهاڻيون، بيوسي ۽ بيڪسيءَ جون ڪهاڻيون بک ۽ بدحاليءَ جون ڪهاڻيون ۽ انهن ڪهاڻين جا ڪردار آهن. اهي هزارين معصوم انسان، جن جي موت جي ميار بہ تہ ڪنهن کي نٿي ڏئي سگهجي، جنهن در تي دانهن ڏبي آهي، هي قضا بہ تہ انهيءَ در مان گذري بدنصيب ماڻهن تائين پهتي آهي. قديم دؤر کان وٺي انسان پنهنجي بقا جي جنگ وڙهندو رهيو آهي، هن زنده رهڻ لاءِ پاڻ کان وڌيڪ طاقت رکندڙ هر جاندار کي شڪست ڏني آهي ۽ فطرت کي پنهنجي حق ۾ ڪرڻ جو هر طريقو اختيار ڪيو آهي، کليل ميدانن مان نڪري غارن ۾ وڃي رهڻ ۽ غارن کان نڪري محفوظ ۽ مضبوط گهرن ۾ پناهہ وٺڻ تائين. انسان زندگي گذارڻ جو هر آسان ۽ محفوظ طريقو ڳولي لڌو آهي، پر جنهن شيءَ کي هو اجا تائين پنهنجي حق ۾

ناهي ڪري سگهيو اها آهي فطرت. جيڪا زندگي ۽ موت جي سنگم سان روز ازل کان هتي ڪائنات ۾ پنهنجو اڻ ٻڌايل ۽ طئہ ٿيل ڪردار ادا ڪندي رهي آهي. جنهن جا سڀ قانون، ماڻهوءَ جي مرضيءَ کان مٿيرا ۽ هر هڪ مٿان لاڳو ٿين ٿا. فطرت جو اهڙو ئي قانون جڏهن زلزلن، طوفانن، ٻوڏن ۽ برساتن جي صورت ۾ نافذ ٿئي ٿو تہ ڌرتيءَ تي موجود هر جاندار توڙي غير جاندار شيءَ يا تہ پنهنجو وجود وڃائي ويهي ٿي يا تہ ان جي اصل صورت تبديل ٿي وڃي ٿي، اهڙي ئي صورتحال هاڻوڪي زلزلي پيدا ڪئي آهي، جنهن جي نتيجي ۾ پيدا ٿيل درد جو پڙاڏو دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ٻڌو ۽ محسوس ڪيو ويو آهي.

زلزلو هڪ قدرتي آفت آهي، جنهن جي اچڻ کي جيڪڏهن نٿو روڪي سگهجي تہ گهٽ ۾ گهٽ ان جي نتيجي ۾ ايندڙ تباهيءَ کان بچاءُ جا طريقا تہ ڳولي سگهجن ٿا ۽ آيل توري يا گهٽي تباهي کان پوءِ ماڻهن جي نئين سر بحاليءَ کي بہ يقيني بنائي سگهجي ٿو هن وقت ضرورت بہ انهيءَ ڳالهہ جي آهي تہ موت جي ڌنل انهيءَ زخم مٿان لاپرواهيءَ جو لوڻ نہ ٻرڪيو وڃي، پر درد جي پاڪر ۾ آيل سيني دلين کي هن وقت پيار جي ڳرانڊڙي پائڻ گهرجي.

انسان بالاڪوٽ جو هجي يا ڪراچي جو ان جي دل جا معاملا هڪ جهڙا ئي ٿين ٿا. اهو ئي سبب آهي جو انساني تاريخ جي هن بدترين زلزلي، پوري دنيا جي ماڻهن جا حواس خطا ۽ احساس زخمي ڪري ڇڏيا آهن ۽ پوري دنيا لڙڪن سان گڏ هر قسم جي امداد پيش ڪري رهي آهي، اهڙي وقت هتان جي انتظاميہ جو فرض بنجي ٿو تہ اهي بين سهڪاري ۽ رضاڪار ادارن سان گڏجي مليل امداد کي حقدار ماڻهن تائين پهچائي ۽ پنهنجو ڪردار صحيح رخ ۾ ادا ڪري.

هڪ لک کان وڌيڪ ماڻهن جو موت ڪنهن دل کي ڌوڏيندڙ خبر کان گهٽ نہ آهي، جنهن جو درد سوين نسل، صدين تائين پاڻ سان گڏ کڻي هلندا.

اسڪول جي ڪريل ڇپن (ملبن) هيٺان دٻجي ويل ٻارن مان ڪي ٿورڙا ٻار بچي بہ ويا آهن. هاڻي انهن ٻارن کي اسڪول ڪير اماڻي سگهندو ڪين ڪير يقين ڏياريندو تہ هاڻي زلزلو نہ ايندو؟!!. جيڪي ٻار ڪتابن جا ڳرا ٿيلها بہ نہ کڻي سگهندا هئا. انهن پنهنجن

نازڪ بدن مٿان سوين، هزارين ٽن بار ڪيئن برداشت ڪيو هوندو، هي هڪ اهڙو درد آهي، جنهن جي ڏن تي آسمان درد جا گيت جهونگاريندو ۽ ڪائنات لڙڪ ڳاڙيندي!

هن حادثي جو درد سموري وجود ۾ ڦهلجي ويو آهي، انهيءَ ڪري ڪنهن هڪ رخ ۾ لکڻ وس ۾ ناهي رهيو سواءِ هي سٽون لکڻ جي تہ:

اي خدا! ٻارن کي نہ مار
سندن دوستن کي
راندين کي، رانديڪن کي نہ مار
اي خدا!
ٻارن کي نہ مار!!!

(روزنہ "عبرت" حيدرآباد، 15 آڪٽوبر 2005ع)

# ميراثن

گهڻا سال اڳ جڏهن مان سانگهڙ ۾ رهندو ۽ پڙهندو هئس تہ هڪ ڪچهريءَ دوران اسان جي سينئر دوست حسن وساڻ چانهن جي ڪوپ تي ڪچهري ڪندي مون کان هڪڙو عجيب سوال پڇيو هو تہ دنيا ۾ سڀ کان وڏو ڏوهہ يا گناهہ وارو عمل ڪهڙو آهي؟ مون گهڻن ئي سماجي ڏوهن جا نالا ڪنيا، جيئن قتل ڪرڻ، رشوت کائڻ، گِلا غيبت ڪرڻ، ڪنهن جو حق ڦٻائڻ، ملاوٽ ڪرڻ، وغيره وغيره. مگر اسان جو دوست حسن وساڻ هر جواب تي ڪنڌ ڌوڻي ناڪار ڪندو رهيو آخر "تڪي چڙهي" چئي ڪري ڪائونس صحيح جواب گهريو تہ هُن وراڻيو "دنيا ۾ سخت ايذائيندڙ ۽ وڏو گناهہ آهي ڪنهن ڪي اغوا ڪرڻ."

ڏوهن جي سنگيني، اُنهن جي ڪنهن بہ قانون تحت طئہ ڪيل سزا مان معلوم ٿيندي آهي، ڪهڙو ڏوهہ وڌيڪ سنگين آهي ۽ ڪهڙو ڏوهہ ناهي، اِنهيءَ جو درست اندازو تہ قانون جا شاگرد ئي بهتر طريقي سان لڳائي سگهن ٿا يا ڪرمنالاجي جا ماهر ٻڌائي سگهن ٿا، پر اڄ جڏهن ايترا سال گذري ويڃڻ ڪانپوءِ بہ دوست حسن وساڻ جو سوال ياد پوي ٿو تہ منهنجو ڌيان سنڌ ۾ روز ڪٿي نہ ڪٿي، ڪنهن جي اغوا ٿيڻ واري واقعي ڏانهن ڇڪجي وڃي ٿو.

خيرپور ميرس کان وٺي گهوٽڪي تائين ۽ دادو کان وٺي ڪشمور تائين جا ضلعا، جن کي اسان اتر سنڌ جي نالي سان بہ ياد ڪندا آهيون، اُتي اغوا جا واقعا سنڌ جي ٻين علائقن جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ رپورٽ ٿيندا رهيا آهن. اغوا جو شڪار اڪثر ٻار ۽ عورتون ٿينديون رهيون آهن ۽ بدقسمتيءَ سان اُنهن ٻارن ۽ عورتن جي گهڻائي وري هندو مُجي ٿي. سالن کان هلندڙ اِنهيءَ پريڪٽس جو نتيجو اِهو نڪتو تہ مٿين علائقن مان هندو ڌرم جا

اصلوڪا سنڌي آهستي آهستي ڪٽنبن ۽ پاڙن جي صورت ۾ هندوستان ڏانهن لڏڻ لڳا ۽ اِهو سلسلو اڃا بہ جاري آهي.

جيڪب آباد، گهوٽڪي، ڪنڌڪوٽ ۽ ڪشمور وغيره ۾ اغوا سميت هندو واپارين جي قتل جا واقعا بہ رڪارڊ ٿيندا رهيا آهن. انهيءَ پوري عرصي دوران حڪومت نہ انهيءَ ڏوهہ ۾ گهٽتائي آڻي سگهي ۽ نہ ئي هندو برادري جي لڏپلاڻ کي روڪي سگهي.

انساني نفسيات ۽ رويي جي پس منظر ۾ ڏسجي تہ ماڻهوءَ لاءِ گهر تبديل ڪرڻ بہ وڏو اذيتناڪ عمل هوندو آهي، اهڙي صورت ۾ وطن ترڪ ڪرڻ يا پنهنجي ئي ديس مان نڪري ٻاهر ٽِڪڻ ڪيترو اذيتناڪ هوندو، اِنهيءَ جو اندازو اُهو ئي ڪري سگهي ٿو جنهن ڪڏهن نہ ڪنهن نہ ڪنهن صُورت ۾ پنهنجا اباڻا پڊ ڇڏيا هوندا.

سو اسان جو هي وطن، جيڪو ڏوهن جي مينا بازار آهي، اُتي اغوا جهڙو سنگين ڏوهہ بہ سردست ڪاروبار جو سامان بڻيل آهي. ماڻهو اغوا ڪري اُن جي بدلي ۾ جيڪو چاهجي سو وٺجي، هڪ عام سستو ۽ منافع بخش ڪاروبار بڻيل آهي. اهڙي ڪاروبار جا اصول ۽ ضابطا سردارن ۽ پوليس جي وچ ۾ طئہ ٿيل هوندا آهن يا طئہ ٿيندا آهن. جن جي خبر نہ اغوا ٿيندڙ کي معلوم ٿي سگهندي آهي ۽ نہ ئي پينگ ڀري پنهنجن پيارن کي ڇڏائڻ وارن کي.

سنڌ جي اِها صورتحال تہ گذريل ڪيترن ئي ڏهاڪن کان موجود آهي، پر اهڙي ئي هڪ صورتحال، جنهن کي اسان اغوا جو ڏوهہ يا گناهہ جي طور تي ڄاڻون ٿا، هڪ ٻئي انداز ۾ جُڙي سامهون آئي آهي ۽ اُها آهي ”مسنگ پرسنس“ واري صورتحال.

ڪنهن بہ ماڻهو کي اغوا ڪري ۽ بعد ۾ پئسا يا پينگ وٺي ڇڏي ڏيڻ وارو عمل تہ پنهنجي ڏوهن واري سماج ۾ سمجهہ ۾ اچي ٿو پر جيڪڏهن اِهو ئي عمل ڪنهن ٻئي مقصد لاءِ ڪُجهہ ”خفيہ ادارا“ ڪن تہ اُنهيءَ کي ڪهڙو نالو ڏجي.

”خفيہ ادارن“ هٿان ماڻهن جي ڪنيجي وڃڻ واري ڪهاڻي هونئن تہ پراڻي آهي پر اُها پنهنجي دلچسپ انتها تي پرويز مشرف جي دؤر ۾ پهتي،

جڏهن سياسي مخالفن کي کنيي کڻڻ ۽ وري گم ڪري ڇڏڻ جو رواج پنهنجي عروج تي پهتو نہ رڳو ايترو پر اڪثر کنييل ۽ کنيل ماڻهن جي جڏهن بہ واپسي ٿي تہ اُها چچريل چهرن ۽ ڇٽيل مٿن وارن لاشن جي صورت ۾ ٿي. سڃا سارا کنيل ماڻهو ٽڪڙن جي صورت ۾ مليا ۽ جيڪڏهن ڪو صحيح سلامت موٽيو بہ تہ اُهو سخت تشدد جا نشان ۽ اذيت جا نوان تجربا کڻي موٽيو.

"خفيہ ادارن" هٿان ماڻهن جي کڄي وڃڻ ۽ وري چچريل لاشن جي صورت ۾ ملڻ جا واقعا هوندن تہ مُلڪ جي سيني صوبن ۾ رونما ٿين ٿا پر اُنهن جو 90 سيڪڙو لقاءِ بلوچستان ۾ ڏسڻ ۾ اچي ٿو. "مسنگ پرسنس" يا گجهن ادارن هٿان اغوا ٿيلن جا وارث يا لواحقين پنهنجن پيارن جي بازيابيءَ لاءِ قانون لاڳو ڪندڙ ۽ انصاف مُهيا ڪندڙ ادارن جا دروازا پنهنجن مٿن سان ڪڙڪائيندا رهن ٿا، پر وڃائجي ويلن جو نہ ڪو پتو ٿو ملي ۽ نہ ئي ڪو پارا!

بلوچستان جي وزيراعليٰ ڊاڪٽر عبدالمالڪ بلوچ جو چوڻ آهي تہ بلوچستان ۾ مڪمل امن اُن وقت تائين بحال نٿو ٿي سگهي جيستائين گم ڪيل ماڻهو ظاهر نٿا ڪيا وڃن ۽ آئينده قانون کان مٿيريون "اغوا ڪاريون" بند نہ ٿيون ڪيون وڃن. تيستائين بلوچستان ۾ امن جي اُميد نہ رکڻ گهرجي.

جڏهن ڪنهن بہ صوبي جو وزيراعليٰ پنهنجي ئي صوبي ۾ ٿيندڙ ڪنهن ڪارروائيءَ کان نہ رڳو بي خبر هُجي پر اُن کي روڪڻ جي بہ طاقت نہ رکندو هُجي تڏهن اِهو اندازو چڱي طرح لڳائي سگهجي ٿو تہ صوبائي حڪومتون "خفيہ ادارن" اڳيان ڪيتريون نہ بي وس آهن.

حڪومتون ئي نہ، ايستائين جو مُلڪ جي اعليٰ ترين عدالت سَو کان وڌيڪ ڀيرا وفاقي حڪومت کي گم ڪيل ماڻهن کي ظاهر ڪرڻ جا نوٽيس ڏئي چُڪي آهي، پر اڃان تائين اِنهيءَ حوالي سان ڪا بہ پيش رفت ٿيندي نظر نہ ٿي اچي.

بلوچستان مان گم ٿيندڙ بلوچن جي تعداد کي ڏسي اِهو چوڻ ۾ ڪو بہ عيب يا عار محسوس نٿو ٿئي تہ هاڻي هڪ هڪ ڪري بلوچن کي اغوا

ڪرڻ کان بهتر آهي تہ پورو بلوچستان هِڪ ڏڪ سان گم ڪري ڇڏجي، جنهن جا نہ ڪي ”لواحقين“ بچندا ۽ نہ ئي ڪا ايف آءِ آر ڪٽرائيندا.

گم ڪيل بلوچن جا لواحقين اڄ ڪوئيٽا کان ڪراچي تائين لانگ مارچ شروع ڪري رهيا آهن. هِن ڪالم جي ڇپجڻ تائين سندن پيرن ۾ لڦون پئجي چُڪيون هونديون. چيف جسٽس افتخار محمد چوڌري وفاق کي هڪڙو ڀيو نوٽيس جاري ڪري چُڪو هوندو ۽ اِنهيءَ دوران بلوچستان مان 3_2 ٻيا بلوچ سرڪاري طور اغوا ٿي چُڪا هوندا.

اڄ توٽي جو چانهن جي ڪوپ تي ٿيل پنهنجي سينئر دوست حسن وساڻ سان ڪيل ڪچهري کي گهٽ ۾ گهٽ ٽيهہ سال ٿي چُڪا آهن. پر سندس ”ڪهڙو ڏوهہ سڀ کان وڌيڪ سنگين آهي؟“ واري سوال جو جواب هر اُن وقت منهنجي ذهن ۾ اُڀري ايندو آهي جڏهن مُلڪ جي ڪنهن بہ حصي مان ڪنهن بہ ماڻهو کي اغوا يا ”گم“ ڪيو ويندو آهي. حسن بلڪل درست چيو هو تہ اغوا کان وڌيڪ ٻيو ڪو بہ سنگين ڏوهہ ڪونهي، جڏهن مائرن، ڀيڻن، ڀينرن ۽ پائرن کي اِها بہ خبر نہ هُجي تہ سندن پيارو زنده بہ آهي يا نہ! هِڪ ٽاٽي کان ٻئي ٽاٽي تائين ۽ هِڪ مردي خاني کان ٻئي مردي خاني تائين هِڪ پوڙهي ماءُ پيءُ ۽ ٻيوس پائرن ۽ ڀينرن جي، پنهنجن پيارن تائين پهچڻ جي هڪ اذيتناڪ ميراٿن.

(روزانہ ’عبرت‘ حيدرآباد، 29 آڪٽوبر، 2013ع)

# زيرِ عِشق، پيشِ حُسن

عشق جي زير ۽ حُسن جو پيش، حسن- عشق جي رشتي جي ترجماني ڪن ٿا! عشق پنهنجي سموري حقيقت ۽ سياءُ ۾ يلي ڪيترو بہ اُتم ۽ عظيم ڇو نہ هجي، حسن جي عدالت ۾ سدائين پيش رهي ٿو. جتي بہ عشق جي جهوپڙي ۾ "مان" جو طوفان ڪاهي اچي ٿو اُتي عشق جو جهڳو ڪک پن ٿي وڃي ٿو. عشق ۾ ذات جي نفي هڪ اهڙو خوبصورت رُخ آهي جنهن ڪان بيهي زندگيءَ جون سيئي خوبصورتيون ڏسي ۽ پرکي سگهجن ٿيون.

سنڌ جي ريل عشق جي پٽڙي تان ڪڏهن لٿي اُنهيءَ جو صحيح اندازو تہ نٿو لڳائي سگهجي پر جڏهن اها ريل پٽڙيءَ تي هئي تڏهن سنڌ ڪيئن هئي انهيءَ جو اندازو ڪرڻ اڄ جي نوجوان جي لاءِ ڪافي ڏکيو آهي.

شاهہ عبداللطيف ڀٽائي ڪي مان سنڌ جو "اسپوڪسِ مين" تصور ڪندو آهيان! جيڪڏهن ڪنهن ڪي سِنڌ سمجهڻي هجي تہ ان لاءِ وٽس شاهہ عبداللطيف ڀٽائي ڪان وڌيڪ ڀيو ڪوبہ موثر ۽ حتمي حوالو ڪونهي جنهن ذريعي سنڌ ڪي اُن جي روح جي حد تائين سمجهي سگهجي. شاهہ عبداللطيف ڀٽائي جي مخاطب ٿيڻ جا سمورا عنوان ۽ موضوع عاشقاڻا هئا. هُن عشق جي لهجي ۾ زندگيءَ جا اسرار سمجهايا ۽ سنڌ جي هڪ مڪمل تشريح ڪئي!

شاهہ لطيف ڪي ڪو صحيح شارع ملي سگهيو يا نہ پر سندس صورت ۾ سنڌ ڪي هڪ بي مثال ۽ حتمي شارع مليو جنهن سنڌ جي مڙني رمزن ۽ موسمن جي انتهائي خوبصورت تشريح ڪئي، نہ رڳو ايترو پر هُن اِها تشريح اهڙي خوبصورت ۽ بي مثال زبان ۽ لهجي ۾ ڪئي جنهن ڪي اسان شاعري سڏيون ٿا. شاعريءَ ۾ ڪنهن حُسن جو

سماجي نقشو چٽڻ انتهائي ڏکيو عمل آهي پر جڏهن لطيف انهيءَ ڪم کي ڪنيو تہ هو نہ رڳو سنڌ کي اظهاري سگهيو پر هڪ فرد جي حيثيت سان پاڻ بہ گهڻو اڳيان نڪري آيو.

شاهہ عبداللطيف ڀٽائي کي مان هڪ وطن جي حيثيت سان ڏسندو آهيان. چوڻ لاءِ هو بس هڪ شاعر ئي هو ۽ سندس ورثي ۾ هڪ عدد رسالو ئي شمار ٿئي ٿو پر اصل ۾ قصو هڪ شاعر، هڪ رسالي هڪ مفڪر کان گهڻو اڳتي ٻيئل آهي.

هڪ وطن جون سموريون خوبيون ۽ خوبصورتيون سندس شاعريءَ ۾ ملنديون، وطن وانگر هُن جي بہ پنهنجي هڪ الڳ ٻولي ۽ لهجو هو. انهيءَ ٻولي ۽ لهجي ۾ هڪ مڪمل فڪر هو. انهيءَ فڪر جو واسطو انسان ذات جي ازلي حيات سان جُڙيل هو ۽ سندس خيال کي هڪ آزاد ۽ خودمختيار وطن وانگر پنهنجون الڳ سرحدون بہ هُيون، اهڙيون سرحدون جن اندر ٻيو ڪوبہ اوپرو خيال يا فڪر داخل نٿو ٿي سگهي!

سارتر کي جيئن فرانس تصور ڪيو ويندو آهي بلڪل اهڙي، بلڪ ان کان بہ ڪجهہ مختلف طريقي سان مان لطيف کي سنڌ تصور ڪندو آهيان، هڪ آزاد، خودمختيار ۽ عشق جي پٽڙيءَ تي ٻيٺل سنڌ!

۽ هاڻ جڏهن سنڌ عشق جي پٽڙيءَ تان لٿل محسوس ٿي ٿئي تڏهن اسان کي اصل سنڌ ڳولڻ لاءِ لطيف ڏانهن وڃڻو پوندو. سندس رسالي کي اُٿلائي پٿلائي، پنن جي وچ ۾ رکيل ۽ مرجهائجي ويل گلاب جهڙي سنڌ کي ڳولڻو پوندو ۽ نئين دور جي نسل کي ٻڌائڻو پوندو تہ سنڌ اِها ڪونهي جيڪا پنهنجي چئن پاسن کان ڪتريل نقشي ۾ نظر ايندي آهي يا سنڌ اُها ڪونهي جيڪا سچ لٽي ڪانپوءِ روڄن ۽ رستن تي ڦرجندي ۽ ڦرينندي آهي.

سنڌ سهڻي جي ڪچي دلي کان وڌيڪ سندس انهيءَ عشق ۾ موجود آهي جيڪو ڪيس روز رات جو درياهہ جي دهشت ۾ اچي ڦٽو ڪندو هو ۽ هُو هُن کي سيني سان لڳائي پار پهچائيندي هئي!

ڏسڻ ۾ تہ ائين ايندو هو تہ سهڻي ميهار سان ملڻ اچي ٿي، ائين هو بہ! پر اصل ۾ سهڻي عشق کي بي انت ۽ ڪنارن کان خالي درياهہ ۾

ترڻ سيڪاريندي هئي! اڻ تارو عشق، سندس اکين ۾ ويهي لهرن جا لوڏا ۽ اوسيئڙن جا مزا ماڻيندو هو. سهڻي درياهه ۾ ڪونه لهندي هُئي، پر درياهه سهڻي ۾ لهي ميهار جي هٿ ۾ پنهنجي مهار ڏيندو هو! موت جو ڊپ، درياهه جي دهشت ۽ بي قابو لهرون، سُهڻيءَ جي غلامن ۽ ڳنيزن جا نالا آهن! هڪ سچي ۽ خوبصورت محبت وٽ بهانن جي بارگيننگ اصل ڪان هوندي ئي ڪونهي ۽ سهڻيءَ عشق کي جنس جي پڃري مان ڪڍي آزاد هوائن ۾ اڏاري ڇڏيو! عشق کي مردن پاران پنهنجي ميراث تصور ڪرڻ واري سطحي رويي کي مڪمل رد ڏيندي، شاهه عبداللطيف اُن کي سهڻي جي ذريعي هڪ اهڙي معنيٰ ڏني جنهن کان پوءِ اهو بحث ختم ٿيڻ گهرجي تہ عشق رڳو مرد ئي ڪري سگهن ٿا.

جيئن ساهه نہ مرد هوندو آهي نہ عورت ۽ جيئن دل جي ڪا بہ جنس ۽ جينڊر ناهي هوندو اهڙي طرح عشق ڪا ڪلاسيفائيڊ عبارت ڪانهي جنهن کي رڳو واسطيدار ماڻهو ئي پڙهي سگهن. عشق سيني لاءِ نہ رڳو آهي پر هڪ جيترو آهي! سو لطيف عشق جي تشريح جيڪا سهڻيءِ جي وچ سير ۾ ٻُڏڻ جي صورت ۾ ڪئي آهي، انهيءَ جو مثال ڪٿي بہ ڪونہ ملندو!

ميهار جي تمثيل ائين آهي جيئن شمع جي، هڪ هنڌ ويهڻ ۽ مسلسل مرڻ واري ۽ سهڻي پرواني وانگر هُئي! تيستائين پئہ ميهار جا ڦيرا ڏنائين جيستائين سندس شوق جا پر سڙي رک نہ ٿيا ۽ وڃي درياهه جو پيٽ ورتائين!

درياهه جي پيٽ ۾ وچايل واريءَ جا روشن ذرڙا مون کي سهڻيءَ جي بدن جا پورا محسوس ٿيندا آهن نہ تہ سهڻيءَ جي ئي واتان ٻُڌو آهي تہ ساڳئي درياهه جي پيٽ ۾ رڳو واڳون وڇايل ۽ سيسر ستيا پيا هوندا هئا! سهڻي جي عشق کين ڏڪي وڃي غورابن ۾ غرق ڪيو!

اڄ سنڌ ۾ سوين سهڻيون ڪاريون ڪري ماريون وڃن ٿيون. کين ڪير ٻيو نہ اُهو ابنِ آدم ميهار ئي ماري ٿو جنهن لاءِ هو ڪچو گهڙو ڪٽي روز رات جو درياهه سميت دهشت ۾ ٽپو ڏيندي هئي!

سهڻيءَ جي پاران عشق جي پنڙيءَ تي سِڌي بيهاريل سنڌ،

پنڙي تان ڪڍهن لٿي اُنهيءَ جو اندازو اهڙن سون هزارن واقعن مان ٻه لڳائي سگهجي ٿو جڏهن اسان جي اڄوڪي سنڌ ۾ ٻنيءَ جي هڪڙي ويسي ۾ گهر جي در تان ڀاءُ. ڀاءُ کي قتل ڪري ٿو ڇڏي! جڏهن ته لطيف جي سنڌ، مورڙي ۾ سندس ڀائرن واري سنڌ جو نالو آهي، هڪ اهڙي سنڌ، جنهن ۾ مورڙو واڳونءَ جو وات کولي، سندس تيز تکا ڏند ٽوڙي، سندس ڪکون چيري پنهنجن منڙن ڀائرن کي ٻاهر ڪڍي ٿو.

ڀائرن لاءِ زنده رهڻ ۾ ڀائرن کي زنده رکڻ واري سنڌ جي معنيٰ جيڪا لطيف مورڙي جي واتان سمجهائي آهي انهيءَ کي ڪوبه مثال ناهي. اڄ جڏهن زندگيءَ جو مقصد پنهنجي ذات ۾ زنده رهڻ جي چوڏاري گهمي ٿو ته اسان کي تڏهن ٿي لڳي ٿو ته سنڌ عشق جي پنڙيءَ تان لهي ويئي آهي!

مارئيءَ کي به هڪ عدد بدن هو جنهن مٿان بخمل جا ڪپڙا اوڙهڻ جو ڪيس به حق هو مگر هن ڄاتو پئي ته هو حق ونڻ سان انهيءَ وطن دوستيءَ جي حق تلفي ٿيندي، جيڪا عظيم انساني قدرن جي زندگي لاءِ ضروري آهي. هُن ڄاتو پئي ته ريشمي ۽ بخمل جا جوڙا پائي هو وڌيڪ خوبصورت لڳي سگهي ٿي مگر هُن اِهو به ڄاتو پئي ته اهڙن ڪپڙن سان سندس بدن ته ڍڪجي ويندو مگر اُها محبت عريان ٿي ويندي جيڪا ملير سندس سيني ۾ امانت طور رکي هُئي! ملير جيڪو هُن جو وطن هو، هُن جو عشق هو! اهڙو عشق جيڪو هُن وطن جي سونهن سان ڪيو هو! نه ته انهيءَ ۾ ڪهڙو عيب هو ته هو ڌهري پائي، سُڪار ۾ سهڻي ٿيل ٿر ڪان به سرس لڳي ها!

پنهنجي وجود جو ڪارج لطيف، جيڪو سسئيءَ جي صورت ۾ سمجهايو آهي، انهيءَ جو به ڪٿي مثال نٿو ملي!

اڄوڪي سنڌ، جتي هن دؤر جون سسئيون ڪک پيچي ٻيٺو نٿيون ڪن ۽ وري اُنهن مان اڪثريت کي گهرن ۾ مال وانگر واڙي رکيو ٿو وڃي! لطيف جي پيش ڪيل سسئي مان سبق سکي سگهن ٿيون، جنهن ڏيرن جي بيوفائي مڙس جي بي حسي ۽ سماج جي خونخوار ۽ زهر سان ڀڏل نانگن جهڙن خطرن سان ڪيڏيو ۽ پنهنجي محبوب کي ماڻڻ جو پڪو ارادو ڪيو!

سسئي جي پنهنجي ارادي سان جيڪا مُحبت هئي، انهيءَ محبت پنهونءَ کي ”ايڪسپلور“ ڪيو! نہ تہ پنهون تہ هو پاڻ ئي هئي، ڪيچ جا اٺانگا پنڌ ۽ پنهون جو پيار، عورت جي انهيءَ خوبصورتيءَ جو نالو آهي جنهن کي لطيف سنڌ طور سڃاڻندو هو!

راءِ ڏياچ سُر وڻي سِر ڏنو! ادب ۽ آرٽ جي آماجگاهہ ۾ اهڙا واقعا روز ٿيندا آهن جڏهن لوڀ ۽ لالچ جي ٻيجل جو رستو آرٽ جا عاشق پنهنجن ڪنڌن سان روڪيندا آهن.

سنڌ جي وجود مان درياهہ، تنبوري جي تار جيان لنگهي ٿو جنهن جي تشريح شاهہ عبداللطيف پنهنجي هڪ آزاد وطن جهڙي رسالي ۾ انتهائي خوبصورتيءَ سان ڪئي آهي!

تڏهن ئي تہ مان لطيف جي فڪر کي هڪ آزاد وطن جي حيثيت سان ڏسندو آهيان، جنهن جو پنهنجو لهجو آهي. پنهنجي ٻولي آهي، پنهنجون سرحدون آهن ۽ جتي عشق جي زير، حسن جي پيش جي چوڏاري، گهمي ٿي!!

## پبليڪيشن جي ڇپايل ڪتابن جي فهرست

9-ربي چيمبر، حيدرچوڪ، حيدرآباد. فون: 2721172

| | ڪتاب | ليکڪ | قيمت |
|---|---|---|---|
| (1) | ميرا درد (اردو شاعري) | لال چند لال | (ختم ٿيل) |
| (2) | ڀيھريءَ جا ٻہ پل (آتم ڪٿا) | ريٽا شھاڻي | (ختم ٿيل) |
| (3) | بارش سوچي ٿي (نثري ٽُڪرا) | ايوب کوسو | (ختم ٿيل) |
| (4) | جمال ابڙو ۽ جديد.... (مونوگراف) | ادريس جتوئي | 100/_ روپيا |
| (5) | آنسو (اردو شاعري) | لال چند لال | 120/_ روپيا |
| (6) | رشتن جو رقص (ڪھاڻيون) | ريٽا شھاڻي | (ختم ٿيل) |
| (7) | زندگي ھڪ وار وري (شاعري) | شريڪانت صدف | 150/_ روپيا |
| (8) | ميگھ ونس اتھاس (تاريخ) | تيرٿداس اُميداڻي | 300/_ روپيا |
| (9) | ڪلڄُگ جو ڪاپڙي (شخصيت) | ليکراج ڪي. راماڻي | (ختم ٿيل) |
| (10) | ويد اُپديش (اردو) (مذهب) | تيرٿداس اُميداڻي | 50/_ روپيا |
| (11) | ڪوتا - ڦُلواڙي (شاعري) | ولي رام ولڀ | 200/_ روپيا |
| (12) | ٽانڊن مٿي ٽهڪ (شاعري) | منصور ملڪ | 120/_ روپيا |
| (13) | آلا نيڻ بهارن جا (شاعري) | فياض ڏاهري | (ختم ٿيل) |
| (14) | در کُليو ئي رهيو (ريڊيائي افسانا) | امين ارباب | 150/- روپيا |
| (15) | صاحبو! (اردو شاعري) | دانش مهدي | (ختم ٿيل) |
| (16) | سڄاڻ جون سمرتيون (يادگيريون) | ريٽا شھاڻي | 120/_ روپيا |
| (17) | سنڌو لکت جي ڀاڃ (تاريخ) | عطا محمد ڀنڀرو | (ختم ٿيل) |
| (18) | ووڙيم سڀ وٿاڻ (مهر جوئي) | اشتياق انصاري | (ختم ٿيل) |
| (19) | پاڻ هُر تڙيون مايون (ناول) | گوبند خوشحالاڻي | 120/_ روپيا |
| (20) | ٻارن جون بيماريون (ميڊيڪل سائنس) | ڊاڪٽر بشير احمد | 50/_ روپيا |
| (21) | ڊسمبر جي اڪيلائي (شاعري) | بخشل باغي | 130/_ روپيا |
| (22) | جيجي (فن ۽ شخصيت) | مرتب: نصير مرزا | (ختم ٿيل) |
| (23) | فاتح ڪربلا (تاريخ) | ترجمو: حسين بخش لغاري | (ختم ٿيل) |
| (24) | اور گنگنائون اُسي (اردو شاعري) | شاهد قريشي | 160/_ روپيا |
| (25) | سمي صحرا، سمي دريا (نثري مضمون) | مرتب: آزاد انور ڪانڌڙو | 200/_ روپيا |
| (26) | منڙا پاءِ (ڪهاڻيون) | ولي رام ولڀ | 180/_ روپيا |
| (27) | چلي گئي وہ آکر بهي (اردو شاعري) | شاهد قريشي | 160/_ روپيا |

| | | | |
|---|---|---|---|
| (28) | Globalization viz a viz Pakistan | Prof. Fakhrunisa Talpur | 80/_ روپيا |
| (29) | (Reviews) The Glorious Past | Dr. Kazi Khadim | 400/_ روپيا |
| (30) | ڇا لاڙ سڄي ۾ آهي امن!؟ (شاعري) | ابراهيم ڪوسو | 100/_ روپيا |
| (31) | آئرويدڪ آسان علاج (صحت) | ترجمو: ڪيمپال شرما | (ختم ٿيل) |
| (32) | گيتا ٻوڌ (ڌرمي پُستڪ) | مهاتما گانڌي | 60/_ روپيا |
| (33) | بوتيڪ کان بيڊ روم تائين (ڪهاڻيون) | اڪبر سومرو | 150/_ روپيا |
| (34) | تي نہ سگهيس شاعر (شاعري) | نصير مرزا | 150/_ روپيا |
| (35) | پتڪي ويل سپنا (ناول) | عزيز پنيرو | 175/_ روپيا |
| (36) | ميري شاعري ميري صليب (اردو۾) | شيخ اياز | 75/_ روپيا |
| (37) | شهيدن جي علمدار (بينظير ڀٽو تي شاعري) | قاضي اياز مهيسر | (ختم ٿيل) |
| (38) | انيس انصاري: فن ۽ شخصيت (شخصيت) | اشتياق انصاري | 200/_ روپيا |
| (39) | گهاريل گهڙيون (آتم ڪٿا) | عبدالحميد ميمڻ | 250/_ روپيا |
| (40) | شاهہ جو گنج شاهہ لطيف جا بيت) | سهيڙيندڙ: سگهڙ الهداد جنجهي | 1000/_ روپيا |
| (41) | ڪويءَ جي ڪٿا (آتم ڪٿا) | سوز هالائي | 250/_ روپيا |
| (42) | مٽيءَ ۾ ملاوٽ (ڪهاڻيون) | قاضي خادم | 200/_ روپيا |
| (43) | وِکريل ماڻهو (ناول) | فاروق سولنگي | 250/_ روپيا |
| (44) | اکڙيون ڏيل ڏيٺا (شاعري) | عامر سيال | 150/_ روپيا |
| (45) | اڪٿ ڪهاڻي۔ڪبير (ناول) | رينا شهاڻي | 140/_ روپيا |
| (46) | سفر در سفر (سفرنامو) | رينا شهاڻي | 250/_ روپيا |
| (47) | اؤکا پنڌ پيار جا (ناول) | ڪلا پرڪاش | 150/_ روپيا |
| (48) | سامي سِج وڙاءِ (ناول) | مراد علي مرزا | 300/_ روپيا |
| (49) | اُجهاميو ٻرن (ڪهاڻيون) | ماڪن شاهہ رضوي | 250/_ روپيا |
| (50) | سنڌو تهذيب ۽ سنڌو ڌرم جا..(تاريخ) | عطا محمد ڀنيرو | 250/_ روپيا |
| (51) | منهنجي ڪهاڻي ڪجهہ نئين (آتم ڪٿا) | گڻيش ٻالاڻي | 130/_ روپيا |
| (52) | شهر جي ڳالهہ (ناول) | اڪبر سومرو | 250/_ روپيا |
| (53) | گورک: فطري حُسن جو تفريحي ماڳ (سياحت ۽ تاريخ) | اشتياق انصاري | 240/_ روپيا |
| (54) | دل جي دفتر مان (ساروڻيون) | قاضي خادم | 450/_ روپيا |
| (55) | سائل ڪوش (سنڌي۔ سنڌي لغت) | پروفيسر ستر امداس سائل | 650/_ روپيا |
| (56) | چنڊ، سمنڊ ۽ پٿر اکيون (شاعري) | سليمان سولنگي | (ختم ٿيل) |
| (57) | وڇڙي ويل زندگي (شاعري) | گلشن لغاري | 150/_ روپيا |
| (58) | ائين پلا ڪيئن هوندو؟ (مضمون) | عبدالقادر جوڻيجو | 140/_ روپيا |
| (59) | ساروڻيون (يادگيريون) | قاضي خادم | 350/_ روپيا |
| (60) | چنڊ چهرا (خاڪا) | ماهتاب محبوب | 250/_ روپيا |
| (61) | سچ جي ڳولا تصوف ۽ انسانيت | ٽيڪم متائي | 150/_ روپيا |
| (62) | هلي ڏسجي هندوستان (سفرنامو) | الطاف شيخ | 450/_ روپيا |
| (63) | ويجها ٿيا وصال ڪي (شاعري) | غلام محمد جنجهي | 275/_ روپيا |

| | | | |
|---|---|---|---|
| (64) | ڪوڪيئن چوي ڪوڪيئن چوي ـ امر جليل | ترتيب: مختيار احمد ملاح | 300/- روپيا |
| (65) | پيار جي هڪ ٻي صدي (ناولا، ڪهاڻيون ۽ تاثر) | رفيق سومرو | 250/- روپيا |
| (66) | Ishtiaq Ansari (Trourism) Gorakh: Beautiful Resort of Sind | | 300/- روپيا |
| (67) | اندر روح رهيام (يادگيريون) | قاضي خادم | 350 /- روپيا |
| (68) | سنڌ جون ڍنڍون (تاريخ، سياحت ۽ ماحوليات) | عزيز رانجهاڻي | (ختم ٿيل) |
| (69) | اندر اُڃ اُڪير (شاعري) | اسير ڏاهري | 150/- روپيا |
| (70) | فاني جڳ لافاني ماڻهو (سوانحي خاڪا) | حميد سبزوئي | 250/- روپيا |
| (71) | جوئي آهيان سوئي آهيان ـ امر جليل | ترتيب: مختيار احمد ملاح | 300/- روپيا |
| (72) | رُوبرو (جيون سنپنڌي مضمون) | رينا شهاڻي | 150/- روپيا |
| (73) | سنت تريڪم صاحب (ڊرمي چارڻ) | سهيڙيندڙ: راڻا رام چوهاڻ | 100/- روپيا |
| (74) | پترڻ جون پُڪارون (شاعري) | ع.غ. تبسم | 200/- روپيا |
| (75) | رابيل مُڪڙي (نثري ٽڪرا) | محمد انور بلوچ | 180/- روپيا |
| (76) | رڻ تي چانڊوڪي (شاعري) | ايوب ڪوسو | 200/- روپيا |
| (77) | خوبصورت ادبی چہرے (ادبی شخصیات) | محمد اُفق راجپوت | 200/- روپيا |
| (78) | پيرَ اچا مون پنڌ ۾ (يادگيريون) | قاضي خادم | 500/- روپيا |
| (79) | لڙيو پئي لاڙ تان سورج (اسٽوريز) | امين ارباب | 150/- روپيا |
| (80) | اُوچا پنڌ پهاڙ جا (آتم ڪٿا) | عبدالستار ڪورائي | 200/- روپيا |
| (81) | عُمر اوٺي اباڻن جا (خاڪا) | عزيز گوپانگ | 300/- روپيا |
| (82) | جهڙو ساٿ سُگنڌ جو (شخصيت) | مرتب: موهن مدهوش | 750/- روپيا |
| (83) | خواب اکين ۾ پلجن (شاعري) | اسير ملاح | 200/- روپيا |
| (84) | ڳالهڙيون ڳُتيون ناهن (يادگيريون) | قاضي خام | 500/- روپيا |
| (85) | ديس نماڻو ارڏا ماڻهو (ڪالم) | محمد انور بلوچ | 180/- روپيا |
| (86) | زيرِ عِشق پيشِ حُسن (خاڪا ۽ تاثر) | عزيز گوپانگ | 250/- روپيا |

## ڪويتا پبليڪيشن:

سنڌي ٻوليءَ جي واڌ ويجهه، سنڌ تي عالمي ادب کي سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪرائڻ، ادب جي ترقي ۽ واڌاري لاءِ جاکوڙ تخليقي اديبن جي همٿ افزائي ڪرڻ، سنڌي، اردو ۽ انگريزي ٻوليءَ ۾ مختلف موضوعن ۽ قدرن تي ڏيهي توڙي پرڏيهي ادب کي پڙهڻ لاءِ دلچسپي پيدا ڪرڻ، ڪتابن کي معياري ۽ جديد تقاضائن تحت ڇاپڻ، پڙهندڙن کي انٽرنيٽ، website ۽ facebook ذريعي ڇپايل ڪتابن جي ڄاڻ ڏيڻ، ٻين ٻولين مان سنڌيءَ ۾ ترجما ڪرائي ڇپرائڻ ۽ بهتر سماج جي جوڙجڪ ۾ پنهنجو مثبت ڪِردار ادا ڪرڻ کي پنهنجو اولين فرض سمجهي ٿي.

ڪتاب اسان جا دوست آهن!

اچو ته انهي مثبت ڪم ۾ ڀاڱي ڀائيوار ٿيون ۽ سنڌي سماج جي جوڙجڪ ۾ پنهنجو ڪردار ادا ڪريون.

ـ ادارو

اسانجو پيارو ڏاهو دوست عزيز گوپانگ آهي تہ
بنيادي طور تي هڪ شاعر پر ڏٽيءَ ڪيس پروفائيل
لکڻ جي ڏات بہ جهڙوڪر ڏيئي ڇڏي آهي. شروع
شروع ۾ مان هن کي بہ ’اينگري ينگ مين‘ سمجهندو
هوس. هن وَ ت بہ عزيز شاعريءَ سان گڏ ڏاڍا پيارا ۽
دل کي وڻندڙ خاڪا لکيا آهن. انهن خاڪن ۾
ننڍڙا ننڍڙا جملا، مختصر پر سگهارو احوال.
ڪنهن شخص جو اهڙو خاڪو جو ماڻهو هن کي نہ
ڏٺي بہ پنهنجو پيو محسوس ڪري، اهو فن جو
ڪمال آهي.

مدد علي سنڌي

ISBN: 978-969-9329-31-9
Price: Rs. 250-00

# پَڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڄُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ياڙي، ڪاٺو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”**پڙهندڙ**“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ٺاهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَ نَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَ نَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جھڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙھا، نيرا، پيلا يا ناسي ھوندا آھن اَھڙيءَ طرح پڙھندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آھن ۽ ھوندا. اُھي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙھندڙ، بَرندڙ ۽ پڙھندڙ، سُست ۽ پڙھندڙ يا وِڙھندڙ ۽ پڙھندڙ بہ ٿي سگھن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آھي.

ڪوشش اھا ھوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَھڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آھي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اھڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ ھِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ ھيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رھندا. پَنَن پاران ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اھم مرحلو وِرھائڻ distribution جو ٿيندو. اِھو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏھن ڪو پيسا ڪمائي سگھي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ ھوندو.

پَنَن کي ڪُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ ھو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي ھِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦھلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنھن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، چاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڏي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَمر- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڪاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڪاٽن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بڻائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشش ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ "منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ".
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)